



# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ـسورهه ـ ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

# جھنگ جا ماڻھو

خالد کنڀار



كتاب جو نالو جهنگ جا ماڻهو

ليکڪ: خالدکنڀار

صنف: انٽروپالاجي

ڇاپو: پهريون

ڇاپي جو سال: 2014ع

ڪمپوزنگ: محب چانڊيو

ٽائيٽل: سهيل احمد شيخ

ڇپائيندڙ: ماءُ پبليڪشن

قيمت: 200 رپيا

ڪتاب نمبر: سترهون


## ڪتاب ملڻ جا هنڌ:

ڪانياواڙ ڪتاب گهر، اردو بازار ڪراچي. ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوڪ ڪراچي. ڪنگ پن ڪتاب ميلو پريس ڪلب حيدرآباد . اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه. رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو. وسيم ڪتاب گهر، شڪارپور. ڪامريڊ ڪتاب گهر، ڄامشورو. تهذيب نيوز ايجنسي ۽ بڪ شاپ، پنج گلو خيرپور. الفتاح نيوز ايجنسي ۽ ڪتاب گهر، مهراڻ مرڪز سکر. عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ سکر. ناولٽي بڪ اسٽور، ميرپور ماٿيلو. المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ. ڪنگري بڪ هائوس، ميرپور خاص.


## لکپڙهه لاءِ:

آفيس نمبر 5، فرسٽ فلور، اقصيٰ ٽاور، مشن روڊ سکر

03213985031

# ارپنا

پياري بابا
فقير مقيم ڪنيار
جي نالي

خالد ڪنيار

## پبلشر نوٽ

سنڌ ۾ سماجي زندگيءَ جا ڪيئي پاسا آهن، جن ڪي ڦلهورڻ، پرجهڻ ۽ سمجهڻ تمام ضروري آهي. انهي مقصد ڪاڻ ئي هي ڪوشش ڪئي وئي آهي. پر هي ننڍڙي ڪوشش به وزنائتي ۽ ڪارائتي آهي. ڪتاب پڙهڻ ڪان پوءِ توهان کي اندازو ٿي ويندو ته خالد ڪنڀار ڪيڏي جاکوڙ ڪري هي مواد لکيو آهي. بجا طور چئي سگهجي ٿو ته انساني زندگيءَ جي ڄڻ سائنس بيان ڪيل آهي. سنڌ جي مختلف جاين تي رهندڙ ماڻهن بابت تمام گهڻي ڪارائتي ڄاڻ ڏني وئي آهي. خاص ڪري ٿر جي زندگيءَ کي زبردست انداز ۾ اپٽاريو ويو آهي. سماجيات يا انٿرپالاجي جهڙن موضوعن تي ڪم ڪندڙن لاءِ ته انتهائي لاڀائتو مواد آهي. ان سان گڏ هن ڪتاب ۾ ڪيترون ئي اهڙيون ڳالهيون آهن جيڪي اڳ ۾ توهان کي پڙهڻ لاءِ نه مليون هونديون.

خالد ڪنڀار هن ڪتاب ۾ اهڙين ريتن رسمن کي به سامهون آندو آهي جيڪي عام طور نظر انداز ڪيون ويندون آهن پر هتي پڙهڻ ڪان پوءِ انهن جي اهميت محسوس ٿي رهي آهي. ايئن به ڪٿي چئجي ته پوين پساهن ۾ پيل ريتن رسمن کي محفوظ ڪيو ويو آهي. جڏهن ته ڪجهه سماجي ۽ سياسي شخصيتن جا پروفائيل به تاريخ جو حصو آهن. ٻي اهم ڳالهه ته جيڪا چس واري ٻولي ڪتب آندي وئي آهي، اها مجبور ٿي ڪري ته ڳالهه کي پڙهي پورو ڪجي. اسان اميد ٿا ڪيون ته ماءِ پبليڪيشن جو هي ڪتاب توهان کي پسند ايندو. توهان جي راءِ جو انتظار رهندو.

m.ypublicationsuk@gmail.com

# جوڳيءَ تي جڙاءِ نسوروئي نيهن جو

هي ڪتاب سلڇڻي ليکڪ خالد ڪنڀار جو آهي. جنهن ۾ ڪنهن هڪ موضوع جي بدران، سنڌ جا سڀ رنگ رتول شامل آهن. سوڍن کان وٺي ڪولهين، جوڳين، ڪبوترن، گرگلن ۽ ٻين ڪيترن ئي رولاڪ قبيلن تي تفصيل سان مواد موجود آهي. اهي سنڌ جا رنگ رتول ڪٿي ڪولهياڻين جي ناچ وقت پڙن جي پکيڙ، ڪٿي ڪبوترين جي رقص ۽ ڪٿي گرگلن ۽ سامين تي ٻه مواد گڏ ڪيل آهي، ڪن جاين تي پاڻ وڃي مشاهدو ڪيو اٿس. مونکي هڪ معتبر شاهد ٻڌايو ته، هو ڪاهي ۾ ٻه آيو هو ۽ ڪاهي جي "ريڊ لائيٽ" جو پاڻ مشاهدو ڪيو هئائون. آئون مشاهدو لفظ ڪتب آڻيان پيو، تجربو نه. ساڳئي وقت هن ڀهراڙي جي سماجي سائنس تي ٻه طبع آزمائي ڪئي آهي. مثال طور ! نانگ، بلائون، ان جا قسم، ۽ انهن جي زهر جو مقدار پڻ هڪ ماهر سائنسدان وانگر پيش ڪيو آهي. مثال طور مونکي هن ڪتاب مان معلوم ٿيو ته، هڻ ۽ ڪڻ هڪ بلا جو قسم ناهي. پر هڻ جدا آهي، ڪڻ جدا آهي. يا نانگ ڪيتري عمر کي پهچندو آهي ۽ تڏهن هن ۾ مڻ پئدا ٿيندي آهي. ۽ شايد تر جي انهن جيتن مان نانگ ئي آهي جنهن جي عمر ايڏي وڏي ٿئي ٿي. پر اهيو نه لکيو اٿس ته "پدم" ڇا کي چئبو آهي؟ جنهن کي ڀٽائي پرين جي پير ۾ پدم چيو آهي.

چنڊ ڇوان ئي سچ، جي مٿو مور نه پائيين،
جو منهن ۾ ٻري مچ، سو پدم پرين جي پير ۾،

پدم ٻه هڪ مڻ جو قسم ٿيندو آهي. جيڪا پوڙهو نانگ رات جي وقت ٻاهر ڪڍي اڇلائيندو آهي. تڏهن ايڏي روشني ٿي ويندي آهي جو، چوڏس ڦرندڙ جيت جڻا هن کي نظر ايندا آهن. انهن جو هو شڪار ڪندو آهي.

يا جوڳي جن کي هن اڄ عمرڪوٽ جي دڙي تي مستقل آباد قبيلو ڪوٺيو آهي. ان جي هڪڙي عجيب روايت هن نقل نه ڪئي آهي ته، ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جو جڏهن مڱڻو ٿي ويندو

آهي ته، شادي ٿيڻ تائين انکي گڏ اڪيلو ڇڏي ڏيندا آهن ته، هنن ۾ پوترتا آهي، ۽ جڏهن اها ثابت ٿي وڃي ته، پوءِ انهن جي شادي ٿيندي آهي. اها رسم پراڻي هئي. پر هاڻي ته عمرڪوٽ جا جوڳي سپ ليڪا لتاڙي ويا آهن. اهڙي طرح ڪبوترين پڙو پائڻ ڇڏي ڏنو آهي. آئون پاڻ ٻن ڪبوترين سان مليو آهيان، ۽ ٻئي لاجواب خوبصورت هيون. آئون هتي انهن جا نالا ڪونه ٿو لکان، ڇو ته، انهن مان جيڪا وڏيڪ من مهيڻي هئي تنهن سان منهنجي هڪ دوست جي پاڻ شادي ڪري ورتي آهي، ۽ انهي ڪري ڪبوترين مان اڳيون هنر ۽ فن جيڪو بانس جي لڪڙي جي چوطرف رقص جي صورت ۾ ٿيندو هو، اهو موڪلائي ويو آهي. اهي جسم فروشي تي لهي پيو آهن. اهو شايد ان ڪري جو، انهن جا قدردان ۽ پارکو ناهن رهيا. ۽ جوڳين مان به آهستي، آهستي مرلي ختم ٿيندي وڃي. جيتوڻيڪ ڪجھ وقت اڳ ڪي جوڳي انهي فن جا ماهر هئا، جئين عمرڪوٽ جو مصري جوڳي، يا سکر واري پاسي جو اقبال جوڳي. ساڳئي طرح هن سماجي سائنس تي لکندي برسات پوڻ لئه لکيو آهي. جئين مثال طور بلا جو وڻ تي چڙهي وڃڻ، سانڊي جو رنگ بدلائڻ ۽ اپ تي اندلٺ ايڙ تي مينهن جا اهڃاڻ قرار ڏنل آهن. ساڳئي وقت هن ڪنپارڪي هنر تي به تفصيل سان لکيو آهي. هو جئين ته پاڻ ذات جو ڪنپار آهي. انڪري خصوصن ڪنپارن جي ٿانءِ ناهڻ تي ناهي لکيو، پر هڏن ڀڳل جي علاج ۽ ان جا طريقا لکيا آهن، ان ۾ ڪن خاص ماهرن جو هن نالي سان ذڪر ڪيو آهي. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، سنڌ آرٿوپيڊڪ جديد سائنس جي ايجاد کان اڳ ڪيڏي عروج تي پهتل هئي. ان ڪانسواءِ سماجي سائنس ۾ خصوصن برسات جي باري ۾ سنڌ جون روايتون اڄ به سئو فيصد سچ ثابت ٿين ٿيون. مونکي ياد آهي ته، هڪ دفعو آئون ڪراچي ۾ عزيز آباد جي خالق جوڻيجو جي گهر ۾ رهيل هئس، جتي باٿ روم ۾ مون وڃي ڏٺو ته ماڪوڙيون پنهنجا ٻچا داڻا پٽ تان ڪٽي مٿي قطار در قطار وڃي رهيون هيون. مون باٿ روم مان اچي دوستن کي ٻڌايو ته، برسات سو به زوردار اچڻ واري آهي. جن

کي آفيس وڃڻو آهي سي جلدي ڪن، ته اتي هڪ سائنسدان ويٺو هو ته، هن چيو ته محڪمي موسميات اهڙو ڪوبه اطلاع ناهي ڏنو. مون چيو ته، محڪمي ٿر جي اطلاعات توهانکي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته، مينهن اجهوڪي آيو ڙي آيو. واقعي ڪجهه وقت ۾ ، ڪراچي جون سامونڊي هوائون رڪجي ويون ۽ اپ ڪارن ڪڪرن سان ڇائنجي ويو ۽ برسات شروع ٿي وئي. انهي تي خليفي جو شعر آهي ته،

سج پڙي ، ڪس ڪڪرين چو وايو چوڏار

ته يعني اها برسات جي علامت آهي. خالد به انهي تي لکيو ته ڪڪرن جڏهن موتيو جي گل جو رنگ کان بدلجي، ننڍي جي ڪجل هاٿين اکين جهڙا ٿين، تڏهن اسان ٿري سمجهندا آهيون ته، برسات آئي ڪي آئي.

خالد مختلف ذاتين جو حسب نسب به بيان ڪيو آهي. پر آئون سمجهان ٿو ته، جئين ته، اڄ ڪلهه ڪراچي ۾ رهندڙ ڪولهي، ڀيل، مينگهواڙ وڏن ماڻهن جي بنگلن تي ڪم ڪندڙ پاڻ کي اصلي ذات سڏائڻ بدران پاڻ کي راجپوت سڏائيندا آهن. ان ڪري ڪوبه مسلمان انهن سان ڇات ڇوت نه ڪندو آهي. اسان وٽ سنڌ ۾ اهو عجيب رواج آهي ته، ڪولهي، ڀيل سان گڏ ڪونه کائبو، پر راجپوت سان گڏ ضرور کائبو. حالانڪ سڀني جي ڪرم، ڌرم ۾ ڪوبه فرق ناهي. پوءِ مينگهواڙ، ڪولهي سان نه کائڻ ۽ ٺڪر سان گڏ کائڻ اهو ڪٿي جو انصاف آهي. حالانڪ ٺڪر سوئر به واپرائيندا آهن. برحال خالد ڪنيار هي ڪتاب لکي سنڌ جي محققن لاءِ هڪڙي راه کولي آهي. محقق لفظ آئون هتي استعمال ڪري رهيو آهيان .پر شيخ اياز لکيو آهي ته، "آئون سمجهان ٿو ته، محقق لفظ حقي مان نڪتل آهي. جو ته حقو ٻڙ ٻڙ ڪندو آهي، ۽ اسان جا محقق به ٻڙ ٻڙ گهڻي ڪن ٿا." انهن سڀني خوبين سان گڏ هن ڪتاب ۾ خالد جنهن قسم جي سادي ٻولي ۽ ٿري لفظ گهڻائي ۾ لکيا آهن. اها ڪن ڪن ماڻهن کي ڏات هوندي آهي. خاص ڪري سنڌ جي يگاني ڪهاڻيڪار ۽ اديب عبدالقادر جوڻيجي ۽ خالد ڪنيار ۾ آهي. ٻئي هڪ ئي دڙي تي

رهندڙ آهن. نهڻو ۽ جنهاڻ ساڳئي روڊ جي ڪناري تي آهن.
جيڪو نبي سر کان نئين ڪوٽ وڃي ٿو. حالانڪ اهي ٻئي
"مهراڻي" ۾ آهن. ٽر سان ايترو واسطو اٿن جو گهر پٽ تي آهن.
سو انهن پٽن جي واري جي چمڪ ئي شايد هنن جي من ۾ واسو
ڪري وئي آهي.

خالد جي والد صاحب سان منهنجي پراڻي دوستي هئي.
هو اجان نہ مٺي ويو هو ۽ نهڻي ۾ رهندو هو. هن ڪڏهن مونکان
منهن نہ موڙيائين. آئون جڏهن بہ مٺي ويندو هئس تہ فقير جي
اسٽامپ وينڊري واري دڪان تي ويندو هئس. آئون ڇڻ تہ خالد
وارن جي گهر جو پاتي ٿي ويو هئس. انهي سلسلي ۾ مونکي ياد
ٿو اچي تہ، خالد جي پيڻ پناڻي ٽريپ جي ميهڙ ۾ آفيس قائم
ڪرائي. آفيس ۾ ايندي شرط ديوار تي منهنجو فوٽو لڳل ڏٺائين
تہ عجب مان جاءِ جي مالڪ، جيڪو منهنجو دوست اختر چانديو
هو، انهي کان پڇيائين تہ، هي فوٽو هتي ڪيئن؟ هن چيو تہ،
انهي ماڻهو جو پيو گهر هي آهي. انهي تي پناڻي چيو تہ، مون تہ
نہ ڏٺو آهي، پر بابا جو دوست آهي. اهڙي ناتي رشتي جي ڪري
خالد وارن جڏهن عمرڪوٽ ۾ ڪيسٽن جو دڪان کوليو، تڏهن بہ
آئون انهن جي دڪان تي وڃي ويهندو هئس. اڄ ڪلهہ خالد وارا
خوشحال آهن. خدا کين سدائين خوشحال آباد رکي. فقير مقيم
ڪنيار تہ ويو، پر سندس فرزند مونسان اڄ تائين نڀائيندا اچن.

عبدالواحد آريسر

2013/12/14
انڙ آباد

# عشق دا ملنگ ۽ جهنگ جا ماڻهو

جوڳين جي جاڳڻ جي ويل تہ الئي ڪهڙي آهي پر هي جوڳي بين وڄائي ٻين جون ننڊون حرام ڪرڻ وارو هنر خوب ڄاڻين ٿا ۽ ان ڪي استعمال بہ ڀرپور طريقي سان ڪن ٿا. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ هن تهہ سياري جي راتين ۾ اسان جون ننڊون قتل هجن ها ڇا؟ هيلوڪي سياري ۾ ٿڌ بہ اهڙي جو جبل ڪان ٽر تائين ماڻهن جي رڙ نڪري وئي وڃ اهڙو سيءُ تہ اسان سنڌ ۾ ڪڏهن ڀڏو نہ ڏٺو...اهڙي ئي سياري ۾ منهنجي پياري دوست ۽ مائي پبليڪشن جي پبلشرز مان هڪ ممتاز بخاري جي رڙ مٿي رڙ هجي تہ جلدي ڪريو مهاڳ ڏيو تہ ٻيا ڪتاب بہ ان ۾ ليٽ نہ ٿي وڃن. هيڏانهن اسان ڪي ازل جي سستي...ڪم ڪان تيستائين لنوائڻ جي عادت جيستائين اچي ڪم ڳچي نہ جهل. سڪر مان اهي فون ايندا رهيا تہ وري هيڏانهن جوڳي جي صدا...سائين مهاڳ جو ڪم ڪجهہ اڳتي ٿيو الائي ڪونہ...ڪيس ڪجهہ ڏينهن تہ ڏٺا ڏئي ٽاريندو رهيس تہ بابا مهاڳ لکڻ وڏن ڊنگ دانشورن جو ڪم آهي پاڻ مسافر ماڻهو. رولاڪ جو نہ ڪو ٽاڪ نہ ماڳ..ان خفت ۾ نہ پئو ۽ ڪنهن وڏي ماڻهو ڪان مهاڳ لکرائي منهنجي بہ جان ڇڏراءِ تہ پنهنجو بہ مستقبل روشن بڻاءِ. پر هي جوڳي ڪو مڙي ڇا...هيلوڪي ٿڌ بہ ڇوي تہ اڄ نہ ڀوان تہ ڪڏهن ڀوان...اسان اڳي ئي سيءُ جا ساتيل سوڙ مان نڪرون ئي ڪونہ....ڪتاب نہ ملڻ جا بہ ڏاڍا بهانا ڪيم پر جوڳي دير ئي نہ ڪئي اي ميل بہ ڪيائن تہ ڪتاب جي هارڊ ڪاپي ٽي سي ايس بہ ڪري ڇڏيائن...ڪو گس نہ ڏسي لاچار ڪتاب ڪٺي هڪ شام وينس پنا اٿلائڻ...هن ڪتاب جا پنا جيئن جيئن اٿلائيندو وڃان تيئن تيئن حيرانگي ۽ تجسس سان وري وري سٽون پڙهان ۽ نثري ٽڪڙن ڪي پنن تي لکي رکان...وڃ جوڳي ايڏو پنڌ ڪيو اٿئي ..ايڏي منزل هنئي اٿئي...

خالد ڪي اُٺون سنڌس ٿهڪن ۽ سانوري رنگت سبب سڃاڻي وڃان پر هن ڪتاب ۾ جيڪو خالد آهي ان ڪي سڃاڻڻ ۾ وقت لڳو. خالد جو ڊڪشن يا لکڻ جو ڏانءُ اهڙو جهڙو استاد

عبدالقادر جوڻيجو وينو ڳالهيون ٻڌائي. جوڻيجي صاحب جي ڳالهه ٻڌائڻ جو انداز ئي نرالو. ڊنهل جو سگريٽ مٿ تي. اڌ گلو ڪليل...ڇنگهه تي ڇنگهه چاڙهي پنهنجي کهري مرداڻي آواز ۾ جڏهن ڪندو پارڪر جون خبرون ته ڊاٽي اٽ ۽ ياٽي ڏاڙيل جهڙو اڪين اڳيان جيسلمير ڪان نڪري ڪنهن ڳوٺ مان ڏاڙو هڻي مڙيا هجن. استاد جون ڳالهيون اسانکي يونيورسٽي جي ڪلاسن ڪان وڌيڪ وڻنديون هيون تڏهن ئي ته اسان پنهنجي ماس ڪميونيڪشن شعبي ۾ ويهڻ بدران گهڻو وقت سندس سنڌيالوجي واري آفيس يا گهر واري ڊرائنگ روم ۾ وينا سندس قصا ٻڌندا هئاسين.

مونکي سائين عبدالقادر جوڻيجو تڏهن ياد اچي ويو جڏهن خالد جي هن ڪتاب ۾ ياٽي ڏاڙيلن بابت سندس لکيل ليک پڙهيم. انهن ڏاڙيلن جي لٽ مار جا به ڪيئي قصا ٿر ۾ مشهور آهن جيڪي ڪيترائي ماڻهو رومنٽسائيز ڪري پيش ڪندا آهن پر خالد عجيب ڳالهه لکي آهي ته ياٽي ڏاڙيل انين جا وڳ ڏاڙي مان ڪاهي وڃي جيسلمير ڪان نڪرندا هئا پر هنن ڪڏهن به ڳئون جو ڏاڙو نه هنيو چو ته ڳئون کي هندو مذهب ۾ ماتا جو درجو مليل آهي ۽ نه ئي هو ڪڏهن عورت تي هٿ کڻندا هئا. عجيب رواداري ۽ سهپ واري سنڌ هئي جنهن جي ڏاڙيلن جي اکين ۾ ايترو حياءُ شرم هوندو هو ته هُو ڳئون جو ڏاڙو نه هڻندا هئا. مونکي ڪنهن ٿريئي دوست ٻڌايو ته مٺي جي بازارن يا گهٽين ۾ ڪڏهن مسلمانن ڪاسائي به ڳئون کي سرعام نه ڪُهندو يا سير وجهندو. ان راوداري واري منهنجي سنڌ جا نقش ڪيئن پيا مٽجن سو هاڻي وڃي ڪو پارڪر ۾ پڇائون ڪري ته وزيرستان ۽ وانا ڪان منتقل ٿيندڙ مخلوق ڪيئن پئي پنهنجي نوعيت جي مذهبي منافرت ڦهلائي.

دنيا جا مختلف سماج پنهنجي پنهنجي معاشي، سياسي ۽ سماجي لقائن جي رونما ٿيڻ ڪانپوءِ بدليا آهن ۽ بدلجن پيا. انساني ارتقا ٻنهجو سفر صدين ڪان جاري رکيون پئي اچي. ان ارتقا جي نتيجي ۾ ڪروڙين ماڻهو جهنگلي سماجن ۽ جهنگلي پسمنظرن مان

نڪري اچي شهري بڻيا. ڪڪ پتي مان لک پتي بڻيا ۽ جديد ٽيڪنالوجي جي استعمال ۾ ٻين کان اڳرا بڻيا. انهن شهري سماج وسائيندڙن جي ڪاميابي جون ڪهاڻيون ته اوهان هر هنڌ ڏٺيون ۽ پڙهيون هونديون پر هن سانوري جوڳي ڪي الاءِ جي ڪهڙي سجهي جو هي ڪتاب لکي ميدان تي رکيو اٿس ته پير جهل استاد ٿورو پنيان مڙي ته نهار...ڪهڙن قبيلن ۽ ڪهڙن ماڻهن ڪي پوئتي ڇڏي آيو آهين. ان انساني ارتقا ۾ ڪهڙا قبيلا پوئتي رهجي ويا يا ان انساني ترقي جي ڊوڙ ۾ پنهنجي پنهنجي علائقن مان نڪري نه سگهيا. خالد هن ڪتاب ۾ انهن ڪي ڊوڪيومينٽ ڪرڻ جو تمام ڏکيو ڪم سولي ۽ سليس انداز ۾ ڪيو آهي. هي پاڻ به جيئن ته اٿپڙهيل ۽ جهنگ جو ماڻهو آهي تنهنڪري اجان تائين بابُو لڪارين واري منافقت ڪونه سکي سگهيو آهي. جيڪي شهري ۽ ڪمپيوٽرائيزڊ دانش جي بنياد تي ڪٽ اينڊ پيسٽ پاليسي جا ماهر بڻيل آهن ۽ سندن سکو هر جاءِ هلي ٿو. پر هن يار پاڻ وڃي انهن قبيلن سان ملاقاتون ڪيون ۽ ساڻن روبرو وڃي حالي حوالي ٿيو، جن شايد جوڳي جو رلٽو ملٽو انداز ڏسي سوچيو هوندو هي به پنهنجي ئي ڪنهن پٽڪيل جپسي قبيلي جو ماڻهو پيو لڳي. ويهاريوس گوڏ گوڏي تي رکي پرسان.

خالد پنهنجي هن ڪتاب ۾ عجيب خبرون ڪيون آهن جيڪي سندس مشاهدي تي مبني آهن. هن ڪنهن سنديافته ڏاهي وانگر ڪي ٽي سئو ويهه پرڏيهي ڪتابن جا ريفرنس ڪونه ڏنا آهن، پر انهن لاڏائو قبيلن سان ملي جيڪي پاڻ اجان به ابائي ڪرت ڪنهن ڪنهن صورت ۾ سنڀاليو پيا اچن، انهن سان ملي هن اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اهي لاڏائو قبيلا ڪرد ناهن نه ئي ڪٿان لڏي اچي سنڌ ۾ ساهه پٽي وري لڏي وڃڻ وارا آهن پر هي اوير کان ايل مخلوق آهي. جن جي نصيب ۾ بقول خالد جي ته پيڙهين کان پنڌ لکيل آهي. خالد جو هي ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ ئي معلوم ٿيندو ته اهي ڪبوترا، راجپوت، گرگلا، شڪاري ڪير آهن. ڪبوترن جي تاريخ لکندي هو ٻڌائي ٿو ته اهي نٽ راج آهن. نٽ معنيٰ ناچ يعني هي ناچ جي ڪال جا شاهه

ڪاريگر هئا جيڪي درٻارن ۾ ڪرتب ڏيکاريندا هئا. جڏهن درٻارن جو دور ختم ٿيو تہ هنن جي دربدرين جو دور شروع ٿيو. اهي نٽ راج مان ڦري ڪبوترا ڪيئن ٿيا..انهن ڪبوترين جي عاشقن ڪي ڪيجو چو ٿو چيو وڃي ۽ سندن رهائشي جڳهيون پيڙا جي نالي سان چو مشهور آهن. اهو تہ خالد جي ئي زباني ٻڌجي تہ بهتر.

هن ڪتاب ۾ اوهان کي لاڏائو قبيلن جي باري ۾ فرسٽ هينڊ انفارميشن ملندي. جيئن گرگلا..جن بابت خالد لکي ٿو تہ هي ساڳي نک ۾ يعني ويجهن رشتيدارن ۾ شادي ڪن ئي ڪونہ. گرگلن لاءِ هو لکي ٿو تہ اهي ڄمن ئي پنڻ ۽ پيئڻ لاءِ ٿا..ان ئي ليک پڙهڻ سان پتو پوندو تہ گرگلا سوئر جو شڪار ڪري سندس گوشت سڪائي نري پيئڻ مهل کائين ٿا. هلو اها ڳالهہ تہ سمجهہ ۾ اچي ٿي پر اهي گرگلا پنهنجي ڌيءُ کي پرڻائڻ مهل پلو ڪتو ڏاج ۾ ڪيئن ۽ چو ٿا ڏين...اهو پڙهي مونکي ڏاڍو مزو آيو. اوهان کي بہ دلچسپي هجي تہ پڙهي ڏسو.

هن ڪتاب ۾ ٿوڻل خبرون آهن جهنگ جي ماڻهن جون ڪيل. سو جيڪڏهن ڪو شهري بابو ان کي بور ڪنڊڙ سبجيڪٽ سمجهي تہ شوق سان نہ پڙهي پر جي پڙهي ورتائين تہ هو ڪنجوس واپارين جي دل جهڙين شهري سوڙهين گهٽين مان ٻاهر اچي ويندو.ڪيس ريٻارين جي خبر پئجي ويندي تہ انهن ڪارا پڪڙا دودي سومري جي ڏک ۾ ڪونہ پهريا هئا پر اها سندن ريت رسم رواج هيو. ريٻارين باب خالد جو اهو انڪشاف پڙهي مونکي اڌ ٿريو ۽ اڌ شهري دانشور ياد اچي ويو جنهن حيدرآبد جي هڪ شاندار چانڊوڪي رات ۾ انهن ريٻارين تي وڏي بريفنگ ڏني هئي. هن وڏي رومانس سان ٻڌايو هو سومرا حڪمرانن جي ڏک ۾ ريٻاري بہ ڪپڙا ڪارا ڪيو پيا وتن. هاڻي خالد کي ان تنقيد جو بہ منهن ڏسڻو پوندو تہ هن ريٻارين بابت قائم ڪيل مستند ۽ رومانٽڪ راين کي آخر ڪيئن ۽ ڪهڙي بنياد تي رد ڏنو آهي.

خالد جي عجيب خوبي هن ڪتاب پڙهڻ ڪانپوءِ سامهون

آئي آهي تہ خالد روبرو ڳالھ ڪرڻ جي هنر ۾ مون جيان جڏو آهي ۽ بنھ شرميلو پر لکڻ ۾ هو اهڙو منڊ وجهيو ڇڏي جو ماڻهو ليک پورو پڙهڻ کانسواءِ ڇڏي نہ ٿو سگهي. جنداوڙن بابت هن ڪتاب ۾ ليک پڙهي مونکي ٽنڊو الهيار جون اهي سوڙهيون گهٽيون ۽ قائمخاني محلو ياد اچي ويو جتي منهنجو اچڻ وڃڻ تہ هيو پر آخري ڀيرو ماما فيضو سان گڏجي آئون ان جهوني خورشيد قائمخاني سان ملڻ ويو هيس جيڪو ماما فيضو کانسواءِ ڪنهن کي بہ لاچار هيو. ان خورشيد قائمخاني جي زمينن تي بہ آئون ويو هيس جتي هن پنهنجي ڪولهي هارين جي ڳوٺ جي وچ ۾ پنهنجو هڪ آستانو ٺاهيو هو جنهن ۾ هن لنچ پاڻ تيار ڪئي هئي ۽ اسان ڪتابن جي ڪمپني ۾ اهو ڏينهن گڏ گذاريو هو. خورشيد قائمخاني سان ٽنڊو الهيار جي هڪ مخصوص هوٽل تي مڇي سان ماني کائي مٺان سندس پسنديده حلوو کاڌوسين ۽ پوءِ اچي جنداوڙن جي ان پاڙي پهتاسين جنهن جو ذڪر خالد هن ڪتاب ۾ ڪيو آهي.

جنداوڙن جون حالتون ۽ سندن گهر مون بہ اکين ڏٺا آهن پر خالد ڏادي سهڻي انداز ۾ پيو ٻڌائي تہ، پاڻ ۾ پنج پنج روپيا گڏ ڪري چرس پيئندڙ مرد ۽ ناس جي چپٽي چپ ۾ هٽندڙ هي قبيلو دربدر قبيلو آهي.

ائين ئي هي لاڪري جوڳي اصيل نانگ جهليندڙ جوڳين بابت بہ ڏادا دلچسپ قصا پيو ٻڌائي تہ نانگن جي 172 قسمن منجهان ٻي پيري صرف لنڊي بلا آهي. دل ۾ آيو تہ فون ڪري جوڳي کان پڇان تہ انسانن جي لڪين قسمن مان کهڙا ٻي پيرا ۽ لنڊي جهڙا زهريلا آهن يار..ڪجھ اسان کي بہ ٻڌايو. هن ڪتاب ۾ شامل جوڳين بابت ليک پڙهڻ سان ئي پتو پوندو تہ جيڪڏهن جوڳي پنهنجي ڌيءَ کي ڏاج ۾ اصيل نانگ جي مڻ، سيارسنگهي پوٽي ۽ تازي ڪتو نہ سمجهو ڪجھ نہ ڏنو...

نانگن جي دنيا ۾ پيئڻ بلا کان ٿر جا ماڻهو بهتر نموني واقف آهن. ان پيئڻ بلا جنهن کي ٿر ۾ ڦوڪٽي بہ چوَن ان جو ڪَکيل ماڻهو جو علاج ڪيئن ٿو ٿئي. ڏاچيءَ جي ڪير ۾ پاڻي

ملائي پيارينڊڙ مومل مريضن جو علاج ڪيئن ٿي ڪري يا وري مريضن کي ابتو ٽنگي الٽيون ڪرائي پيئڻ بلا جو زهر ڪيئن ٿو ڪڍيو وڃي. اهو سڀ ڪجهه هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل آهي. صرف اهيو ئي نه پر هرڻ جي شڪار ۽ شڪارين جي شوق بابت پڻ واهه جو لکيو اٿس ته، "حليم پلي ته 14 سئو ايڪڙ ٻني جا بندوق جي نال مان ڪڍي ڇڏيا." ان جملي ۾ سنڌ اندر خفتين لاء شڪار جي اهميت ڪيڏي نه اثرائتي نموني واضع ڪيل آهي.

خالد هن ڪتاب ۾ لاڏائو قبيلن، شڪارين، خفتين ۽ ڪنيارن جا احوال اهڙي ته پيرائتي نموني پيو چٽي جهڙو هن اهي ڪم هٿ مان ڪڍيا هجن. سنڌس هي ليک مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ آيل هوندا پر هڪ ويهڪ ۾ انهن کي پڙهڻ جو پنهنجو مزو آهي. بلڪل اهڙو مزو جهڙو ان انگريز مائي جو ڪتاب، جنهن انڊيا ۾ جتن سان اٺ مهينا سال گڏ گذاريو، سفر ڪيو ۽ کير پيتا..تڏهن وري اچي ان جپسي سفر بابت ڪتاب لکيائين ته واهه واهه ٿي وئي.

خالد آهي مون وانگر صفا اٿپڙهيل: جي ڊگري پڇبس ته ابا انٽر پاس، پر سنڌس ڪم اهڙا جو اينٿراپالوجي وارا اچي ٻيهر تحقيق ڪن ته هي همراه ڪهڙيون پيو خبرون ڪري ته عرب تلور جي شڪار وقت عرب مئو مارايو تلور جي گجي ڪنهنکي ڏين ئي ڪونه..سنڌس ان ڳالهه جي تصديق آئون انڪري ٿو ڪريان جو اتزو جاتي ڪان پريان ڊيلٽا ۾ آئون به ويس باز جي شڪار بابت رپورٽ تيار ڪرڻ. باز جي شڪار جي هيراڪ ملاحن پڻ اها ڳالهه ڪئي ته تلور جو گوشت ملي ويندو باقي تلور جي گجي عرب هرگز ڪونه ڏيندو.

هن ڪتاب ۾ واقعي به جهنگ جون ڳالهيون ڪيل آهن. جيڪي توهان اسان جي اڄوڪي شهري ٽيندڙ نسل کي شايد ئي سمجهه ۾ اچن جو ته جيڪڏهن ڪنهن جي هڏي فريڪچر ٿيندي ته اهو ظاهر آهي ڪنهن نه ڪنهن آرٿوپيڊڪ اسپيشلسٽ ڏانهن ڊوڙندو پر هي جهنگن جا ماڻهو هنن جون پنهنجون خبرون. خالد لکي ٿو انهن ڪنيارن بابت جيڪي هڏي جوڙ جو ڪم وڏي

مهارت سان ڪندا هئا. چوي ٿو ڪاريگر جو هٿ ئي ايڪسري آهي. جيڪو هٿ لائي ٻڌائيندو ته ڪٿان ۽ ڪيتري هڏي ٽٽل آهي. ڪيئن جڙندي. سندس اهو ليک پڙهي مونکي پنهنجو ڳوٺائي استاد رسول بخش ڪنڀر ياد اچي ويو جنهن منهنجي ڪاليجي فرسٽ ييئر ۾ گولي لڳل ساڄي ٺونٺ جون آپريشن بعد اهڙيون ته مالشون ڪيون ۽ پٽيون ٻڌيون جو سرجن پاڻ حيران هو ته هي ٻانهن سڌي ٺيٺي ڪونه هئي ڪيئن سڌي ٿي.

هي به هڪ ئي ڪتاب ۾ عجيب لقاءُ آئي رکيا اٿس. اچو جيڪڏهن گهوڙن جي شوق تي ته خالد هر قسم جي گهوڙي جا حسب نسب ڪڍي ٻڌائي ٿو ته اها گهوڙي يا گهوڙو ڪيئن ڊوڙندو ڪيترو ڊوڙندو. پر هو ته شوقينن بابت پڻ اهو ٻڌائي ٿو ته شوقينن کي گهوڙن سان عجيب عشق ٿي وڃي ٿو. جيئن ڪاڪو سڄڻ چانڊيو جيڪو جڏهن ڪٽ تي ڪريو تڏهن به چوندو رهيو ته منهنجي ڪن گهوڙي جي پاسي ۾ رکو ته جيئن هن ڏاڻ جو آواز ٻڌان ته ننڊ اچي نه ته ننڊ نه ٿي اچي.

اهي خالد جا ڪمال آهن جنهن هڪ ئي ڪتاب ۾ اصلوڪن ڌرتي ڌڻين جي لاڙائو قبيلن جا حسب نسب سندن ئي جهوپڙين ۽ پکن ۾ وڃي ريڪارڊ ڪيا ۽ لکيا آهن. انهن ليکن کي اجان به وڌائي سگهجي ٿو. منهنجي خيال ۾ خالد وٽ انهن قبيلن بابت معلومات تمام گهڻي آهي پر هن انهن بابت جيڪي ليک لکيا آهن سي اخبارن ۽ رسالن جي گنجائش کي نظر ۾ رکي لکيا آهن جنهنڪري اهي محدود ٿي ويا آهن. هن وٽس موجود وسيلن آهر اهو ڪم سنئو ڪيو آهي چو ته لاڙائو قبيلن جيان سنڌ ۾ لاڙائو لکارين کي به ڪو سرڪاري يا غيرسرڪاري ادارو سهڪار نٿو ڪري ته هو پلي دل کولي تحقيق ڪن ۽ لکن پوءِ سندن ڪتاب ڇپرايا ويندا. اهڙي سهوليت انهن ڪاپي ۽ پيسٽ جي ماهر محققن لاءِ عام جام آهي جيڪي ٻيو ڪو موضوع نه ڏسي شاهه جي شاعري ۾ زرعي گاهه جو ذڪر ۽ سندس اهميت جهڙن موضوعن تي به پي ايڇ ڊيون پيا ڪن. پر هي اصل پي ايڇ ڊي جهڙا موضوع خالد جهڙن ڪنگال لکارين

جي حصي ۾ ٿا اچن جيڪي پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري لاڏائو قبيلن ڪي ڊاڪيومينٽ ڪن ٿا. خالد ڪي اهي ليک اجان تفصيل ۾ لکڻ کپن، اها منهنجي خواهش آهي. باقي سندس حالتون ان جي اجازت ڏين ٿيون الاءِ نه اهو ته هو پاڻ ڄاڻي ٿو.

هن ڪتاب ۾ لاڏائو قبيلن سان گڏ ڪجھ پروفائيل به ڏنل آهن. جن مان ڊيني ۽ بينن فارم، فقير مقيم ڪنيار، ڪامريڊ اومومل مسافر، پارومل ڪولهي ۽ بين جي زندگين تي بهترين پروفائيل لکيل آهن.

پر مونکي هن ڪتاب جو اهو حصو وڌيڪ وڻي ٿو جنهن ۾ هن لاڏائو ۽ غير روايتي ماڻهن ۽ قبيلن تي لکيو آهي. ان حصي ۾ سندس لکڻ جو انداز تمام بهترين آهي. جنهن ۾ هو جڏهن پيرين جو خبرون ٿو ڪري ته ٻڌائي ٿو ته ڪاڪو سوڍو رونجهو پنهنجي دور جو وڏو پيري هو.هاڻي ته رهيو پنهلجو پير به ڪونه ٿو سڃاڻي پر هن وٽ پنهنجي دور جون وڏيون يادگيريون آهن. ان ۾ هو ٻڌائي ٿو ڪيئن نه هلندڙ برسات ۾ چوري ٿيل گهوڙين جا پير ڪٽندا هو به تڏهن وجي چورن جي ڳوٺ پهتا جڏهن چورن گهوڙيون ٿمائي هٿ منهن ڌوئي ماني پئي کاڌي. پيرين جو اهو نسل سنڌ مان ناياب ٿي ويو آهن. حالنک سندن جڳھ فوج جي پاليل کوجي کتن اچي ورتي آهي پر انهن جديد کتن راڄ ويڙهائي چٽ ڪيا آهن. پر مجال آهي پراڻن پيرين جي جو هو چورن ۽ پاڳين جا جهيڙا ڪرائين. هاڻ ته چور به جديد ٿي ويا آهن پنهنجو پيرو ڇڏين ئي ڪونه پر ان ۾ خالد جي ڳالھ وزندار لڳي ٿو ته بس پاڳئي جو ڪو به ناهي سڀ چور جا آهن.

اهڙين خبرون ڪرڻ واري خالد ،جنهن کي آئون سدائين جوڳي چوندو آهيان، ان خالد جي ڪتاب منهنجون ته سياري ۾ به ننڊون حرام ڪري ڇڏيون..توهين پڙهي ڏسو پوءِ راءِ قائم ڪريو.

نثار کوکر

حيدرآباد.
2 جنوري 2014

# دربدريون، ڏکا ۽ رولاڪيون

وري هڪڙي ننڍڙي ويساهين ڪان پوءِ هيٺين چڪ ڪاڏي تہ لکڻ وارو خفت ڪجي. انهي لکڻ واري خفت ۾ پاڻ کهڙا خفتي آهيون، اهو تہ اوهان کي ئي طئہ ڪرڻو آهي پسر هن پيري خفت ۾ لهڻ ڪان پهرئين اهو اسان طئہ ڪيو هو تہ کهڙي جوءِ ڏانهن جهنگ منهن ڪبو. سو هن پيري ڪتابن جا پنا اٿلائڻ ۽ پنهنجي عقل ۽ دانش واري اجائي لباڙ هٽڻ بدران پنهنجي ئي آس پاس هٽورازيون هنيون آهن. انهن ۾ جيڪو ڪجهہ پنهنجي هٿ لڳو آهي سو جيئن جو تيئن اوهان جي اڳيان آهي. ڪٿي ڪٿي اهڙا لفظ بہ ايندا جيڪي اوهان جي ڪنن نہ هن کان اڳ ٻڌا هوندا نہ وري اوهان جي اکين ڏٺا هوندا پر ڪجي ڇا جو جيڪو اکر، ڳالهہ، تجربو، مشاهدو جيئن مليو آهي. پاڻ جيئن جو تيئن اکر اکر ڪري لکيو آهي. اوهان ڪٿي ڪٿي ڊگها جملا بنا ڪاما ۽ فل اسٽاپ جي پڙهي پريشان بہ ٿيندا پر ڪجي ڇا جو ٿر جي واري جي پنڌ ۾ ساهي پٽڻ لئہ نہ ڪٿي ڪا ڪامان آهي ۽ نہ ئي وري فل اسٽاپ آهي. پر اها اميد آهي تہ هر جملو پڙهي وري اڳئيون جملو اوهان کي سڏ ضرور ڪندو جئين هڪڙي پٽ چڙهڻ ڪانپوءِ وري اڳئين پٽ سڏيندي آهي. ٻولي وارو ڪمال بہ پنهنجي تخليق ناهي. اها تہ پاڻ کي ورثي ۾ ملي آهي. ٻاروتڻ کان پنهنجا ڪن اهي لفظ ٻڌندا آيا آهن.

هنن لکڻين ۾ گهڻيون تڻيون اکين ڏٺيون ڳالهيون آهن پر ڪي ڪنن ٻڌيون ڳالهيون بہ آهن. پر ڪنن ٻڌي ڪا بہ اهڙي ڳالهہ ناهي ٽنبي جيڪا ٻڌائيندڙ اکين نہ ڏٺي هجي. رول قبيلن انهن پکيراجن جي پکن ۾ وهندي آرٽ جي بي قدري ۽ بد حالي بہ ڏٺي آهي. هنن جي هي پيڙهي تہ پنهنجي اڳئين پيڙهي جي آرٽ جي اکين ڏٺي شاهد آهي. پر اجان اڳئين پيڙهي پنهنجي ايندڙ نسل کي ٿي سگهي. هنن جي جسم فروشي ۽ پنڻ واري پٽ جا داستان ٻڌائي. جهونن جوڳين جو نانگ بلا جي جهلڻ وارو فن تہ هاڻ نانگن تي تحقيق ڪري دوائون ٺاهيندڙ ڪمپنيون بہ ڪري ٿيون سگهن. پر مرلي تي نانگ جو جهولائڻ ٿي سگهي ٿو اهي ڪمپنيون بہ نہ ڪري سگهن. موسميات کاتي ۽ ٿر وارن ڏوڪرن جي اڳڪٿين تي بحث هلندڙ آهي. اها ڳالهہ اڃان ٽٽي ناهي. پر اڳتي هلي هنن ڏوڪرن کان پوءِ ڪير هوائن جي تبديل ٿيندڙ رخن ۽ ڪڪرن جي رنگ ماڪوڙين جي ننگري وٺن مان ٿي سگهي ٿو موسم جو حال نہ بہ ٻڌائي سگهي.

انهن ڪردارن ۽ قبيلن جي رولاڪين، دربدرين ۽ ڏکن جا داستان ته لکڻ ۾ آهن، پر پاڻ کو گهٽيون رولاڪيون ناهن ڪيون. اهي ڪردار ۽ قبيلا پنهنجي آس پاس موجود هئا. پاڻ رڳو اوڻارين جي جهوڪ تي ويا آهيون ۽ ڪبوترين جي پيڙن جا پنڌ ڪيا آهن. باقي هن ڪتاب لکرائڻ لئہ مواد بہ انهن ڪبوترين، جوڳڻن، مدارن، اوڻارين ۽ شڪارين وٽان مليو آهي.

آئون تہ اهو ٿو سمجهان تہ هن ڪتاب جا ڪيترائي ليکڪ آهن مون رڳو پين ڪٽي اهي اکر پنن تي لکيا آهن مواد تہ انهن جو آهي. هي ڪتاب انهن جهنگ جي ماڻهن جو لکيل آهي. انهن آرٽسٽن جي آرٽ جو ڪمال آهي.

هي ڪتاب کو انهن قبيلن ۽ ڪردارن تي مڪمل ڪتاب ناهي. ڇو جو انهن ڪردارن ۽ قبيلن جي ڪيترائي رک آهن. هي حرف آخر ناهي. هي هڪڙي وک آهي. اڳتي ڪير انهي پنڌ ۾ بي وک بہ وڌائي سگهي ٿو.

هنن لکڻين کي ٿي سگهي ٿو مون وارو اهو يار طيب آريسر اکر اکر ياد بہ ڪري ويو هجي. جنهن هر اکر لکڻ کان پهرئين بہ ٻڌو آهي تہ ڇپجڻ کان پهرئين بہ ۽ هنن موضوعن تي لکڻ لئہ مونکي سائين مسعود لوهار مسلسل اتساهيندو رهيو تہ توکي انهي پاسي ڪم ڪرڻ گهرجي نہ پر تنهنجي ذميواري آهي ڪر ۽ انهن لکڻين تي فيڊ بئيڪ بہ ڏيندو رهيو. سائين عزيز سولنگي مونکي ڪاوش ۾ اسپيس نہ ڏي ها تہ ٿي سگهي ٿو انهي ڪتاب جو اهين لکڻ ممڪن نہ ٿي سگهي ها اهو پڻ هڪڙو اتساهہ هيو. ۽ همسفر گاڏهي جو پيار بہ هان جڏهن سائين ممتاز بخاري ۽ ياسين جوڻيجو ماءِ پبليڪيشن طرفان هي ڪتاب ڇپرائي رهيا آهن تہ آئون سندن احسان مند آهيان. نثار کوکر جنهن جا آرٽيڪل آئون ور ور ڏئي پڙهندو رهيو آهيان. آريسر صاحب جنهن تي، مون جڏهن قلم کنيون تہ پهريون اکر سائين تي، لکيو هو. انهن پنهي منهنجي ڪتاب تي لکيو آهي اهو منهنجي لئہ وڏو اعزاز آهي. نصير منهنجي خيالن جو هم راز رهيو آهي.

**خالد ڪنيار**

نهڻو مهرائو ٽر
03362339960

## رولاڪ قبيلا ڪير آهن ۽ ڪٿان آيا؟

هي جيڪي جتان ڪٿان پيا ترڙجن، دربدريون ڪن ۽ ڏڪا کائن، جن جي نصيب ۾ پيڙهين کان پنڌ لکيل آهن، انهن رولاڪ ۽ دربدر قبيلن جا ابتا سبتا پيرا ڪيترن ئي پيرين ليکيا آهن. اهي هنن قبيلن جا سبتا پيرا ليڪيندڙ پيري ته وڃي پرديس مان اڳتي نڪتا آهن. چون ٿا هي رولاڪ قبيلا رولاڪيون ڪندا ڏڪا کائيندا وڃي يورپ ۽ رومانيا مان اڳتي نڪتا آهن. هنن جي اتان وڃي نڪرڻ جا سبب هو ڪيترائي ٻڌائن ٿا. هڪڙا چون ٿا ته هي هتان رلندا پنندا ڏڪا کائيندا وڃي اتان نڪتا، ٻيا وري چون ٿا ته مختلف وقتن تي حملي آورن حملي وقت هنن کي غلام بڻائي مختلف ملڪن ۾ وڃي روليا آهن، ۽ وکرو ڪيا آهن. ڪي وري چون ٿا ته حملي آورن جي حملن وقت هي ٽاهه ڪائي ڊپ ۾ ڀڳا آهن، پوءِ جيڏانهن ڪنڌ اوڏانهن پنڌ، بس جيترا وات اوتريون ڳالهيون آهن. پر جن پارکو پيرين هنن قبيلن جا ابتا پيرا ليکيا

آهن سي هنن جا پيرا اوهاڙيندا ابتا پيرا ڪٽندا اچي اتي دنگ ڪيا آهن تہ هي سنڌو ماٿري جا درياءَ جي ڪناري تي وسندڙ اصلوڪا رهاڪو آهن. هي اهي ئي جهنگلي قبيلا آهن جيڪي هاڻ دراوڙ سڏجن ٿا، جن کي اچي آرين پنهنجي ئي وطن ۾ بي وطن ڪيو. هي تڏهوڪا ٿاهر ڪاڏل قبيلا آهن، انهن ڏينهن ڪان وڻي سرن جا پڪال ڳڏهن تي پيا رلن. اهي ٿيون پارڪو پيرين جون ڳالهيون جن مان اڪثر پارکن ڪتابن مان ئي پير اهاڙيا آهن. پرديس ڏانهن پير ڪٽي وڃي ڪٽائيندڙ بہ ابتا پيرا ڪٽندڙن جي انهي راءِ سان سهمت آهن تہ هي دراوڙا ئي آهن.

هاڻ جي ڪڏهن انهن رولاڪ قبيلن سان رولاڪيون ڪبيون ۽ ڏاها پڇائبا تہ اجان هڪڙا پيرن جا نشان بيا بہ ملي پوندا. جيڪي پيرا دراوڙن ڏانهن وڃن ئي ڪونہ ٿا. اهي پيرا اتي ئي پيل نڪرن ۽ ڪجهہ بين اصلوڪن رهاڪن ۾ ڪٽن ٿا. هاڻ اوهين انهن رولاڪ قبيلن جي "ڏيرن" ۽ "پينڙن" تي وڃي انهن جي ڪانن وارن پڪن ۾ ويهندا ۽ هنن کان ئي هنن جا پيرا ڪٽائيندا تہ هنن مان ڪو چوندو تہ آئون راٺوڙ راجپوت آهيان، ڪو چوندو اسين مرڪٽ آهيون، جيڪا پيلن جي نک بہ آهي. ڪبوترا پنهنجو پاڻ کي راجپوت سڏائن ٿا. گرگلا پنهنجو پاڻ کي راجپوت سڏائن ٿا ۽ انهن ۾ ڪجهہ پيلن جي نکن وارا بہ آهن، جيئن مرڪٽ، ليڙيا، ڪاريندا. جنداوڙن ۾ باقائدا پيل ذات بہ آهي تہ راجپوت بہ. بيو هنن قبيلن وارا ماڻهو گهٽي پاڳي هندو مت سان تعلق رکن ٿا، اهي بہ ديوين ۽ ديوتائن جا پوڄاري آهن، جن مان گهٽا تہ راما پير جا مڃيندڙ آهن. انهي ڪري هي، انهن جو مذهبي طرح بہ حصو آهن. ٿيون، جيڪڏهن اوهان هنن ماڻهن جي زبان ڏسندا جيڪا هي ڳالهائن ٿا. اها بہ گهٽي پاڳي مارواڙي ۽ گجراتي آهي، ڪٿي ڪٿي جيسلمير وارو لهجو بہ آهي. اجان تائين هو اها ئي ٻولي ۽ لهجو ڳالهائن ٿا، جيڪو سنڌو ماٿري سان تعلق نٿو رکي. هنن قبيلن جو جيڪڏهن توهان لباس ڏسندا تہ اهو بہ سنڌو ماٿري وارو ڪونهي، توڙي جو هاڻ هنن وٽ اصلوڪو لباس ڪونهي رهيو، پر وري بہ هي جيڪو پائن ٿا، اهو گجرات، مارواڙ

۾ جيسلمير وارو آهي. هڪڙي ٻي ڳالهه تہ ٺڪر ۾ پيل صرف سنڌو ماڻر جا رهاڪو ناهن. انهن مان گهڻا اوپر جا رهندڙ بہ آهن. جيڪڏهن هنن قبيلن کي ڏسجي تہ هي اوپر مان آيل لڳن ٿا. پوءِ اهي جوڳي هجن، ڪبوترا هجن جيڪي اتي بازيگر سڏجن ٿا، مداري هجن جيڪي هتي مچلا سڏجن ٿا. ڳئوِاريا هجن جيڪي هتي ڳرگلا سڏجن ٿا، يا جنداوڙا هجن. هو اوهان کي اهو ٻڌائي ڏيندا تہ اسان پالڻ پور جا آهيون. ڪي وري چوندا اسين ٻاڙمير، ڇهوٽڻ ۾ راڌڻ پور جا آهيون، پنهنجو ڏس اوپر ۾ ڏيندا. هتي هنن جو بس ٿر جي آس پاس مڙهہ مقام هوندو. جيئن ڪبوترن جو عمرڪوٽ ۾، ڳرڳلن جو پٽ پائٽي ڪپري واري ٿر جي ڪس ۾. بس هي هتي ٿر جي ڪس ۾ رهيا پيا آهن.

هاڻ پهرين اچون ٿا انهي ڳالهہ تي تہ اهي پيل، ٺڪر يا ٻين قبيلن جا ماڻهو انهن سان ڪيئن اچي مليا، يا اهو مختلف قبيلن جو مڪسچر رولاڪ قبيلا ڪيئن ٿيا. انهن جي ملڻ جو هڪڙو بنيادي سبب انهي ڏينهن ۾ مضبوط پنچائتي نظام هو، انهي مان جنهن کي بہ نيڪالي ملي، اهي اچي هنن سان مليا. سائين منگل سنگهہ ڊانڊل مني وارو چوي ٿو تہ جڏهن ڪنهن راجا، مهاراجا يا راڻي جي خلاف راٽپ يا راجائي حاصل ڪرڻ لاءِ هن جو ڀاءُ يا ڪو ٻيو رشتيدار اندروني طور سازش ڪندو هو ۽ انهي سازش جي خبر جڏهن راجا يا راڻي کي پوندي هئي، تڏهن اهو راجا يا راڻو انهي سازشي کي سزا طور ڪاري گهوڙي تي ويهاري، ڪارو ويس پارائي، ڪارو پٽڪو ٻڌائي، ابتي تلوار سوار جي هٿ ۾ جهلائيندو هو. تلوار جو منهن سوار ڏانهن هوندو هو. ابتي ڍال جهلائي پوءِ سڄي راڄ ۾ اعلان ڪرائيندو هو، جيڪو هن سان وڃڻ چاهي اهو پلين وڃي. پوءِ انهي کي انهي راڻي جي ست راڄي راجائي مان ٻاهر ڪڍيو ويندو هو. انهي جو انهي رياست ۾ راجائي ۾ پاڻي پيئڻ بہ منع هوندي هئي، انهي کي ديس وٽو ڏيڻ چئبو هو. پوءِ اهي ديس وٽو ڏنل همراهہ ڪڏهن ڪڏهن ديس مان ٻاهر وڃي، انهي راجائي ۾ رياست ۾ ڌاڙا هڻي، انهي ديس جو امن خراب ڪندا هئا. انهي کي پر وٽيا چئبو هو. پر

انهن مان جيڪي نڪرندا هئا. انهن مان ڪي اڃي انهن رول قبيلن سان ملندا هئا. پوءِ اهي انهن سان رهي انهن ۾ ملي ويا.

ٻيو سائين تلجا رام ڀيل چوي ٿو تہ ڀيلن جي پنچائت ايتري مضبوط هئي، جو انهي جو فيصلو انگريز سرڪار وٽ بہ قابل قبول هوندو هو. انهي پنچائت جي فيصلي ٿيڻ وقت ٻہ هوندو هو جو گول ليڪو ڪڍيو ويندو هو، انهي ليڪي جي هڪڙي پاسي فريادي ڌر جا ماڻهو ويهندا هئا ۽ ٻي پاسي ڏوهاري ڌر جا ماڻهو. ليڪي جي وچ ۾ پنچائت جا پنج چڱا ويهندا هئا ۽ ٻيو ڏوهاري ويهندو هو. انهي ليڪي ۾ ٻي ڪنهن کي بہ اچڻ جي اجازت نہ هوندي هئي، جيڪو اهو ليڪو ٽپندو هو انهي کي بہ ڏوهاري سمجهي سزا ڏني ويندي هئي. چون ٿا تہ راڻي چندر سنگهہ جو پيءُ راڻو ارجڻ سنگهہ عمرڪوٽ وارو اهو ليڪو ٽپيو هو، جنهن تي ڀيلن جي پنچائت راڻي کي ڏوهاري قرار ڏنو هو ۽ هڪ ٽڪو ڏنڊ رکيو هو. جنهن تي راڻي چيو هو مون تي ٽڪو ڏنڊ نہ وڏيڪ ڏنڊ رکو، آئون ذات جو راڻو آهيان. پوءِ ٻنهي ڌرين جون ڳالهيون ٻڌي پوءِ فيصلو ٻڌايو ويندو هو. انهي فيصلي ۾ جيڪڏهن ڏوهاري جو ڏوهہ ڪو وڏو هوندو هو تہ اتي پنچائت ڪارڪ وڍيندي هئي. ڪارڪ وڍڻ انهي ڳالهہ جي نشاني هوندي هئي تہ انهي ڏوهاري کي برادري مان ڪڍيو وڃي ٿو. انهي سان سڀ واسطا ختم ڪيا ويندا هئا، ڪو بہ برادري جو ماڻهو انهي ڏوهاري سان ڪوبہ واسطو نہ رکندو، جيڪڏهن ڪنهن شادي يا ماني ۾ انهي همراه اچي ماني کاڌي تہ انهي مٽي جي ڦيلي کي لتون هڻي ڀڳو ويندو هو. انهي همراهہ کي ٿيلها ڏئي ٻاهر ڪڍيو ويندو هو. پوءِ پنچائت مان نڪتل ماڻهو وڃي انهن قبيلن سان مليا. هڪڙا اوهان کي انهن رول قبيلن ۾ اهي نڪتل ماڻهو بہ ملندا.

ٻيا هنن قبيلن ۾ اهي قبيلا آهن، جيڪي مهاراڻي پرتاب سنگهہ چتوڙ گڏ واري ۽ اڪبر جي وچ ۾ لڳل جنگ جي نتيجن ۾ اهو قسم ڪائي تڪتا تہ جيسائين بادشاهي مهاراڻا کي واپس وٺرائي نہ ڏيندا سين تيستائين گهر اڏي نہ ويهنداسين. جنهن ۾ لوهار آهن، جيڪي هاڻ گهر اڏي تہ ويٺا آهن، پر پنهنجي گهر جو چلهو مستقل

تبديل ڪندا رهندا آهن. اهي لوهار چنور گڏيءَ ۾ هٿيار ناهيندا هئا. ڀيل واڙو به اتي چنور گڏيءَ ۾ آهي. ڀيل مهاراجا جي سپاهه هئا، سو مهاراجا پرتاب سنگهه موجوده چپسين جو ڏاتار هو. اتي انهن کي اسٽيٽون ڏنيون هيون، جنهن ۾ لوهاريا، اسٽيٽ، گئواريا ۽ ڀيل واڙو به اتي آهن. ٻيا اهي چپسي ٿيا آهن، جيڪي يا ته ڪلاڪار هئا يا ڪاريگر هئا، جيئن ڪبوترا بازيگر هئا، يا بانس جي راند ڪندا هئا. جيئن مچلا مداري هئا، جنهن جي دبلي تي باندر نچندا هئا. جيئن گرگلا ٻارڙن جا رانديڪڙا ناهي وڪڻندا هئا. جنڊاوڙا جنڊ وڪڻندا هئا. جوڳي نانگ جهليندا هئا. اهي سڀ رولاڪي وارا ڪم هئا آهن، پوءِ اهي ٻيا نگر نگر ڦرندا هئا، اڄ هتي ته سڀاڻي هُتي. هنن جي ڪلا ۽ ڪاريگري وارو ڪم هو ئي رولاڪي وارو ڪم. ڳوٺ ڳوٺ وڃڻ ڪرتب ۽ ڪلا ڏيکارڻ ۽ ڪاريگري سان هٿ جي ڪلا وڪڻڻ، انهي ئي هنن کي رولاڪ بڻايو.

هاڻ اهي سڀ ڪلا ۽ ڪاريگريون جديد ترقي واري دور ۾ اهميت وڃائي ويون آهن. پوءِ هنن ئي قبيلن پنڻ، جسم فروشي ۽ ٻيا ڪم ڪرڻ شروع ڪيا. اصل ۾ هي هتي جي ئي ذاتين مان آهن، ڪلاڪار ۽ ڪاريگر آهن، بي قدري هنن جا هي حال ڪري ڇڏيا آهن.

***

# ڪبوترا۽ ڪبوتريون

هنن کي ڪبوترا ۽ ڪبوترين ٺي ڪيا آهن. ڪبوترين جي ڪم جيئن ورنڌ بدن هنن جي قبيلي جو نالو ٺي تبديل ڪري ڇڏيو. نه ته هي نٽ راج آهن، چون ٿا ته نٽ ويڌ ٻه آهي. نٽ جي معنيٰ ٺي ناچ آهي. بانس واري راند هن قبيلي جي سڃاڻپ آهي. انهي ٺي بانس واري راند جي پٺيان هنن تي ڪبوترا نالو پيو آهي. انهي راند ۾ ڇا هوندو هو جو وچ ۾ بانس کوڙيو ويندو هو. انهي ٺي بانس کي چار رسن سان ڪلا کوڙي، ڇڻن ڪنڊن تي قابو ٻڌو ويندو هو، پوءِ انهي ڪلي سان ٻڌل رسي تان ڪبوتري چڙهي بانس ڏانهن ويندي هئي. بانس تي پيرن سان هلندڙ ڪبوتري جڏهن وچ تي پهچندي هئي، تڏهن هيٺان بيٺل ڪبوترو رسي کي لوڏو ڏيندو هو، انهي لوڏي اچڻ سان ٺي ڪبوتري وڏي ڦڙتي سان پنهنجا ٻئي پير رسي ۾ اٽڪائي ڇڏيندي هئي، پوءِ انهي رسي ۾ پيرن جي مدد سان ٻئي لڏندي

هئي. اهو ئي ڪم جيئن ورندڙ بدن، رسي ۾ لڏندي لڏندي وري
پيرن سان رسي تي هلڻ لڳندو هو، انهي رسي تان هلندي هلندي
وچي بانس جي چوٽي تي پهچندي هئي. انهي بانس جي چوٽي تي
وري هڪڙو ڪاٺ مان ٺهيل چرڪو هوندو هو، انهي چرڪي تي
ڪبوتري سمهي رهندي هئي. پوءِ هو اتي انهي چرڪي کي
پنهنجي هٿ سان گهمائيندي هئي، انهي چرڪي کي گهمائي
پنهنجون ٻئي ٻانهون ۽ ٽنگون پرن وانگر ڪندي هئي ته سمورو
هجوم هڪ آواز ٿي چوندو هو، "ڪبوتري ڪبوتري". ايئن اهي
نٽ راڄ مان ڦري هي ڪبوترا ٿيا. ڪبوترين جو چوڻ آهي ته انهي
بانس واري راند ۾ ڪيترين ئي ڪبوتريون اتان وچي ڪريون به
صحيح. هنن جو ته اهو چوڻ آهي: "اسان وٽ ڪو جادو ته هو
ڪونه بس راند هئي. راند ۾ ته ايئن به ٿي سگهي ٿو." خير اها
ڪبوتري وري رسي تان واپس لهندي هئي. انهي ئي رسي تان
لهڻ ڪانپوءِ اها ئي نٽ راڄ ڪبوتري وري اتي پنهنجي جسم جا
ڪرتب ڏيکارڻ شروع ڪندي هئي. بانس تي ناچ، زمين تي بال
وانگر ويڙهجي بولاٽيون ڪائڻ، ورندڙجسم جي ڪلا ۽ ڪرتب
ساري هجوم کي منڊي ڇڏيندو هو. جتي ڪبوتريون پنهنجي
جسم جا ڪرتب ڏيکاريندڙيون هيون اتي وري ڪبوترا لٺ واري
ويڙهه جا وڏا ڪاريگر هئا. ڪبوترو هڪڙو لٺ سان هجي سامهون
پلين پنجاهه همراهه لٺين سان هجن. پر حرام جي ڪبوتري کي
هارائي سگهن. ڪبوترن جو چوڻ آهي ته انهي زماني ۾ اسان کي
جانباز به سڏيندا هئا. انهن لاٺڙين ڪبوترن جو درٻارن ۾ وڏو قدر
۽ عزت هئي. اهي نٽ راڄ ڪبوترا ۽ ڪبوتريون، جڏهن راجائن
مهاراجائن جي درٻارن ۾ ڪرتب ڏيکاريندا هئا، تڏهن ڪبوترن
جو چوڻ آهي ته هڪڙي ڏينهن جي ڪمائي سڄو سال پيا کائيندا
هئا، درٻارن ۾ هنن جي ڪلا جا قدردان هئا. درٻارن وارو دور
پورو ٿيو ته هن قبيلي جي دربدري جو دور شروع ٿيو. اتان هنن
گڏهن تي لڏا ڪنيا، پوءِ جيئسي ٿي دربدر ٿيا. ڪبوترن جو چوڻ
آهي ته اڳي جڏهن اجان آبادي ايتري ڪونه هئي، تڏهن ڪبوترا
لڏن جي صورت ۾ پيا گهمندا هئا. ڪنهن وڏي ڳوٺ کان پرتي

ميدان ڏسي اتي ئي لڏو لاهيندا هئا، پوءِ انهي ڳوٺ ۾ بانس واري
راند ڪندا هئا. ڪبوترن جي لڏي جي سڃاڻپ ئي اها هوندي هئي
تہ انهي لڏي جي ڳڏهن تي بانس ٻڌل هوندا هئا.پوءِ جڏهن آبادي
وڌي ۽ غير آباد زمينون آباد ٿيون تہ ڪبوترن بہ لڏا ڪڍڻ ڇڏيا. پوءِ
وڃي زميندارن جي ڳوٺن ڪان ٿورو پرتي انهي زميندار ڪان
پنهنجي ويهڻ جي اجازت وٺي اتي ئي پڪا هٽي ٽانيڪا ٿي ويهي
رهيا. مٿان وري ميلن ۾ سرڪس لڳڻ شروع ٿيا تہ ڪبوترن جي
بانس واري راند بہ بيهہ رهي. اتان ڪبوترين جي لڪڻ جيئن
ورندڙ جسم وارو ڪرتب ڪنهن ڪمائي جو ذريعو نہ رهيو.
نسلن ڪان ڪلا جو پورهيو ڪائيندڙ هنن ڪلاڪارن جي ڪلا
بيهي رهي. تڏهن هنن وٽ ٻي ڪا واهہ تہ هئي ڪونہ سو هنن ۾
پنڻ واري پٽ اتان پڪي. پوءِ هنن ڪبوترن ۽ ڪبوترين پنڻ
شروع ڪيو. راجائن جي درٻارن جا روح رلي دردر تي پندا رهيا.
جڏهن اهي ڪبوتريون پنڻ لاءِ"پيڙن" تان نڪتيون. "پيڙو"
ڪبوترن جي ڳوٺ ڪي چئبو آهي، تڏهن خفتين جون اکنيوبہ
ڪڪڙيون ٿيون. اتان ئي انهن پيڙن جو راتڙيون روشن ٿيڻ
شروع ٿيون. ڪيترن ئي پجيرو ۽ ويگو ڳاڏين سان ڳڏ پيادن جا
راتين وارا پنڌ پيڙن تي ڪٽڻ شروع ٿيا، پيگن سان پيڙن جون
راتيون مدهوش ٿينديون ويون. ڪبوترن جي پيڙن جي اها سڃاڻپ
وڃي رهي تہ پيڙي تي رکو پيگ خالي ناهن ٿيندا، پر خفتين جا
ڪيسا بہ خالي ٿين ٿا. ڪيترن جاگيردارن جون جاگيرون پيڙن
پوريون ڪري ڇڏيون. ڪبوتريون پيڙي تي ايندڙ ڪي
"ڪيجو"چونديون آهن. هڪڙا ڪيجا ٻيا وري دل وارا ڪيجا، دل
واري ڪيجي وٽ ڪبوتريون پاڻ هلي وينديون آهن ۽ ان ڪان
پئسا بہ ناهن وٺنديون، اهي ڪيجن ۽ ڪبوترين جي عشق جا
داستان ڪيترين ئي اونداهين ۽ ساهين راتين ۾ ڪچهرين جا
موضوع رهيا. "ناري" جي وڏن وڏن جاگيردارن ۽ وڏيرن جي
گهرن ۾ ڪبوتريون وهائنجي بہ ويون، انهن مان هنن کي اولاد بہ
ٿيا. اڄ بہ ناري ۾ڪيترن ئي وڏيرن جي گهرن ۾ ڪبوتريون تہ
آهن ئي آهن، اهڙي ڪا وڙلي ناري جي وڏ گهراڻي واري ذات

هوندي، جنهن جي گهر ۾ ڪبوتري نه هجي. پر ڪبوترن جو
چوڻ اهو آهي ته ڪبوترن ڪڏهن به ڪا ڪبوتري پيڙي تان ڪنهن
کي پرڻائي ناهي ڏني. پلين اهو ڪيڏو وڏو زميندار جاگيردار يا
اثر رسوخ وارو ماڻهو ڇو نه هجي، پر انهي جي چونري ۾ جا ڦيرا
پيڙي ٿي پي ذات واري ساني ڪونه ٿيا هوندا. ”پنهنجي زور تي
ڪو ڪٽي وڃي ته پلين! اسين غريب ماڻهو آهيون ڇا ٿا ڪري
سگهون.“ ڪيترين ئي ڪبوترين پڄي وڃن ٿيون. ڪيترين
ئي شادي شده ڪبوترين پنهنجي عاشقن سان گڏ پڄي ويون. پر
ڪبوترا چون ٿا اسين مسڪين ماڻهو ڇا ٿا ڪري سگهون؟ ڏاڍن
ماڻهن متعلق ڪبوترن جو ته اهو چوڻ به آهي ته، اسان انهي
معاملي ۾ مرحوم پٽي صاحب تائين به پهتا هئاسين. پر ڪجهه نه
ٿيو، بس ڪبوترن جو سنڌ ۾ مڙهه مقام عمرڪوٽ لڳ رئيس
اميد علي خان لاشاري جو ڳوٺ آهي. سڄي سنڌ ۾ ڪبوترو
ڪٽي به راهه رباني وني، پر انهي جي مڙهه ڪي هتي اچي منٽي
حوالي ڪبو آهي. پوءِ جي اهو گهر غريب هجني ته به پني سني،
پٽي سٽي مڙهه کي اتي ئي پڄائيندو. ڪبوترن ۾ صرف هڪڙي
نک پاريندي آهي، باقي سڀ پوريندا آهن. ڪبوترن جو چوڻ آهي
ته رئيس اميد علي خان هو ته اسان جي داد رسائي اتي ئي ٿيندي
هئي، پر اسان ڪبوترن جو ڪو ڪيس اڄ ڏينهن تائين ڪورٽ ۾
ناهي ويو. بس پئنچائت برادري جا چار چڱا گڏجي ڪبوترن جو
فيصلو ڪندا آهن، ڏوهاري تي ڏوهه ڏنڊ هڻندا آهن. اهو ڪو
سرداري نظام ڪونهي. اهو پئنچائتي نظام آهي. ڪبوترا ساڳئي
نک ۾ شادي به ناهن ڪندا. ڪبوترن جو اهو چوڻ آهي ته اسان
جي ڪپڙي لٽي ۽ اوڍڻ پهرڻ سان ڪو نواب به ڪونه پهچندو،
ڪپڙي لٽي مان ڪو اهو ليڪندو ئي ڪونه ته هي ڪبوترا آهن. ۽
ڪبوترين وٽ ڪيترو پئسو آهي؟ اهو پيءُ جي پئسي جي پٽ
کي به خبر ڪونه هوندي. ڏينهن جو شهرن ۾ پنڻ لاءِ ايندڙ
ڪبوتريون اکين ۾ ڳالهين سان دام هڻنديون آهن، پوءِ جيڪو
ڦاٿو سو سڌو پيڙي تي اچي لهندو هاڻ ڪو چڱو ماڻهو ته
ڪبوترن جي پيڙي کي پنهنجي ڳوٺ ۾ ته نهيو ڳوٺ کان پنج

ڪوهه پرتي به ناهي سهندو. انهي ڪري ڪبوترن اڇي شهرن جا
پر پاسا ورتا آهن. شهر جي پر ۾ ڪنهن نالي جي پاسي يا رود جي
پاسي ۾ سرڪاري زمين ڏسي پڪا هٽي ويهي ٿا رهن، ان ڪري
هاڻ ڪبوترن جو مرڪز وري شهر آهن. هڪڙي ڪبوتري جو گهر
بس هڪڙي جهُڳي آهي. جنهن ۾ ٻه ماڻهو مشڪل سان سمهي
سگهندا. هنن جي پيڙي ۾ راما پير جو مندر به هوندو آهي. هي
راماپير تي پيرين پنڌ قافلي جي صورت ۾ ويندا آهن، جيڪو
هنن جي ڪامل عقيدي ۽ ايمان جو مرڪز آهي. بس هاڻ هي قبيلو
ٿي سگهي ته پيرن تي اڄڻ ۾ پيڙهيون وٺي ڪبوترين جي پيڙن
جون اڄ به راتڙيون روشن آهن، وڏين گاڏين جا گيسا اتي ڪٽن ٿا،
چوڻ وارا چون ٿا ته گهٽين دلين جا گيسا به ڪبوترن جي پيڙن
تي ڪٽن ٿا.

***

## مدارڻين جا مدار

هون تہ هو مداري آهن. پر انهن مدارين جا ڪم وري ڪبوترين ڪان بہ ڪئين رتيون متي آهن. مدارڻ مدار جي ڪرتب وارو ڪم پيڙهيون ٽيون جو چڏي ڏنو آهي . پر هن جي اکين جي ماڻڪين ۽ ادائن جي مدارن جا ڏاڪا اجان تائين دلين تي آهن. انهن مدارين جو اصل وطن پالڻ پور آهي. جنتي اڄ بہ هنن جي ڪڙم قبيلي جا ڪيترائي خاندان رهن ٿا. پر پاڻ واري ترم ۾ هنن جو اصل وطن ڪاهي آهي. جنهن لاءِ مشهور آهي: "ڪاهي عشق جي ڦاهي." اهو نالو بہ انهي ننڍڙي شهر تي مدارڻين جي مدار جي ڪري پيو آهي. چون ٿا انهي شهر جي ڪنهن زماني ۾ سڃاڻپ "جيبو مداري" هو. چوندا هئا ڪاهي ڪهڙي ؟ جيبي مداري واري؟ انهن مدارين جو اصل ڪم دهلي تي پولڙا نچائڻ هو. بس جتي ميلو سجهندو هو، تہ مداري پولڙي سان اتي پهچي ويندا هئا. پوءِ لٺ سان پولڙي کي نچائيندا هئا. ڳوٺ ڳوٺ ڳڏهن

تي لڏا ڪٽي گهمندڙ، هن لاڏائو قبيلي جي ڪمائي جو اڪيلو ذريعو پولڙا هئا. هنن مدارين ۾ ڪيترين نڪون آهن . جنهن ۾ راڙي، هلاڙي ، گجراتي، گواريا. هنن مدارين جو مڙهہ مقام ميران شاه وَلي ۽ ڪاهي ۾ موجود مساڻ آهن، ٿوڙي جو مساڻ مڙدي کي اگني سنسڪار ڪرڻ واري مقام کي چئبو آهي. پر مداري پوريندا آهن. پاڻ واري پاڪ وَطن ۾ رهندڙ مدارين کي، تند کان پُرئين پر وارا مداري "پاپي "چوندا آهن. ۽ هتي جا رهاڪو مداري وري هنن کي" نيارا" چوندا آهن. هتان کان جڏهن بہ ڪو مداڙي يا مدارڻ پنهنجي قبيلي سان ملڻ لئہ پالڻ پور ويندي آهي، تہ اتي ويندي ئي هنن کي گهر ۾ اچڻ ناهن ڏيندا. هيڪر هنن کي گهر کان باهر وهاريندا آهن. هنن کان هڪ سئو ويهہ رپيا وٺي هنن کي گنگا جمنا جي پاڻي جو چنبو هڻندا آهن. ۽ پوءِ منائي گهرائي ورهائيندا آهن . اهين هتان ويندڙ مداري يا مدارڻ پاپ کان پاڪ ٿيندا آهن ۽ پوءِ هنن کي گهر ۾ وٺي ويندا آهن. هنن مدارين ۾ هڪڙي ريت آهي تہ جيستائين مدارڻ ڪنواري آهي، اوستائين شلوار قميص پائيندي ۽ شادي ڪانپوءِ وري گهاگهرو يا پڙو. انهي سان خبر پوندي تہ اها شادي شدهہ آهي يا ڪنواري. انهن مدارين ۾ هڪڙي" پيالي نياري" واري ريت بہ آهي، جيڪا عجيب آهي. جيڪڏهن هنن جي ئي خاندان جو ڪو فرد ڪنهن عورت کي ڪٽي وڃي، تہ انهي کي هر ممڪن ڪوشش ڪري واپس ورايو ويندو . انهن کان پوءِ پيالي نياري جي ريت ٿيندي. جنهن ۾ چوڪريءَ جي مائٽن کي پيچائي وڃڻ جي ڏنڊ ۾ پنج کان ست هزار روپيا ۽ پئنچائت جي پئنچن کي پيالي ۽ هر هڪ کي پنج سئو روپيا ڏيندو. انهي ئي رسم جي ڪري مدارين ۾ شاديون تمام گهٽ ٿين ٿيون.

چون ٿا انهن مدارين جو ڪاهي ۾ گهر ناهي ويهي رهڻ جي پٺيان، انهي مدارڻ مائي امير جان جي عشق جو ڪمال آهي. انهي عشق جي داستان کان اڄ بہ ڪاهي جو هر ڏوڪرو واقف آهي. هاڻ توڙي جو انهي کي سئو سالن کان بہ مٿي عرصو مٿي ويو آهي. پر محمد صديق ۽ امير جان جي عشق جون ڳالهيون

اجان بہ تازيون آهن. انهي محمد صديق امير جان جي عشق ۾ اچي انهي جي نالي ڏهہ ايڪڙ زرعي زمين ڏني، جنهن تي هنن جو قبيلو گهر اڏي ويهي رهيو. جنهن مان ڪجهہ زمين تہ امير جان پنهنجي پڇاڙي وارن ڏينهن ۾ وڪڻي ڇڏي. پر اجان ڪاهي ۾ جنهن زمين تي هي قبيلو ويٺو آهي، اها زمين هن امير جان مدارڻ جي نالي سان آهي . امير جان جي عشق ئي هن قبيلي کي هتي ويهڻ تي مجبور ڪيو. انهي عشق جون ڳالهيون جنهن جا سڙياٽ اجان بہ هنن جي قبيلي جي گهرن جيڪي گهاٽن ڪارن ڪپڙن جي وچ تي آهي ٻڌڻ ۾ اچن ٿا. پر جئين هو هندو هئي انهي ڪري انهي جا پنهنجا " ڏيوو" هئا جن جي عبادت ڪندي هئي.

انهي ئي مداري قبيلي جي هڪڙي ٻي مشهور مائي هئي سندري، جيڪا چون ٿا تہ انديا مان ٻين مدارين ڪان گهٽو پوءِ آئي هئي. انهي ۽ سليمان انڙ جي عشق وارين ڳالهين جي ڳهر بہ اجان تائين هنن جي قبيلي جي ذهنن ۾ آهي. اها بہ هئي هنن جي ئي قبيلي جي مدارين جو چوڻ آهي تہ اها مائي مرڻ مري وئي پر ڪڏهن پوڙهي نہ ٿي. بس اها مائي جڏهن انديا مان آئي تہ پاڻ سان گڏ " الم " کڻي آئي هئي. اهو الم اجان تائين ڪاهي وارن مدارين جي ڏيري تي لڳل آهي. هاڻ انهي مائي سندري جو تہ خاندان ئي ختم ٿي ويو ڪير بہ ڪونهي سڀ مري کپي ويا. پر انهي ڏيري جا سڀ مداري جنهن جو تعلق توڙي جو هندو مذهب سان آهي. پوءِ بہ محرم جا ڏهہ ڏينهن ڪارا ڪپڙا مردين توڙي عورتين پائي ماتم ڪندا آهن. انهي "الم" پاڪ جي هيٺان مولاحسين جي غم ۾ ٻڏندا آهن. انهي مدارين جي " الم" تي سڄي شهر جا مسلمان بہ محرم جا ڏهہ ڏينهن ايندا آهن. مجلس ٿيندي آهي. هاڻ تہ اهو مداري بہ مري ويو مٽي جو پور ٿي. جيڪو سيني هندو مسلم کي ڇريون پڙهي ڏيندو هو. اهي بہ مايون ۽ الگ مذهب سان تعلق رکنديون هيون. توڙي جو هڪڙي ئي قبيلي جون هيون. انهي ئي ڪاهي واري ڏيري تي انهي الم پاڪ تي تہ محرم ۾ نگر نياز ٿئي ٿو. مجلس ۽ ماتم بہ، پر اتي ئي انهن گهاٽن ڪارن ڪپڙن جي ٽارن ۾ اوهان کي ڪيتريون ئي

هڙون پراڻن سڙيل ڪپڙن ۾، ۽ نون ڪپڙن ۾ بدّل ملنديون. اصل ۾ اهي هڙون انهن ڏيوون جون آهن، جن جي پوڄا ڪرڻ وارن جا خاندان ئي ختم ٿي ويا. اتي بس اوهان کي رڳو اهڙيون چارين ۾ هڙون ملنديون. بس ڪڏهن ڪو انهن جو ڪپڙو مٽائي ڇڏيندو آهي، نہ تہ بس، پر اتي اوهين جيڪڏهن الم کي ڏسندا تہ باقائدا انهي ۾ نم جون ٽاريون بہ بدّل ملنديون. توڙي جو هاڻ هن قبيلي جي وڏي اڪثريت مسلم ٿي وئي آهي. پر تمام گهٽا مداري جيڪي عمرڪوٽ ۾ وينا آهن. يا سنڌ جي بين شهرن ۾ وينا آهن. اهي پنهنجو پاڻ شيخ سڏائن ٿا. هاڻ هتي مدارين جا تمام ٿورا خاندان آهن، جيڪي هندو وچي رهيا آهن. ڪاهي وارا مداري چونٽا تہ مسلمان ٿيڻ ڪانپوءِ بہ انهن جا آرڪان اهي ئي ساڳيان آهن. رڳو نالو ۽ مذهب مٽايو اٿن. ڏنڊو اهو ئي اسان واري ساڳئي ڏوڙ پائن ٿا. انهن مدارين کي مڇلا بہ چوندا آهن.

***

# ٻڙها

هنن جي هن پيڙهي کي اها پڪي خبر ناهي، تہ هنن جا ابتا پيرا اوپر ۾ ڪٿي دنگ ڪن ٿا. پر هنن جي لباس پولڪي ۽ پڙي مان اهو لڳي ٿو تہ اهو ڪلچر آهي اوپر جو. هو چونٿا اسان ست پيڙهاتا هتي جا ئي آهيون. ماتلي ۾ اسان جي پيڙهن جون هڏيون گل غيبي قبرستان ۾ پوريل آهن. اهو تڏهن کان جڏهن اڃان ماتلي جو شهر بہ ڪو نہ اڏاٿون هو. جڏهن اڃان مور ماتلي هئي. "ٻڙها" چون ٿا "ٻڙها" کا اسان جي ذات ڪونهي. اسان جي ذات" گهيرا گهراس" آهي. اسان" گهيارا " بہ ناهيون. گهيارا " گرگلا" آهن. ٻڙها اسان جي ذات تي نالو انهي جي ڪري پيو، جو اسان پنهنجي ننڍي عمر جي ٻارن کي پنهنجي ٻولي ۾ ٻڙها چوندا آهيون. اسان پنهنجي ٻارن کي ٻڙها، ٻڙها ڪري سڏ ڪرڻ شروع ڪيو. تہ ماڻهن اسان کي ئي ٻڙها چوڻ شروع ڪيو. اسان جي

ٻولي جي حساب سان اسين سڄي دنيا لئہ ٻار آهيون. ڇو جو ماڻهو اسان کي ٻڙها چون ٿا. انهن ٻڙهن جو ڪامل عقيدو" شو" تي آهي. پر ڪجهہ ڏيون جا پوڄاري بہ آهن. جئين "وائنڪل" آهي انهي ڏيوو جا پوڄاري رٻاري بہ آهن. ٻيو "مومائي" ۽ "ٻيچڙا" ڏيوو تي ڪامل عقيدو رکندڙ آهن. ٻڙهن جون چار نکون آهن. لڪڙيا، شودر، نک ڦلوۓ ميس.

انهن ٻڙهن جو اصل ڪم ڪنيارن وارو ئي آهي. هي چون ٿا اڳي ماڻهو اسان کي نندا ڪنيار چوندا هئا. اسان نندا ڪنيار انهي ڪري هئاسين، جو اسان ٻارڙن جا ڪنيار هئاسين. اسان جو اصل ڪم مٽي جا رانديڪڙا ناهي وڪڻڻ هو. مٽي ۾ گڏهن جي لڏ وجهي ناهيندا هئاسين. پڇائڻ مهل مال جي ڇيٽي ۽ سارن جي توهہ سان نيهائين ۾ پڇائيندا هئاسين. ڪرڙ واري ڪاٺي جي رس سان رانديڪڙا مضبوط ٿيندا آهن. اها ڳالهہ نپ ڪوڙي آهي. ڪرڙ جو رس ڪيئن ٿانۓ کي لڳندو. ٿانۓ جي مضبوطي اها تہ مٽي، مٽي جي ڳالهہ آهي. اهي رانديڪڙا اڄان بہ ٺنڍي باگي ۾ وينل راڄ ٻائي ٻڙهو ٺاهي ڄاڻي ٿي. پر شهرن ۾ پلاسٽڪ جا رانديڪڙا آيا، تہ انهن جي اهميت گهٽجي وئي. پوۓ انهن ٻڙهن سوتلي مان رسا وٽڻ وارو ڪم شروع ڪيو. ۽ رسن جا ڇڪا بہ ناهيا. جيڪي اڪثر ڪري ڀهراڙي جي گهرن ۾ ٽنگيل هوندا هئا. جن ڇڪن تي ٻلي ۽ ڪوئي ڪان بچاۓ لئہ پڪل ماني ٽنگبي هئي. پوۓ جڏهن انهي رسن وارو ڪم بہ رڪاڻو ۽ ڇڪن جي اهميت نہ رهي. تڏهن ڪان ٻڙها مرد نيلامي ڪپڙي جو وڪرو ڪندا آهن. ۽ عورتون شهرن ۾ پننديون آهن. راڄ ٻائي چوي ٿي تہ اسان جي قبيلي کي پنڻ واري پٽ پڪي تنهن کي ويهارو سالن ڪان مٽي وقت نہ ٿيو هوندو. انهن ٻڙهن جڏهن ڪان پنڻ شروع ڪيو آهي، تڏهن ڪان خانہ بدوشيون ڪرڻ بہ ڇڏي ڏنيون آهن. ٿانيڪا ٿي ويهي رهيا آهن. نہ تہ اڳي اهي ئي گڏهن تي لڏا پيا رلندا هئا. انهن ڏينهن ۾ اهي سون کي سڃو نہ سمجهندا هئا. ۽ جي سون ملي ويندو هو، تہ گڏهن جي پوئين پير ۾ ٻڏي ڇڏيندا هئا. چوندا هئا اسان جي ڪم جو ناهي. هون تہ هنن جو

مرڪز لاڙ ماتلي آهي، پر اهي بدين ،ٽنڊو باگو، ماتلي ٽنڊو محمد خان ۾ به رهن ٿا. ڪجهه ٻڙها حيدر آباد ۾ به رهن ٿا. حيدر آباد وارا ٻڙها به ساڳئي هتي واري ٻڙهن وانگر نيلامي ڪپڙي جو ڪم ڪن ٿا . پر اتر ۾ سکر واري پاسي ٻڙها سرون وجهڻ جو ڪم به ڪن ٿا.

انهن ٻڙهن جو ريتون رسمون وري عجيب ۽ سڄي جڳ کان نراليون آهن. سڄي جڳ ۾ ڇوڪريون پرڻجي ساهورين ويندليون آهن. پر ٻڙهن ۾ وري ڇوڪرا پرڻجي اباڻون گهر ڇڏي وڃي ساهورن ۾ رهندا آهن. پوءِ انهي ڇوڪري جو مائٽن سان ڪوبه واسطو ناهي هوندو. جڏهن ٻڙها شادي جا ڏينهن پڪا ڪندا آهن. انهي ڏينهن پٽيل پنهنجي پٽڪي جي ڇڳي ۾ ڳنڍ ڏيندو آهي، جيڪو وري شادي واري ڏينهن کوليندو آهي. ڳنڍ ڏيڻ مهل پٽيل کي ويهه رپيا گهور به ڏيندا آهن. شادي واري ڏينهن کان ست ڏينهن اڳ ۾ به ڪورا گهڙا ڀري انهي ۾ ڳڙ وجهي مٿان وري ڳاڙهي ڪپڙي سان ٻڌي ڇڏيندا آهن. پوءِ تيلاهي مهل گهوٽ ۽ ڪنوار کي انهي ڳڙ واري مٺي پاڻي سان وهنجاريندا آهن. گهوٽ کي پهرئين هڪڙي وڏي ٿالهه مٿي ٻيهاري مٿان انهي گهڙي وارو پاڻي هاريندا ويندا آهن.

ٿالهه ۾ گهوٽ مٿان هاريل ڪنڊڙ پاڻي ٿالهه ۾ گڏ ٿيندو ويندو آهي. انهي سان بلڪل پاسي ۾ ڪنوار کي ٻيهاري وهنجاريندا آهن. انهن ٻڙهن جي شادي جون باقي رسمون هندن واريون ئي هونديون آهن. پر هنن وٽ ڪا به ڄڃ ايندي ويندي ناهي. بس جيئن رسمن جا ڏينهن شروع ٿيندا آهن ته جيڪڏهن ڪنوار بدين جي هجي ۽ گهوٽ ٽنڊي باگي جو ته ٻئي پاڙا ڪجهه ڏينهن لئه لڏو ڪٽي اچي ماتلي مان نڪرندا آهن. لاڙ جي ٻڙهن جون سموريون شاديون ماتلي ۾ ئي ٿينديون آهن. ماتلي ۾ چوئري جا ڦيرا ٿيڻ کانپوءِ ڇوڪرو مائٽن کان موڪلائي هميشه هميشه جي لئه پنهنجي ڪنوار سان گڏ ساهوراڻين گهر هليو ويندو آهي. ٻڙها چون ٿا ته اهو باقائدي پڪي لکاوت ٿيندي آهي. انهي کي ٻڙها ”جنڊو پاڙو“ چوندا آهن. جنهن کي عام طور“ گهر

جوائي " بہ چوندا آهن. ٻين رولاڪ قبيلن وانگر ٻڙهن جي بہ پنج پئنچن واري پئچائت مضبوط آهي. پر انهي پئنچائت ۾ اڪثر ڪري فيصلا اهي ئي ايندا آهن. ڇوڪرو ڪمائي نٿو ڇوڪرو مائٽن ڏانهن ٿو ڇڪ ڪري. بس گهڻو ڪري اهو هڪڙو ئي مسئلو هوندو آهي. لاڙ واري ٻڙهن جي هرڪا پئنچائت بہ ماتلي ۾ ٿيندي آهي.

ٻڙهن جي ٻي خاص رسم آهي "جڙيو" پائڻ. اها رسم بہ ماتلي ۾ ئي ٿيندي آهي. گهڻو ڪري سڀ ٻڙها انهي رسم لئہ بہ هفتو ڪن ماتلي ۾ لڏا لاهي اچي وهندا آهن. راڄ ڀائي ٻڙهو چوي ٿي تہ جنهن جڙيو نہ پاتو، اهو ڪنهن ڪم جو ناهي. جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪريءَ جوان ٿيڻ تائين جڙيو نہ پاتو، اها جيڪڏهن گهر ۾ اچي تہ بہ جهڙو ڪر گهر پليت ٿيو. انهي ڪري سيني مرد توڙي عورتن کي جڙيو پارائبو آهي. ٻڙها تہ ايئن ٿا چون تہ مٿان سڀ انسان ٿي لهن ٿا. هتي جئين مسلمان ڇوڪرن کي طهر وهاري مسلمان ڪن ٿا. اهين اسان وري جڙيو پارائي ٻڙها يا ڪٽي هندو چئون اهو ڪريون ٿا. اها رسم "آڪاٽ" جي مهيني ۾ ٿيندي آهي. آڪاٽ جو مهينو بہ هندو عقيدي ۾مطابق وڏو مهينو آهي. ست ڏينهن لئہ ماتلي ۾ موجود ڏيوون جي ٿانءَ تي وڏا ڪنا ڏڌ سان زمين ۾ ڪنن تائين پوريل هوندا آهن. انهن ۾ لوڻ، مرچون، ترن جو تيل بہ وجهندا آهن. ستين ڏينهن تي سيني نا بالغ ٻارن، جيڪي اڪثر ڪري ڇهہ کان ست سالن جي عمر جا هوندا آهن، انهن کي گهر ناني ٻارن جا ڪن ٽوپيندو آهي. ڇوڪرو توڙي ڇوڪريءَ جي ڪنن ۾ ڪارو ڌاڳو وجهندو آهي. انهي ڪن ٽوپڻ کي جڙيو پائڻ چوندا آهن. پوءِ انهي ڪني وارو ڏڌ ورهايو ويندو آهي. ڀيڻ ڀاءُ کي ۽ ڀاءُ ڀيڻ کي مٺا لولا ڏيندا آهن. انهي ڪني واري ڏڌ مان ڏيوو جي ماني بہ ٿيندي آهي.

ٻڙهن ۾ ٻي ذات ۾ يا ٻي مذهب ۾ ڏيڻ وٺڻ واري ريت ڪونهي. هڪڙي ماتلي جي ٻڙهي حاجياڻو ذات واري سان وئي هئي. انهي پنهنجي مرضي سان اتان شادي ڪئي. انهي کي وراڻڻ لئہ شادي کان اڳ ۾ وڏي ڪوشش ڪئي. ست راڄي جا ڇڱا بہ

ٻڙهن سان ٻيئنا پر مائي حاجياڻي سان هئي. هن ٻڙهن مان هٿ ڪڍي ڇڏيا. اهي حاجياڻا وڏا زميندار آهن. پر انهي مائي سان ملڻ وري ٻڙهن جو ڪو ٻار ٻه ڪونه ويو، نه وري هولي ديوالي تي انهي مائي ٻڙهن جي ڏيري ۾ اچڻ جي ڪئي. راڄ ٻائي جي پاڻيجي آهي. سو اها ڪڏهن موبائيل تي فون ڪندي آهي. اها پهرئين ٻڙهي عورت هئي جيڪا مائيناڻون گهر ڇڏي چوڪري سان وئي. نه ته سي ٻڙها ڇوڪرين سان گڏ مائيناڻيون گهر ڇڏي ايندا آهن. ٻڙهن جي ٿاڻي تي ڪا به ايف آءِ آر ڪونهي. هنن ڪورٽ ڏٺي ئي ڪونهي. بس ٻين رولاڪ قبيلن کان وڏا ٻن ٽن ڪمرن جيترا بانس جي لڪڙن سان ٺهيل هڪڙو هڪڙو پڪو هر ٻڙهي جو گهر آهي. ٻڙها ٿانيڪا ٿي وينل آهن پر عادتون رولاڪن واريون آهن.

***

# گرگلا

هي جيڪي جتان ڪٿان پيا ترڙجن، رلُن، ڌڪا کائن ۽ دربدريون ڪن. انهن رول قبيلن کي پاڻ واري پڙهيل لکيل سنگت چوي ٿي تہ اهي آهن جپسي، هاڻ انهن رول جپسين جي جُهڳين ۾ وڃي ڪير؟ هنن جي اندر جا حال وٺي تہ اهي رول پنهنجي لاءِ پاڻ چا ٿا چون. انهن رول جپسين جي جهڳين ۾ ڪو ٽشو پيپر شهري صحافي تہ ٻہ منٽ ويهي بہ ڪونہ سگهندو، پر جيڪڏهن ڪو هنن جهڙو ئي رول هوندو تہ هنن جي ڏڪندي رڳ تي هٿ رکي درد جو دم پيو ڀريندو. هنن رول جپسي قبيلن کي، رول دربدر ۽ ڌڪا کائيندڙ بنائڻ ۾ وقت ۽ حالتن سان گڏ ڪجهہ هٿ هنن جي هٿ جو بہ آهي، ڪجهہ هٿ وري آرٽ جي بي قدري جو بہ آهي. انهن جپسين سان جي ويهندا تہ اهي پنهنجو بڻ بڻياد اتان دليلن سان شروع ڪندا، جتان جو اوهين سوچي ئي نٿا

سگهو. چوندا اسين راجپوت آهيون، هاڻ جي اوهين هن وقت سنڌ وطن ۾ رهندڙ راجپوتن کي ڏسندا تہ هي اوهان کي راجپوت ڪونہ لڳندا، پر انهي لاءِ هنن وٽ پنهنجا دليل آهن.

انهن رول قبيلن ۾ هڪڙو قبيلو آهي"گرگلا"، اهي گرگلا جن لاءِ سنڌ ۾ عام چوڻي آهي تہ"پيٽيان تون تہ ڪو گرگلو آهين." اهي گرگلا چون ٿا تہ اسين راجپوت آهيون ۽ هنن جو اهو چوڻ آهي تہ اسين اصل ٻاڙمير، ڇهوٽڻ ۽ راڌڻ پور جا آهيون. انهن گرگلن جي وڏي ۾ وڏي ذات "گهيارا" راجپوت آهن، انهن گرگلن جو سنڌ ۾ وري مڙهہ مقام پٽ پائٽي ضلعو سانگهڙ آهي. اجا تائين بہ جيڪڏهن ڪو گرگلو هي جهان ڇڏيندو آهي تہ انهي کي مٽي حوالي وري بہ پٽ پائٽي ۾ ڪندا آهن. قبول شاهہ وارو قبرستان گرگلن جو آهي. انهن گرگلن جو اصل ڪم مٽي جا رانديڪڙا ٺاهي وڪڻڻ آهي. ڪاري ۾ مٽي جا ٿانو ڪٽي وڪڻڻ ڪانسواءِ هي گرگلا چوڙيون وڪڻن، ٻهارا ٺاهي وڪڻن. انهي قبيلي تي استاد قادر جوڻيجي جو بہ گهڻو ڪم ٿيل آهي. انهن گرگلن جون بہ نکون آهن، جن ۾ مرڪٽ، ليڙيا، سوڍا، ڪاريندا.هنن جي ذات جو نکون پيلن سان بہ ملن ٿيون. هي اڪثر ڪري هندو قبيلن وانگر ساڳئي نک ۾ شاديون ناهن ڪندا، انهن لاءِ موهن گرگلي جو اهو چوڻ آهي تہ اسين مسلمان ٿورو ئي آهيون، جيڪو رت ۾ شاديون ڪريون. اسين ساڳئي نک يعني پنهنجي رت ۾ شاديون ناهيون ڪندا.

گرگلن جو جيڪو گرو مهراج هوندو آهي، انهي کي ساڙيندا آهن، باقي هر گرگلي کي مٽي ماءُ حوالي ڪندا آهن. انهن گرگلن جو هڪڙو ڪم جنڊ وڪڻڻ بہ هو، هي پٿر مان ٺهيل جنڊ ڪٽي وڃي وڪڻندا هئا. هاڻ انهن گرگلن ۾ مردن ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي، هاڻ چوڙيون رانديڪڙا ٻهارا وڪڻڻ وارو ڪم گرگليون ڪن ٿيون، پر انهن گرگلين سان گڏ ڪونہ ڪو گرگلو هوندو. اهو گرگلو ڳوٺ واري اوطاق جي ٻاهرين ڪنڊ ۾ ڪچرو اگلو لٺ هٿ ۾ جهليو ويٺو هوندو ۽ گرگليون ڳوٺ جي گهر گهر ۾ وڃي اهو سامان وڪڻنديون آهن. گرگلا ٺري جا وڏا موالي

هوندا آهن، اهي ٽرو پيءُ پنهنجي گهر وارين کي روز تشدد جو نشانو بڻائيندا آهن، سچ لهندو ئي مس آهي تہ گرگلن جي ديري تي گار جي رئي هوندي آهي.

گرگلا مرد سوئر جو شڪار وڏي شوق سان ڪندا آهن. اهي ئي گرگلا پنهنجي ڌيءُ کي بہ ڏيج ۾ پلو ڪتو ضرور ڏيندا آهن. هو شڪاري ڪتن جا شوقين هوندا آهن ۽ شڪار ۾ وري شڪار هو شوق سان سوئر جو ڪندا آهن ۽ انهي سوئر جو گوشت هو سڪائي رکي ڇڏيندا آهن ۽ روز ٽري سان گڏ اهو سڪايل گوشت تري کائيندا آهن. عمرڪوٽ وارن گرگلن جي يادگيرين ۾ سوئر جو يادگار شڪار عمرڪوٽ شهر ۾ آيل سوئر جو ٻڌائن ٿا. هو چون ٿا تہ هڪڙي مرون جي شڪار لاءِ چار ڪتا ڪافي آهن. تازي ڪتو وڙهندو ڪو نہ، تازي ڪتي کي سوئر چيريندي دير ڪو نہ ڪندو. تازي جو ڪم آهي سوئر کي روڪڻ، هو رڳو سوئر کي روڪيندو، ماريندو وري بہ وجي ٻئو ڪتو، اهو مرون کي ڪيرائيندي دير ئي ڪو نہ ڪندو. سو سوئر جو جتي ٻڌائون اتي ٽڪا وجي ڪندا، پوءِ پيا اهاڙيندا ۽ ڪتا ٻچيندا.

گرگلن ۾ هڪڙي پٽ آهي، اهي ننڍي هوندي ئي شادي ڪرائي ڇڏيندا آهن. انهي شادي ڪان پوءِ گرگلن جو گهر هڪڙي جهڳي هوندي آهي، انهي جهڳي ۾ ئي گرگلو پنهنجي سڄي خاندان سان گڏ رهندو آهي. انهي گرگلي جي ڪل موڙي اها جهڳي هوندي آهي جنهن کي نہ در نہ دري.

انهن گرگلن ۾ هاڻ عورتن توڙي گرگلن رانديڪڙا وڪڻڻ بہ ڇڏي ڏنا آهن، انهن جي گذر جو هن وقت وڏو ذريعو پنڻ آهي، اهي جيڪي ٻارڙيون ۽ ٻارڙا اوهان کي شهرن ۾ پنندي نظر اچن ٿا،انهن ۾ وڏي اڪثريت گرگلن ۽ گرگلين جي آهي. موهن گرگلي عمرڪوٽ واري پڙي تي ٻڌايو تہ ڇوڪرن جي پيٽ ۾ ڇوڪرين کي ماڻهو وڌيڪ خيرات ڏين ٿا. اهي ٻارڙا شام جو مزوري کان وڌيڪ پني اچن ٿا. اڪثر ڪري گرگليون ٽج پياڪ ٻارڙا ڪڇي اوهان کي ايلاز ڪندي نظر اينديون، روز صبح ٿيندي اهي گرگليون ٻار ڪڇي پنڻ وجن ٿيون هنن جو ڇوڻ آهي تہ ايئن

ٿج پياڪ ڪٽي پنڻ سان وڏيڪ پن ملي ٿي. اوهان گرگلن جي ديري ۾ ويندا ته اهي ڪاريون گرگليون اوهانکي ملنديون، انهن پنڻ وارين گرگلين سان شهر ۾ جنسي ڏاڍايون به ٿين ٿيون ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي ڏاڍايون، پر پوءِ به هو انهي ڏنڌي سان آهن.

هي قبيلو ذهني طرح غربت جي اهڙي حالت ۾ آهي، جنهن ۾ تبديلي جو در اڃا تائين ناهي کلي سگهيو. اهي ڇمن ئي پنڻ ۽ پيٽ لاءِ ٿا. شهرن جي ويجهو جهڳيون اڏي وينل انهن گرگلن کي اڪثر ڪري لڏڻو به پوي ٿو، جيئن عمرڪوٽ وارن گرگلن کي سمندر پناڻ هڪ رات ۾ لٽ جي زور تي لڏايو هو ۽ هنن جي واهر ڪنهن به نه ڪئي هئي. عمرڪوٽ واري گرگلن جي ديري تي حال اوريندي گرگلن جو چوڻ هو ته جي وس وارا رڳو اسان کي رهڻ لاءِ پلاٽ ڏين ته ٻيو ڪجهه گهرون ئي ڪون ٿا، پر وس وارا ته اهو به نٿا ڏين. هتي عمرڪوٽ ۾ الله پلو ڪري اڳوٽي راڻي، راڻي چندر سنگهه جو جنهن جوڳين کي پلاٽ ڏئي آباد ڪيو، هاڻ عمرڪوٽ ۾ ٻه وڏيون جوڳي ڪالونيون آهن ۽ انهن جوڳين جي عمرڪوٽ شهر ۾ جوڳي بازار به آهي، جنهن ۾ جوڳين جا ڪاروبار آهن ۽ انهن جوڳي ڪالونين ۾ اسڪول هجڻ جي ڪري جوڳي تعليم ۾ به اڳتي آهن. جيڪڏهن ڪو وس وارو اهو جيڪو هر اليڪشن ۾ هنن کان ووٽ وٺي ٿو عمرڪوٽ جي گرگلن کي آباد ڪري ته گرگلن ۾ سڌاري جي اميد پئدا ٿي سگهي ٿي.

***

# رٻاري

توڙي جو رٻاري رول خدا جي خلق ڪونهي، جيئن جت جوڳي ۽ ٻيا قبيلا آهن. پر هو انهن رول قبيلن وانگر پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکندڙ قبيلو آهي. چوڻ وارا ته اهو چون ٿا، ته هي جيڪي الڳ سڃاڻپ رکندر قبيلا آهن، اهي ستين صدي ڌاري ڪي اوپر کان ته ڪي اولهه کان آيا. هڪڙو خيال اهو به آهي ته رٻاري سنڌو تهذيب جو بنياد وجهندڙن مان آهن. پر اها ڳالهه ثابت ٿي ويهي ڪونه ٿي. جي پنهنجي هيئڻ جي سوجهري تي رٻاري قبيلي جا سنڌ ڏانهن ايندڙ پيرا ڪتابن ۾ رٻارين جي جهونن سان ويهي ليکجن ٿا ته انهن جا سنڌ ۾ اچڻ وارا پيرن جا نشان اڄان ڪتابن ۾ پيا آهن ۽ جهونن جي ذهنن ۾ ست پيڙين کان نسل در نسل منتقل ٿيندا آيا آهن. رٻاري سنڌ ۾ صرف ٻن هنڌن تي آهن، هڪڙو هاڪڙي درياءَ جي ڪنڌي تي بدين، جهڏي، نئين ڪوٽ ۽ ڏگهڙي جي آس پاس ۽ ٻيا وري پارڪر ڏونگر جي اوسي پاسي ۾

سڪپور گهرڻياري ندي جي ڪنڌي تي ڳوٺ آهن. انهن ۾نهي جڳهن تي موجود رباريِن جا سنڌ ۾ اچڻ جا ٻه مختلف سبب آهن. اهو ٻه ٿي سگهي ٿو اهي مختلف وقتن ۾ هتي آيا هجن، پر هاڻ جيڪي ڪارونجهر ڏونگر جي آس پاس پارڪر ۾ رباري ويٺا آهن، اهي رباري لاکي ڦلاڻي جي ڏپ مان هتي آيا. لاکي ۽ راءِ کنگهار وارو جهيڙو جنهن ۾ لاکي جا سنگتي جسو ۽ جسراج ماراڻا چوڻ وارا چون ٿا ته راءِ کنگهار لاکي جو مامو هو، انهي ئي لاکي ڦلاڻي کي ربارڻ مائي "چنچل" جي چالن سان ماريو. لطيف جو سر ڏهر ۾ موجود بيت تاريخ ۽ گواهي آهن. بهرحال لاکي اچي وانديين ۾ واڪا ڪرايا ته رباري واءُ مينهن ڪري ڀڳا، انهن مان ڪجهه گهراڻن اچي ڪارونجهر ڏونگر ۾ پناهه ورتي. ڪارونجهر ڏونگر جي وچ ۾ ننگر شهر جيترو ئي هڪڙو ميداني ٽڪرو آهي، جنهن کي گاڏرڙا چوندا آهن. انهي گاڏرڙا تائين واٽ ست پيري تان ٿي وڃي ٿي. انهي جڳهه ۽ واٽ جي خبر رڳو مقامي ماڻهن کي آهي. انهن جو چوڻ آهي ته اتي صرف رباري رهندا هئا. مال چارڻ لاءِ ۽ ڌاڙيلن جي ڏپ کان گاڏرڙا ۾ اچي لڪيا. چون ٿا ته اتي گاڏرڙا ۾ هڪڙو کوهه آهي، رباري جڏهن اچي مال سميت اتي لڪيا ته پنهنجي عورتن جا ڳهه انهي کوه ۾ لڪائي مٿان چپ ڏئي ڇڏيائون، اهو کوهه هاڻ ڳولي نٿو لڀي، گاڏرڙا واري جڳهه تي زير زمين پاڻي تمام ويجهو ۽ مٺو ٻه آهي، اتي گاڏرڙا جو چشمو ٻه آهي، جيڪو ٻارنهن مهينا پيو وهندو آهي. چون ٿا ست پيري واري واٽ تان جي جبل جو ماڻهو هوندو ته ست منٽن ۾ ست پٿر ٽپي ويندو، باقي تو مون جهڙو جي هوندو ته ويساهيون ڪائي ڪائي ڪلاڪ ۾ ٻه مشڪل سان ٽپي سگهندو ۽ چون ٿا ته گاڏرڙا لفظ رڍن تان ئي ورتل آهي.

هاڻ اچو انهي ڳالهه تي ته هي هاڪڙي درياءَ جي ڪنڌي تي جيڪي رباري ويٺا آهن، اهي ڪيئن پهتا هتي؟ اهو ٻه عورت جو مسئلو چون ٿا، انهي ڇوڪري جو نالو سونل هو. هڪڙي ڏينهن ڪڇ جي ڪنهن بادشاهه جو گهوڙو اڳاڙيون پڇاڙيون ٽوڙائي ڀڳو، سپاهي انهي گهوڙي پٺيان ڊوڙي ڊوڙي ٿڪا نه

جهلايو. انهي مهل اتان رباري عورتون پاڻي جا گهڙا کڻي ويون پئي. انهن مان هڪڙي گهوڙي جي رسي تي پير ڏنو ۽ هو بيهه رهيو. انهن سپاهين گهوڙو وٺي وڃي انهي بادشاه کي صلاح ڏني ته انهي عورت سان شادي ڪر. انهي تي بادشاه انهي عورت جي سگ جي گهر ڪئي، ربارين سگ ڪونه ڏنو. بادشاه ڪاوڙيو زور پريائين. پوءِ ربارين جي انهي ڪٽنب ٻي ڪا واهه نه ڏسي چا ڪيو جو راتو رات اتي ڪجهه پوڙهيون انڙيون ۽ ڏوڪريون ڇڏي، وٺي ڀڳا. بادشاه جي سپاهين صبح جو ساريو، اهي گهوڙن سان پٺيان پيا. سو اچي هاڪڙي درياءِ جي ڪنڌي تان نڪتا. انهن ڏينهن ۾ درياءِ پئي وهيو، سو ربارين انهي عورت جي مٽي تي وانڪل ڏيو جي مورتي ڏني ۽ چيائون اسين سڀ تنهنجي ڪري دربدر ٿيا آهيون، سو پهرين ڊِر درياءِ ۾. ڇوڪري جيئن درياءِ ۾ ڊِري، تئين درياءِ جڳهه ڏني، رباري اڪري ويا پٺيان سپاهي ڊِري سگهيا ۽ واپس هليا ويا. هاڻ هاڪڙي درياءِ ۾ اهو گهيڙنهڻي ڪان ٿورو الهندي موجود آهي، جنهن کي وانڪل وارو گهيڙ چوندا آهن. حقيقت ۾ وانڪل ربارين جو ڏيوو آهي، جنهن جي نالي پٺيان هن کي وانڪل وارو گهيڙ چيو وڃي ٿو، جنهن جي مورتي اڄ به شاه موري جهڏي ربارين وارن وٽ پئي آهي، هي انهي جي پوڄا به ڪندا آهن. ايئن ربارين جا ٻيا ڏيوبه آهن، جيئن عالم ڏيوو، پر وانڪل ڏيو جا پوڄاري رباري گوشت ۽ شراب منهن ۾ ئي ڪونه وجهن. سو اهو ته گهوريو پر هڪڙي ٻي ڳالهه اهي پنهنجي ٺانءِ ۾ به ڪنهن کي ڪونه کارائن، جيئن پير سائين بادشاه پير صاحب پاڳاري جي جماعت ۾ فرق جماعت وارا ڪنهن کي پنهنجي ٺانءِ ۾ ڪونه کارائن. خير پوءِ رباري وگهه ڪوٽ دودي وٽ پناه لاءِ ويا جنهن چيو. هتي رهو پر پکيراجن وانگر جهڳيون ٺاهي. پوءِ دودو سومرو شهيد ٿيو ته هي ٽڙيا پکڙيا ۽ شهرن جي آس پاس ۾ اچي آباد ٿيا. پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ ته هنن کان پن چري به ورتي ويندي هئي ۽ ڪٽن تي سمهندا به ڪونه هئا. پوءِ وري گٽيش گر آيو، اهو الڳ داستان آهي. ايئن رباري هتي اچي آباد ٿيا، سو انهن پيرن اهاڻڻ سان اها

ڳالھ تہ اڄرجي چڻي ٿي آئي تہ هڪڙو تہ هي قبيلو اوپر مان آيو آهي، انهي ڪري جيڪي چون ٿا رباري ڪرد آهن. انهن ڪي اجان پيرا ڪٽڻ گهرجن، ٻي ڳالھ تہ هي قبيلو سنڌو تهذيب جي اڏيندڙن مان ناهي.

هاڻ اچو انهي ڳالھ تي تہ جيڪي چون ٿا. هنن ڪارا ڪپڙا دودي سومري جي ڏک ۾ ڪيا، انهي ڪي وري سومرن ٽندي باگي وٽ اهو اعلان ڪري تہ جيڪو بہ پٽڪو ٻڌي سگهي تو سو اچي ۽ ڪپڙن جو جوڙو وٺي. وڏي ڪيمپ لڳي هئي، اها ڪيمپ ولي پائي راڄپوتانہ اسپتال وارن سومرن لڳرائي هئي. ربارين جي سوڳ ختم ڪرائڻ لاءِ جنهن ۾ صرف بئراج ۾ وينل رباري ويا هئا. انهي ڪانپوءِ هاڻ اهي رباري جيڪي هاڪڙي جي ڪنڌي تي رهن ٿا.اهي ڪارا ڪپڙا نٿا پائن. سو تہ گهوريو. پر اهي رباري تہ هاڻ ڪاري ڪپڙي کي سنو بہ نٿا سمجهن، ايستائين جو رلي ۾ ڪاري ڪپڙي جي چٽڪي يا ڏاڳو بہ سيبي ۾ ڪارو نٿا استعمال ڪن. پر جي ڪتابن ۾ انهي ڳالھ جا پيرا ٿا کڻجن تہ انهي مان خبر پوي ٿي، رباري ان جا ڪپڙا پائيندا آهن.رڍن جا ولر ۽ انٺ جا وڳ هنن سان رهيا آهن. هڪڙو خيال اهو آهي تہ هنن ان جا ڪپڙا انهي ڪري اٽي پاتا جو هنن وٽ هئي ئي رڍن جي ان، اهو هنن جو ڪلچر بڻجي ويو. رباري چون ٿا تہ هنن جو اعتبار آهي تہ هي ڪرشن ديوتا جو تحفو آهي، انهي ڪري هي ڪپڙو سيني ڪان پاڪ آهي. رباري مختلف صرف لباس جي ڪري آهن. سڪپور ۾ وڃو اوهان کي اصل رباري ملندا، جي مردن کي ڏسندا هنن جي شلوار جيڪا ڪڙين ڪان وٺي گوڏي تائين سوڙهي جنهن کي بيگي چوندا آهن.قميص تي وري چاتي ۽ ٻانهن تي پٽيون پيل هونديون آهن. اهي اڳي ان مان ٺهيل هوندا هئا، جيڪا ڪڏهن ڪارين رڍن جي هوندي هئي تہ ڪڏهن اڇين رڍن جي هوندي هئي. مٿي تي ڳاڙهو يا اڇو پٽڪو ٻڌندا هئا. عورتون بنا پٽئي وارا گج پائينديون آهيون، جيڪي ڪاري ان مان ٺهيل هوندا هئا، جيڪي هاڻ ٻن ڍاڪن ڪان ڪاٽن جي ڪاري ڪپڙي مان پائن ٿيون. جي اجان بہ اعتبار نہ اچي تہ پارڪر

جي رباري عورتن کي ڏسو، هنن جي ڪپڙن جو رنگ ڪارو آهي. پلا هاڻ تہ دور بدليو آهي ڪمپيوٽر تي ويهي ڪڇ يا جيسلمير جي رٻارين جا ٻيو گهوريو رڳو ڦوٽو سرچ ڪريو پاڻهي ڳالهہ جيڪا هوندي سا کلي پوندي. سو اها ڳالهہ تہ رٻارين رڳو دودي جي ڏک ۾ ڪارا ڪپڙا ڪيا انهي تي بہ سوچڻ گهرجي، ٿي سگهي ٿو ايئن نہ بہ هجي، اهو رٻارين جو ڪلچر هجي، جي سکپور جي رٻارين سان ملندا تہ هو بئراج وارن رٻارين کي رٻاري تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهن، ڇو جو هنن پنهنجو ڪلچر ڇڏي ڏنو آهي.

هاڻ رٻاري ڪير آهن ۽ ڪٿان جا آهن؟ ريٻاري کي ريحان بہ چوندا آهن، هنن جو اصل وطن صحرا آهي. انهي ڪري هي صحرا ۾ اٺن جي وڳن پٺيان هلندا هئا ۽ صحرا ۾ رستا ڏيکاريندا هئا. هنن رٻارين جو ٽيٽيهہ نکون آهن. پر ٽي خاص نکون آهن. ڪڇي، دٻاريا ۽ واگهاڏيا ۽ هي مومائي ماتا جا پوڄاري آهن. چون ٿا جيسلمير جي درٻار ۾ هي جتڪو يعني اٺ ڪاهڻ وارو ڪم ڪندا هئا، هنن جو اصل وطن صحرا ئي آهي جيسلمير ڪڇ، هي اتي جا ئي آهن. هڪڙي ٻي ڳالهہ بہ ڪن ٿا تہ اڳي هنن جي مرد ديوي سان شادي ڪئي ۽ رستي تان هٽي ويا. انهي ڪري هنن کي ريٻاري چون ٿا يعني راهہ تان هٽيل. چون ٿا مهاديو جيڪو شو ديوتا جو انساني روپ آهي، انهي پنهنجي زال پاروتي لاءِ اٺ پئدا ڪيو، پوءِ انهي جي سار سنڀال لاءِ رٻاري کي پئدا ڪيو. هڪڙو ٻيو خيال بہ آهي تہ هن قبيلي جي شروعات پرستان جي پري جي شادي سان ٿي. اصل ۾ رٻاري منهن مهانڊي ۽ عادتن مان راجپوت ئي لڳن ٿا، پر هاڻ جيڪي پٺ لهي سڌي زمين تي ويٺا آهن اهي راجپوت ناهن رهيا، رڳو ذات جا رٻاري آهن باقي ڪلچر جا رٻاري ناهن.

***

## جنڊاوڙا ۽ جنڊ

هو جنڊاوڙا سڌجن ئي جنڊ ٺاهڻ جي ڪري ٿا، ٿوڙي جو هاڻ هنن جي قبيلي مان ڪوبہ نئون جنڊ نٿو ٺاهي. انهي لاءِ جو هاڻ جنڊ جو اهو استعمال ناهي رهيو، ڳوٺن جا ماڻهو بہ مشينن تي اٽو پيهائن ٿا. انهي ڪري هاڻ تہ وڃي ڪجهہ گهرن ۾ جنڊ بچيا آهن. نہ تہ اڳي ﭘيو نہ تڏهن بہ ٽر ۽ اڃڙي ٽر جي هر گهر ۾ جنڊ هوندو هو. جنڊ جو گهر ۾ هجڻ شاهوڪاري جي علامت هئي. ۽ ﭘيو هي چون ٿا تہ هاڻ اهو پٿر بہ نٿو ملي، سنڌ ۾ جنگشاهي وارو پٿر آهي، جيڪو ڀورڙ آهي. انهي ڪري ماني ۾ ڪرڪج ٿئي ٿي. اهي جنگشاهي وارا جنڊ حيدر آباد ۾ جام پيا ملن، پر انهن جنڊن جي ضمانت ڪونهي. اڳي ٻاڙميري جنڊ هو، جيڪو سيني ڪان ﭘلو پٿر آهي، انهي ڪانپوءِ جوڌپوري پٿر بہ ڪمال جو آهي. چوٿون قسم جنڊ جو آهي جنهن کي جنڊاوڙا ڏونگر وارو

جنڊ چوندا آهن. جنڊ جا اهي چار قسم آهن، جن ۾ وڏي کي جنڊ ۽ ننڍڙي کي گهرنڙي چوندا آهن. اهو جنڊ ٽي کان چار هزار جو وڪرو ٿئي ٿو، پر جنڊاوڙا جڏهن جنڊ رولي رولي ٿڪبا آهن، تڏهن مجبوري ۾ هزار پندرنهن سئو ۾ به وڪڻيو اچن. هي گڏهن تي جنڊ هڪڙو هڪڙي پاسي ٻيو ٻي پاسي رکي پيا ڳوٺ ڳوٺ رلندا آهن. هنن کي اهي جنڊ وڪڻڻ لاءِ رلندي رلندي، ڪڏهن ڪڏهن پندرنهن ويهه ڏينهن لڳيو وڃن. ٿر جي پٽن ۾ اڃيا بکيا پيا ڦرندا آهن. جڏهن جنڊ وڪجي. ڪڏهن جنڊ جي بدلي ۾ پراڻو جنڊ ملندو آهي، ڪڏهن ويهه ٽيهه ڪلو ان ملندو آهي. ڪڏهن ڪو ٻاڪيو رڍ يا ٻڪري به ڏيو ڇڏي، ڪڏهن ڪڏهن جنڊ اوڌر تي به ڏيڻو پئجي وڃي، پوءِ پيا هلو. بس هنن وٽ جنڊن جي وارا ڦيري پئي هلندي آهي، جيڪو نئون ڪري ٺاهيندا آهن، اهو ڏيندا آهن ۽ پراڻو وٺندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن پراڻو جنڊ پورو به ناهي ملندوهينيون پڙ ملندو آهي ته مٿيون ناهي ملندو. جي مٿيون ڪٿان ملندو آهي ته هيٺيون ناهي ملندو. پر جڏهن هڪڙو پڙ ملندو آهي ته ٻي جي ڳولا هوندي آهي.ڪڏهن ڪڏهن ٻاڳ جا ٻئي پڙ به ملي ويندا آهن. يا جڏهن هڪڙي پڙ جو ٻيو پڙ ملندو آهي ۽ جڏهن جوڙ پورو ٿيندو آهي. تڏهن انهي مڪمل ٿيل پراڻي کي وري نئون ڪندا آهن. نئون ڪرڻ لاءِ سڀ کان پهرئين جنڊ کي آهوڙي سان آهوڙيندا آهن. آهوڙڻ، صاف ڪرڻ ڪانپوءِ رنگ ڪندا آهن، ٻير جو ڪوئر، ڪنڊ، ڪاري ناس، سيل پاڻي وجهي باهه ۾ اڪاري هٿ سان جنڊ تي مليندا آهن. هو چون ٿا جيڪي ڪپڙن ڌوئڻ واري برش سان رنگ ڪندا آهن. اهو جنڊ ڪارو ٿي ويندو، انهي رنگ ڪرڻ سان جنڊ سهڻو لڳندو آهي. گهڻا ماڻهو وري جنڊاوڙن وٽ جنڊ پالش ڪرائڻ لاءِ به ڪٽي ايندا آهن، جيڪي انهن کي پالش ڪري ڏيندا آهن. هي جنڊ تي اٽو پسائي به هٽندا آهن. انهي سان جنڊ ڪکر ڪونه ڪندو. هي جنڊ تي مختلف شڪلون به ٺاهيندا آهن، ٻڪري جي ڪر جي شڪل، لاٽون جي شڪل، مڇي، جهرڪي، مور ۽ دل جي شڪل ٺاهيندا آهن، انهي سان جنڊ کي ناٺو ڏيندا آهن.

اهو جنڊ رلائيندڙ قبيلو، جنهن کي هنن جا وڏا چئي ويا کنهن جا بزگير نہ ٿجو، انهن کي جي کٽي "سَنو" ملي ويو تہ سال بہ وڌ ۾ وڌ ويهندو، اهو بہ جهڙيون تهڙيون جهڳيون ناهي. نہ تہ اهي گڏهن تي جنڊ ۽ وري کو نئون ديس. هي بہ آهن جپسي جو جپسي، دنيا گهرٽيون ۽ جنڊ چڏي ڏنا پر جنڊاوڙن جنڊن وارو کر کونہ ڇڏيو، کنهن جنڊاوڙي جي گهر ۾ جي جنڊ پيل نہ هوندو تہ هن کي ننڊ بہ کونہ ايندي. هي چون تہ ايئن ٿا تہ پهرئين جنڊ آيو، پوءِ سنڌ آئي. هنن جي اوڊڻ پهرڻ ۽ ٻولي مان ايئن ٿو لڳي تہ هي بہ ٻين رولاڪ قبيلن وانگر اوپر مان آيا آهن. عورتن ۾ اجان پولکو، پڙو ۽ گنج پاتل آهي، هي جنڊاوڙا قبيلو راماپير تي تہ مردين عورتين گڏ ٿيندو آهي. پر هي آهي "کوڙيال" جو پوڄاري، جنهن جي واڳون تي سواري آهي. چون ٿا کوڙيال وري چارٽياٽي هئي. هنن جنڊاوڙن جون نئون ذاتيون آهن، جن مان ڪجهہ تہ اهڙيون ذاتيون آهن، جيڪي مسلمانن ۾ بہ آهن. هي ٻاهرئين ماڻهو کي اهي ذاتيون ٻڌايئندا آهن، پر پاڻ ۾ هو انهن ذاتين جا ٻيا نالا وٺندا آهن. جيئن هنن ۾ هڪڙي ذات پنهور آهي، جنهن کي هي ٻهادراٽي بہ چوندا آهن، ٻي سولنگي، جنهن کي هي هوڙيٽي چوندا آهن، ماڇي جنهن کي هي پاڻ ۾ ڪارواٽي چوندا آهن، تيلي جنهن کي تيجاٽي بہ چوندا آهن. ٻيون هندن واريون ذاتيون آهن. هنن ۾ راجپوت آهن اهي بہ ڊانڊل، جن ڊانڊلن جو ٿر ۾ ڳوٺ ڏانو ڊانڊل پارکر ۾ آهي. ٻيون پرمار، ڊانڊار ۽ هوزراٽي آهن. پنج پنج رپيا پاڻ ۾ گڏ ڪري چرس پيئندڙ ۽ مرد عورتون ۽ ٻارڙا ناس جي چپٽ چپ ۾ هٽندڙ هي قبيلودربدر قبيلو آهي.

بس هن قبيلي ۾ پڳت کونهي نہ ٻاوو نہ مهراج هنن جي ڏرڏاس هوندو آهي، جنهن جي پڳ هنن وٽ هلي ٿي. اهو ئي هنن جو ٻاوو، مهراج ۽ پڳت آهي. جيڪڏهن ڪير مري ويندو آهي.تہ اهو ئي رسمون پوريون ڪندو آهي. انهي لاءِ اهو لازمي ناهي تہ کو هن کي گيتا ياد هجي. هي مُردي کي ساڙيندا ناهن. هنن جي چوئري جي ڦيرن تي بہ کو گرومهراج يا ٻانڀڻ، ٻاوو ناهي وِيهندو

مامو ويهندو آهي، جيڪو ناريل ۾ تيل وجهندو ويندو آهي. پوءِ چوڪريءَ جو مامو چوڪري کي ۽ چوڪري جو مامو چوڪريءَ کي پنهنجي ڪلهي تي کڻي، هن جي گهر ايندو آهي. پوءِ مامو گهوٽ کي ٻڪ جهلائي ان ۾ پئسا رکندو ۽ پئسن مٿان ان رکي، مٿان ڪليل چاقو رکندو آهي. پوءِ گهوٽ مٿان چني جهلي مامي جي گهر وڃبو، اتي ماميءَ گهوٽ جي ٻنهي پاسن کان پاڻي جا جڳ هاريندي ۽ اتي رک مان ٺهيل چار لڏون هوندا جيڪي ماميءَ چڻني ڪنڌن تي اڇليندي، جيئن گهوٽ کي ڪنهن جي نظر نہ لڳي. اتي جنهن کي اهو رک مان ٺهيل لڏون لڳندو آهي تہ سئو نہ سمجهيو ويندو آهي. ايئن تقريبن سيڻي گهرن ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار جي دعوت ڪئي ويندي آهي، سيڻي گهرن ۾ اها رسم ٿيندي آهي، رسم ساڳئي رهندي آهي، پئسو بدلبو رهندو آهي. اها ئي جنڊاوڙن جي نينڊ آهي، جيڪا لکبي ناهي رڳو ياد رکبي آهي. هي ساڳئي نک ۾ سڱابندي ناهن ڪندا ۽ جتي ڏيندا آهن اتان وٺندا بہ ناهن، ڏيندا هڪڙي نک ۾ آهن تہ وٺندا ٻي نک مان آهن. انهي ڪري هن قبيلي ۾ بدي جو رواج ناهي، پر پئسن تي سڱابندي ڪندا آهن. هنن ۾ ڪا عورت يا مرد جي ٻاهران ٻي ذات مان شادي ڪندا آهن تہ انهي عورت يا مرد سان هي واسطو بلڪل ختم ڪري ڇڏيندا آهن. جي وري عورت آئي تہ چوندا اسان جي جهڳين کان پرتي ويهہ پنهنجو ڪمائي پنهنجو ڪائي.

هن قبيلي ۾ بہ ٻين رولاڪ قبيلن وانگر پنچائتي نظام آهي. جيتريون ذاتيون آهن، اوتريون پڳون آهن، اهي گڏجي فيصلو ڪنديون آهن. پلين خون ٿي وڃي، ڪڏهن ڪڏهن تڏي تي ئي نبيرو ٿي ويندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن وري سزا بہ ايندي آهي. انهي ۾ انهي گهر کي نيڪالي ڏني ويندي آهي، انهي سان سڀ سماجي واسطا ختم ڪيا ويندا آهن. جيڪڏهن ڪير انهي گهرائي سان پل ۾ بہ ملندو يا ڳالهائيندو آهي تہ انهي کي بہ سزا ايندي آهي. انهي جنڊاوڙن جو هتي سنڌ ۾ مرڪز ٽنڊوالهيار آهي. جنڊاوڙن جو چوڻ آهي تہ ٽنڊي الهيار ۾ هنن جنڊ ڪڻي رلندڙن کي انگريزن ڏنو، اتي هنن کي زمين ڏني، جنهن جا ڪاغذات بہ

انگريز دور جا هنن وٽ آهن، پر انهي زمين مان گهٽي زمين تي اتي جي بااثرن قبضو ڪري ڇڏيو آهي،ٿوري ڪا جنداوڙن وٽ آهي، جتي هينئر هو ويٺل آهن. انهن رولاڪن جي رولاڪي انگريزن تہ ختم ڪرڻ چاهي پر بااثرن ڪي گهٽي بڪ هئي.

اڄ ڪلهہ هنن جي جهڳين ۾ راتيون بڪ تي ڪٽجن ٿيون، بخار ۾ مرندڙ ٻارن لاءِ ٽڪي وٺڻ بہ ڏکي آهي. هنن جا ٻار شهر ۾ پنن ٿا ۽ نوجوان ڇوڪريون ورِي خميس جي ڏينهن پنن ٿيون. ڪجهہ جنداوڙا شهر ۾گتا ميڙين ٿا، گتا ميڙيندڙ شام جو مرغي جي اڏي تان فارمي ڪڪڙين جا پاوا ۽ منڍيون خريد ڪري اچن ٿا. جيڪو ڪير بہ خريد ناهي ڪندو.بس هو چون ٿا ٿورن پئسن ۾ پيٽ ڀرجي ٿو وڃي. نہ تہ مرغين وارا پاوا ۽ منڍيون ڪتن ۽ ٻلين ڪي تہ اڇلين ٿا پر اسان ڪي پئسن سان ڏين ٿا. بس اسان وٽ ڪلاڪار ۽ ڪاريگر هن ترقي دربدر ڪيا آهن.

***

# جوڳي

لنڊي بي پيري آهي، هن جو ڪو پير مرشد تہ آهي ڪونہ، ان ڪري جو هن پنهنجي ئي مرشد گوگي پير کي ڪُکيو هو. تڏهن گوگي پير لنڊي کي سراپ ڏنو هو تہ تون ڪڏهن بہ سڌي ٿي ڪونہ هلندين سدائين موچڙي سان ماربي رهندينءَ. لنڊي انهي ڏينهن کان سڌي ٿي ڪونہ هلندي آهي ور وڪڙ ڪائي هلندي آهي ۽ سدائئن موچڙي سان ماربي رهندي آهي. گوگو پير اهو هو جنهن جي جيستائين نگاهہ ويندي هئي اوستائين زهريلو جيت جڻو بي اثر ٿي ويندو هو، هن جي ڪڪڻ جي صلاحيت ختم ٿي ويندي هئي. گوگو پير انهي يُگ ۾ هو. جنهن يگ جو اوتار ڪرشن هو، چون ٿا تہ هن لوڪ ۾ هن کي وٺي بہ ڪرشن آيو هو. اهو گوگي پير لنڊي کان ڪکجڻ جي ڪري ئي پر لوڪ پڌاريو هو. گوگي پير کي ان لنڊي مٽي ۾ ڏڪ هنئيو هو. هون تہ نانگن

بلائن جا هڪ سئو ٻاهتر قسم آهن، پر انهن سؤ ٻاهتر قسمن ۾ ٻي پيري صرف ۽ صرف لنڊي آهي، باقي سيني جو پير مرشد گوگو پير آهي. هنن جوڳين جو اهو عقيدو آهي تہ گوگي پير يا پيران پير بادشاهہ پير جو پنهنجي چوڏاري ڪڙو ڏيئي رات جو کهڙي ٻہ جهنگ، بيابان ۾ سمهي رهو ڪوبہ نانگ بلا اهو ڪڙو ٽپي نہ ايندي، باقي لنڊي جي باري ۾ تہ ڪجھ نٿو چئي سگهجي. انهن جي انهي عقيدي واري ڳالهہ تي هو پاڻ ڪيترو عمل ٿا ڪن، اها انهن کي خبر آهي. باقي انهن جو چوڻ آهي تہ هو جيڪو نانگ بلا جهليندا آهن، انهي نانگ بلا کي هو پيران پير بادشاهہ يا گوگي پير جو وچن ڏيندا آهن. هو اوترو عرصو نانگ بلا کي پاڻ وٽ رکي سگهندا آهن ۽ وچن پوري ٿيڻ تي هو وري انهي نانگ بلا کي جهنگ ۾ ڇڏي ايندا آهن.

جوڳين جي انهي وهمن وسوسن ۽ عقيدن واري جهان ۾ هو، سدائين پنهنجي پٺن تي ڳبري ۾ نانگ بلائون کڻي گهمندا آهن. ۽ هو انهي سفر ۾ سدائين نانگ بلائن پٺيان پيا ڀٽڪندا آهن. نانگ بلائن پٺيان رلندي رلندي هو ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي نڪرندا آهن. هنن جي انهي ئي بلائن جي تلاش هنن جي حس ۾ اها سگهہ وڌي آهي. جو هنن جو اهو چوڻ آهي، تہ هنن کي نانگ بلائن جي خوشبو ايندي آهي، هو انهي خوشبو جي آڌار تي بلا تائين پهچندا آهن. پر هو انهي حس ڪانسواءِ ليڪو ڏسي بہ اهو اندازو لڳائي سگهن ٿا. بلا جي بدن تي سنهڙا سنهڙا وار ٿيندا آهن ۽ جڏهن بلا گسڪندي آهي تہ سندس ليڪي تي وارن جا نشان ٿيندا آهن، انهن مان اندازو ٿئي ٿو تہ بلا ڪيڏانهن وئي آهي. بلا جي ليڪي مان ايئن بہ خبر پوي ٿي تہ زمين غير هموار هوندي آهي هر هنڌ ساريکي ناهي هوندي انهي، ڪري جڏهن بلا مٿاهين تي چڙهندي آهي تہ ور وڪڙ ڪائيندي آهي ۽ هيٺاهين ۾ سڌي لهندي آهي ۽ پٺيان پڇ جوسنهڙو نشان بہ هوندوآهي، جنهن مان خبر پوندي آهي تہ بلا ڪيڏانهن ويئي آهي. جتي ڏاڍي زمين يا جابلو علائقو هوندو آهي اتي بلا يا نانگ تائين پهچڻ لاءِ ليڪو مددگار ناهي ٿيندو، اتي نانگن جا ليڪا ناهن هوندا، اتي ٻر جو

منهن ڏسي ڻئہ ڪبو آهي تہ انهي ٻر ۾ نانگ آهي يا بلا آهي يا نہ جيڪڏهن ٻر جي منهن تي ڄارو هوندو يا ڪک پن پيل هوندا تہ پوءِ پڪ سمجهو تہ انهي ۾ ڪجهہ ناهي پر جي ٻر جو منهن صاف آهي ڪک پن يا ڄارو ڪونهي تہ پڪ سمجهو تہ انهي ۾ نانگ آهي. ايئن جوڳي نانگ بلائن جا پيرا کڻي هنن جي تلاش ۾ هنن تائين پهچن ٿا. نر ۽ مادي نانگ جي سڃاڻپ جو هنن وٽ اهو طريقو آهي جو نر نانگ جو ڦڻ وڏو ٿئي ٿو ۽ مادي نانگڻ جو ڦڻ سنهو ٿئي ٿو. هنن جو چوڻ آهي تہ ڪارو اصيل نانگ سياري جا چار مهينا زمين ۾ رهندو آهي، اهي چار مهينا هو زمين مان ٻاهر ناهي نڪرندو اتي هو مٽي بہ کائيندو آهي. اها مٽي هن جي وات جي اندر تاروئي ۾ ڄمندي ويندي آهي. اتي نانگ جي تارو ئي ۾ ڄميل مٽي ۾ اصيل جو زهر بہ شامل ٿيندو ويندو آهي. انهي تاروئي ۾ ڄميل مٽي کي مڻ چئبو آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي بلا يا نانگ ڪکي وجي تہ جتي نانگ، بلا ڏڪ هنيو هجي اتي اصيل جي مڻ رکجي تہ زهر اثر نہ ڪندو ۽ لهي ويندو، ڇو جو زهر کي زهر ئي ماري ٿو. ٻارهين مهيني نانگ بہ کل لاهيندو آهي، اهوايئن ٿيندو آهي جو نانگ يا بلا جي منهن وٽان کل پچڻ شروع ڪندي آهي تہ پاڻ مرادو اها کل ڪٽي وانگر پچندي نانگ جي جسم تان لهندي ويندي آهي. نانگ جڏهن گسڪندو آهي تہ هن جو جسم ٻوڙن سان لڳندو آهي، انهي ۾ کل لهندي ويندي آهي. نانگ جي کل جي تہ ڪا اهميت ڪونهي، نور جي کل سو رپين ۽ لونڪڙ جي کل سٺ رپين ۾ وڪرو بہ ٿئي ٿي. نانگ بلائون وڪرو بہ ٿين ٿيون، حڪمت ۾ ڪم اچن ٿيون. چون ٿا تہ نانگ مان ڪينسر جي دوا ٺهي ٿي ۽ نانگ بلائن مان نانگ بلائن جي ڪَکيَلن لاءِ تہ سٺي ٺهي ٿي. نانگ بلائون جوڳي پاڻ بہ وڏي شوق سان کائيندا آهن. هو نانگ جي سسي ۽ پڇ وڍي اڇلي ڇڏيندا آهن، باقي بچيل نانگ کي تري کائيندا آهن. ٻگهڙ جي کل جي وري پنهنجي اهميت آهي جوڳين جو چوڻ آهي تہ ٻگهڙ جي کل تي جن، غيبات ناهي ايندي ۽ ٻگهڙ جي جسم تي هڪڙو آسو ٿيندو آهي، جنهن کي "سيار سينگهي" ٻوٽي چئبو آهي. اهو ٻگهڙ

ڪاچ ڪائيندو آهي تہ جسم تان ڇٽي پوندي آهي، جوڳي اهو سجاڳي ڪٽندا آهن، سيار سينگهي ٻوٽي جن غيبات ڪان بچڻ ڪانسواءِ سائين روزي ۾ واڌ ۾ ٻين گهڻن ڪمن ۾ ڪم اچي ٿي. بگهڙ جي ڪل ۾ تہ تعويذ ٻڌي بہ پاتو ويندو آهي.

جوڳين جو هي وسوسن، وهمن، عقيدن ۽ اٽڪلن جو عجيب جهان آهي، جوڳين جو قبيلو انهي جهان ۾ خوش آهي، اهي جوڳي نانگن کي گهڻي پيار مان پاليندا آهن. اهي نانگ جن کان ڪڪجڻ جو ڪنڪو سڄي لوڪ کي هوندو آهي. هو نانگ جي ڪاري ۾ گوشت جا ننڍڙا ننڍڙا زرڙا ڪري رکي ڇڏيندا آهن جيڪو نانگ پيو کائيندو آهي. هو تہ نانگن کي کير بہ پياريندا آهن، هنن جو چوڻ آهي تہ هو نانگ کي کير ٻڪري جي نري سان نائيندا آهن، ٻڪري جي پوئين ٽنگ ۾ هڪڙي سنهڙي هڏي هوندي آهي، جنهن مان مک ڪڍي ڇڏبي آهي تہ انهي هڏي ۾ سنهڙو سوراخ ٿي ويندو آهي. انهي هڏي کي نري چئبو آهي. هي انهي سان نانگن کي کير نائيندا آهن، اها نري هنن جي نانگن واري ڪاري ۾ مون پنهنجي اکين سان ڏٺي آهي. جڏهن انب جوڳي مونکي اها نري ڏيکاري رهيو هو تہ هن اصيل نانگ کي پنهنجي ٻارڙي جي ڪنڌ ۾ وجهي ڇڏيو هو. هنن جو چوڻ آهي تہ جيئن هر جوڳي جو پنهنجو جوڳ هوندو آهي، ايئن وري هر نانگ جو پنهنجو زهر هوندو آهي. سيني نانگن ۾ هڪ جيترو ۽ هڪجهڙو زهر ناهي هوندو. پدم نانگ تہ قدم ڪڻڻ بہ ناهي ڏيندو. اصيل جي ڇيڙ ڇاڙ نہ ڪجي، اصيل کي ڇيڙ تہ وڙهندو يا هن جي جوڙي مان نر يا مادي مان ڪنهن هڪڙي کي ماريو تہ ٻيو انهي جو پلاند ڪندو. پيئڻ بلا وري ماڻهو جو ساهہ ڦوڪيندي آهي. جڏهن ماڻهو گهري ننڊ ۾ ستل هوندو آهي تہ هو اچي ماڻهو جي ڇاتي تي چڙهي ويهي رهندي آهي. پوءِ ماڻهو جو ساهہ ڦوڪيندي ويندي آهي، اهو ساهہ ڦوڪي ڦوڪي هيٺ وڃي ڪرندي آهي ۽ پوءِ انهي ماڻهو کي تارونئي ۾ ڦوڦو ٿي ويندو آهي. اهو ڦوڦو ڦاٽو تہ واهہ نہ تہ همراهہ ويو وصال ڪري. انهن وهمن وسوسن ۽ عقيدن واري جهان ۾ جوڳين جا سدايئن ٻ نالا هوندا آهن هڪڙو

اهو جيڪو مائٽ ڏيندا آهن جيڪو ذات برادري ۾ هوندو آهي ٻيو اهو جيڪو گرو ڏيندو آهي. جيڪو لوڪ ۾ هن جو نالو هوندو آهي. هون جوڳي ڪا ذات نه آهي ڪونه هنن جا نو ناٿ ۽ ٻارنهن ذاتيون آهن. جوڳي ڪڏهن بہ ڪنهن کي پنهنجو انت ناهي ڏيندو جيڪڏهن هو ڪنهن کي انت ڏي تہ پوءِ اهو جوڳي ڇا جو وڃي ڪا ٻي ذات سڏائي جوڳي ڇو سڏائي جوڳي ڇلڪيو پوءِ اهو نہ رهيو هن ڪان جوڳ وئي هو ڪو ڪسبي تہ آهن ڪونہ پر هنن جي هڪڙي فقير انت ڏنو هو پوءِ اهو ئي انت جوڳين جي جوڳ واري سموري قبيلي لاءِ امتحان بڻجي ويو هو. اهو انت هڪڙي جوڳي فقير ٽنڊي الهيار ڪان ٿورو اڳيان تاج پور جي نواب محمد خان لغاري کي ڏنو هو. هنن جي هڪڙي جوڳي چيڙ فقير سان انهي نواب تيرنهن سال جوڳ وارو سير سفر ڪيو ۽ پوءِ جوڳين جي سموري جوڳ جا پنڌ پاڻ پرڪيايئن تہ پنهنجي گرو چيڙ فقير ڪان اجازت ورتائين. گرو اجازت ڏني تہ هن تاج پور ۾ وڏو نانگن جو فارم ٺاهيو، گهمنڊڙ ڦرنڊڙ غريب جوڳين ڪان سؤ، ٻہ سؤ ۽ پنج سؤ رپيا ڏيئي. نانگ ورتا ۽ انهن مان فارم ٺاهيايئن، نواب تہ هو پئسي جي پرواھ هئي ڪونہ، پوءِ انهي ئي نواب جوڳين جي سڄي جوڳ کي چيو تہ اوهانجي قبيلي ۾ ڪو آهي جيڪو مونسان مقابلو ڪري، جوڳين مقابلي کي قبول ڪيو. راڻي باغ حيدرآباد ۾ اهو مقابلو ٿيو، جنهن ۾ هڪڙي پاسي نسل در نسل پيڙهين ڪان نانگن جي نينهن ۾ ورتل جوڳي فقيرن جو قبيلو هو تہ ٻئي پاسي وقت جا نواب سردار ۽ رئيس هئا. نواب هڪڙو نانگ ڏنو تہ اهو چيڙ فقير ڪنيو، نواب ٻيو نانگ ڏنو اهو نہ چيڙ فقير ڪنيو پر هو رئيساڻان ٻار پنهنجي هار هر حال ۾ تسليم ڪرڻ تيار نہ هئا. جوڳين اها ڪٽيل بازي جي هار تسليم ڪئي ۽ چيڙ فقير نواب کي اتي ئي سراب ڏنو تہ تون گهڻو عرصو نہ جيئندين، انهي ميل ڪانپوءِ ٻئي ٽي ڏينهان ئي نواب کي نانگ ڏڪ هنيون ۽ مري ويو. پوءِ هن جا ڪيترائي شاگرد نانگن جي ڪڪجڻ جي ڪري مئا. جوڳي فقير انهي ڏينهن ڪان پوءِ پنهنجو فن ڪنهن کي بہ ناهن ڏيندا.

جوڳين جي مڙهين ۾ وهان وڏائي جون رسمون تہ ٻين هندو مذهبن جي ماڻهن واريون ئي آهن، پر وري بہ منجهن فرق آهي. جوڳين ۾ ڏيءُ پُٽ جا وهان بدي تي ٿين ٿا. پر جيڪڏهن ڪو پنهنجي ڏيءُ بنا بدي ڏيندو آهي، تہ اهو ڇوڪرو شادي جو پهريون سال ساهوراڻي گهر ۾ رهندو پر سمهندو گهر جي گهٽي تي، جيڪو پني آڻيندو اهو ساهورن کي ڏيندو ۽ وهانءُ کانپوءِ هن کي سال ساهورا ڪارائيندا ۽ انهي کانپوءِ مرضي وارو آهي. جيڪڏهن جوڳي نينگري کي ڏاج ۾ اصيل جي مڻ سيار سينگهي ھونئي ۽ تازي ڪتو نہ ڏنو تہ سمجهو انهي جوڳي ڏيءُ کي ڪجهہ بہ نہ ڏنو، پوءِ ڀلي لک لٽايو هجيس، توڙي سون ۾ توري ڇڏيو هجيس، پر اهو ضرور ڏيندو. هر جوڳي جي گهر ۾ سيار سينگهي اصيل جي مڻ ضرور ملندي. هڪڙو جوڳي شادي لائق ۽ مڪمل جوڳي تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن پنڻ جو آرٽ سکڻ سان گڏ نانگ جهلڻ جو هنربہ سکي وٺندو. جنهن ڏينهن نانگ جهلڻ سکي وٺندو آهي، انهي ڏينهن ئي هن جا مائٽ هن جي رشتي جي ڳولا ۾ نڪرندا آهن. جوڳين جون مڙهيون قدن فيصلن جي جڙ آهن، هنن ۾ اندروني جهيڙا فساد وڏي پئماني تي ٿين ٿا. پر هنن جو فيصلو اتي ئي پئنچائت جا پٽيل ڪن ٿا. اڄ ڏينهن تائين جوڳين جي جهيڙي جو ڇيڙو نبيرو وڏيرن جي اوطاقن، عدالتن يا ٿاڻن تي ناهي ٿيو. سال جا چار مهينا مهراڻي ۽ ڪس ۾ عمرڪوٽ، سٺوهي، نبي سرتڙ ۽ نهٽي ۾ ڪٽيندا آهن انهن ئي ڏينهن ۾ هنن جا وهانءُ ٿيندا آهن، باقي سدايئن سفر ۾ گڏهن تي لڏا ۽ پيرين پنڌ جتي رات پئي اتي ئي هنن جو اجهو. هو اڄ بہ رلڻ پنڻ کي عيب نہ ٿا سمجهن، ملڪان ملڪ ۽ ديسان ديس ڦرن ٿا. ماڻهن جا ڪڙا جملا، ڌڪا، ٺيلها گاريون، موچڙا ۽ مشڪريون برداشت ڪري جوڳٽيون ۽ جوڳي پنڌ ۾ آهن. ڪڏهن ڪٿي ڪٿي پيار ڪرڻ وارا بہ قدردان ۽ سخي ملي وڃن ٿا، تڏهن هنن جو انسانيت ۾ ايمان پختو ٿئي ٿو.

انهي ڏينهن جڏهن اسان راما پير جيڪو يگ جو اوتار آهي جي مندر ۾ چار جي گهاٽي وڻ جي ٿڌي ڇانءُ ۾ ويهي هنن

جي وهمن، وسوسن، اٽڪلن ۽ عقيدن واري جهان وارين منين ڳالهين جي مستين مان سرڪيون ڀري سرمست پئي ٿياسين، فطرت جي ويجهو ۽ سائنس کان الاهي پنڌ تي رهندڙ هن قبيلي جي اصل زندگي تي رشڪ ڪري رهيا هئاسين ۽ اسان مان هر ڪنهن جي اندر انهي جوڳ واري پنڌ جي طلب ڪر موڙي رهي هئي ته اسان جي انهي ڪچهري ۾ پر ٽورڙو پرپرو وينل جهونڙو جوڳي پنهنجو پاڻ ۾ گم ماٺ ڪري وينو هو. جڏهن هن جي ماٺ منهنجي اندر جي ماٺ سان هم ڪلامي ڪئي ته آئون سرڪي وڃي هن کي ويجهو ٿيس. هن کان روايتي انداز ۾ نالو پڇيم ته چيائين نالو ته سجاڻپ لاءِ آهي آئون ته پنهنجي نالي جو بار به نٿو کڻي هلي سگهان پر نالو پريم اٿم. هي جيڪو زمين ۽ آسمان ۾ ڏسين ٿو اهو سڀ رنگ ماڻهو ۾ موجود آهن. بس جيڪو پاڻ سڃاڻي. ڪرشن کان اڳ ڪٿي هئا ڪتاب، بس گرو ۽ چيلي جو رشتو هو هاڻ ته سڀ ڪجهه تبديل ٿي چڪو آهي بس صورت وڃي بچي آهي جيڪا مَٽائي ناهي. جوڳ ته ڪو اڄ ڪلهه جي آهي ڪونه، جوڳ ته ازل کان آهي اوتار ته صورتون تبديل ڪري اچن ٿا، جوڳ، گيڙو، وچن ۽ خيال ازل کان آهن، سج لهندو ۽ اڀرندو گيڙو ٿي ويندو آهي،توڙي جو پريم ڀڳت جوڳين جو اهو سڄو پنڌ هٽي آيو آهي، چوي ٿو پليل هئاسين ته اهو ڪم ڪندا هئاسين، هاڻي بس هو هنن جوڳين جي پنڌ کي مڪمل طور تي رد ڪري ٿو. هي اجايو پيا پٽڪن هنن جي مقدر ۾ اهو لڪيل آهي انهي سفر ۾ ڪجهه ناهي پريم ڀڳت واري پنڌ ۽ هنن جوڳين واري پنڌ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. پر سوال اهو آهي ته ڇا پريم ڀڳت واري پنڌ واري واٽ انب جوڳي واري پنڌ کان ٿي نٿي وڃي. بس هن ڪانپوءِ هو پنڌ آهي يا هي پنڌ الڳ آهي ۽ هو پنڌ الڳ آهي اهو ڪير به طئي ناهي ڪري سگهيو.

***

# پيئڻ، هڻ، ڪڻ ۽ ٻوڳهي ٻلائون

ٻي ڳري ته ٻي ڳري آهي. انهي ٻي ڳري جو ڪو ڳر پير
ته آهي ڪونه، چون ٿا ٻي ڳري ٻس ڳوڳي پير تي حملو ڪيو هو.
نه ته هي ٻي ڳري حملو ناهي ڪندي پنهنجي ٻچاءَ ۾ ڳڪيندي
آهي. ڳهٽو ڪري سڀ نانگ ٻلائون ٻچاءَ ۾ ڪڪينديون آهن، پر
انهي ٻي ڳري جي ڪڪي جا ڏس ٻه آهن ته انهي جو ڏاڪٽري
علاج ٻه آهي. چون ٿا پاڻ واري، ٽر ۾ ڳهٽي ٽٽي آهي ئي لنڍي. پر
انهي ٻي ڳري ٻلاءِ لنڍي، ڪانسواءِ جيڪي ٽر ۾ ٻيون ٻلائون آهن.
انهن جا ايرا سيرا ڏس ته آهن. پر انهي جي ڪڪي جو ڪو علاج
آهي ئي ڪونه، ٻس ڪو جهنڳلي ماٺهو جي جهنڳ جو ڪو ڏس
ڏي ۽ جي وقتائتو ويو لڳي ته واه نه ته ڏٽي جي شئي وجي ڏٽي
ڪي رسي. انهن ۾ هڪڙي آهي پيئڻ، جنهن ڪي وري ٻڇڙي ٻه
چون ته ڦوڪٽي ٻه چون. پاڻ واري ٽر جا ماٺهو چوندا آهن

تہ”بچڙي ڪان الله بچائي“ اها تہ هلي ملي اچي ڦوڪيندي آهي، هاڻ جنهن کي ڦوڪٽي ڦوڪي وجي، انهي جو ڪو علاج آهي ئي ڪون. انهي جا آهن رڳو جهنگ جي ماٽهن وارا ڏس. هڪڙو تہ انهي پيئڻ بلا لاءِ جهنگ جا ماٽهو چون ٿا تہ اها سؤ ميل تان اچي ڦوڪيندي آهي. جڏهن هو ايترو پنڌ هٽي ايندي آهي. تڏهن ئي ڦوڪڻ جهڙي ٿيندي آهي.انهي کي ڦوڪٽي يا پيئڻ چون ئي انهي جي ڪري ٿا جو انهي جو ڪو ظاهر نشان هوندو ئي ڪونهي بس جنهن کي ڦوڪيندي آهي انهي جي ڪاڪڙي ۾ ڦوڦو ٿيندو آهي. جنهن سان ساهہ ۾ مونجهہ بہ ٿيندي آهي تہ مٿي ۾ شديد سور بہ پوندو آهي. اهي نشانيون ڏسي جهنگ جا ماٽهو سمجهي ويندا آهن تہ هن کي ڦوڪٽي ڦوڪيو آهي. اهو ڦوڪٽي ماٽهن انهي ڪري نالو رکيو جو انهن سمجهيو تہ هي انسان جو ساهہ ڦوڪي ڪڍي ڇڏيندي آهي. جڏهن تہ ايئن آهي ڪونہ، هي رات جو ماٽهو جي وات يا نڪ ۾ پنهنجي وات مان زهر اڇليندي آهي، اهو زهر اڇلڻ کان پوءِ ويندي ويندي پڇ هٽي انهي ماٽهو کي اٿاري ڇڏيندي آهي. باقي پڇ هٽي جي رواني ٿي تہ پلين پلو گهوڙو پنيان ڏئي ڇڏ پر رسائيندي ڪونہ، تڏهن تہ سئو ڪوهہ راتو رات پنڌ ڪري واپس ٿي وڃي. هن جهڙي پچڻ جي ٻي ڪا بلا تڪي ڪونهي. پڇ لڳڻ جي ڪري ماٽهو چرڪ ڀري ننڊ مان اٿي ٿو. جنهن سان اهو زهر نڪ ۾ اڇليو هجيس يا وات ۾ وڃي ماٽهو جي ڪاڪڙي تي جمع ٿي ڳوڙهي جي صورت اختيار ڪندو آهي، ڪي وري چون ٿا تہ ڳوڙهي نہ پر وات ۾ ڇالو ٿي ويندو آهي. انهي ڦوڪٽي جي ڦوڪيل جون ڪي ڪي ماٽهو اوڏي مهل اڪيون ٻڌي ڇڏيندا آهن. انهن جو وري اهو چوڻ آهي تہ جي انهي ڦوڪيل جي روشني تي نظر پئي تہ اوڏي مهل انهي جي نظر وڃي ٿي هلي، جي سچ اپريو تہ پڪ سمجهو اهو مريض انڌو. هاڻ انهي ڦوڪٽي کان بچاءَ جا صرف ٻہ طريقا آهن، هڪ تہ اها روشني تي مئي مارائي نہ ايندي. چون ٿا تہ روشني ۾ نپ انڌي ٿي ويندي آهي. ٻيو جهنگ جو ڏس آهي. بس هن کان بچڻ لاءِ يا تہ بصر ڪائي سمهجي يا تہ پوءِ سيراندين پيراندين بصر رکي سمهجي. بصر جي ڏپ تي بہ چون

ٿا ڪونہ ايندي آهي. اهي تہ هن ڪان بچاءَ جا ڏس؛ پر جي ڦوڪي وجي پوءِ وري جيڪي ڏس آهن، انهن ۾ هڪڙو تہ انهي ڦوڪيل همراهہ کي اونڌو ٽنگي پوءِ انهي کي ڏنڊڻ ڪرائيندا آهن. جيئن اهو ڪاڪڙي وارو چالو ڦسي پئي يا تہ انهي ٽنگيل همراهہ کي الٽيون ڪرائيبيون آهن جو الٽين سان ڪاڪڙي وارو ڦوڦو ڦسي پوندو ٻيو وري الٽي ڪرائڻ لاءِ ناس بہ پياريندا آهن. بس هر ممڪن ڪوشش اها هوندي آهي تہ مريض وڌ ڪان وڌ الٽيون ڪري. انهي ڦوڪڻي جي ڦوڪيل جي پاڻ واري ٿر ۾ وڏي ۾ وڏي ڏاهي آهي، چارنور واري اڏڙوٺ عمر جي مومل مينگهواڙ جيڪا "ڏياري" تہ راڄوڙي جي ڳوٺ جي آهي، پر اتي پرڻايل آهي. جنهن وٽ گذريل سال ڊاڪٽرن جي ٽيم بہ وئي هئي، رڳو اهو پڇڻ لاءِ تہ تون ڦوڪڻي جي ڦوڪيلن جو علاج ڪيئن ٿي ڪرين؟ انهي جي گهر ۾ ڊرندي ئي لوڙهي اندر اوهان کي بہ ٽي سئاءِ ائيون ٻڏل ملنديون. جي ڪو مريض سج اڀري ڪان اڳ ۾ ۽ پنج ڪلاڪن جي اندر پهچي ويو تہ بچي سگهي ٿو. هوءَ جا ڪندي آهي جو مريض کي الٽيون ڪرائڻ لاءِ ائين جي کير ۾ پاڻي ملائي پياريندي ويندي آهي، جنهن سان مريض کي الٽيون ٿينديون آهن ۽ هو هٿ جي آڱر ڪاڪڙي تائين ڪڻي وجي انهي چالي کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪندي آهي. اهو ائين جو پاڻي ملايل کير پياريندي ويندي آهي ۽ ڪاڪڙي ۾ آڱر هڻندي ويندي آهي، گڏو گڏ نم جا پن، ڦٽڪي يا لوڻ چڪائيندي ويندي آهي جيستائين لوڻ ۽ ڦٽڪي مريض کي مٺا پيا لڳندا آهن. تيستائين هو اها پريڪٽس جاري رکندي آهي. جڏهن اهي ڪارا لڳڻ لڳندا آهن تہ پڪي سمجهو زهر ختم ٿيو ۽ مريض بچي ويو. هون بہ لوڻ ۽ ڦٽڪي زهر جي اثر کي گهٽائن ٿا.تازو سورام جي ڳوٺ ۾ هڪڙي مينگهواڙ ڇوڪري، ڪيڦوڪڻي ڦوڪي، جنهن جو علاج مومل ڪيو ۽ بچي وئي. پر جي ڦوڪڻي جو ڦوڪيل بي هوش ٿي ويو تہ پوءِ انهي جو علاج مومل وٽ بہ ڪونهي. بي هوش ٿيل مريض کي نہ الٽي ٿي ڪرائي سگهجي نہ وري هن کي لوڻ، ڦٽڪي يا نم جي پنن جي ڪاري يا مٺي هجڻ جي خبر

پوندي. بس اهو ئي ڏس آهي، بڇڙي جي ڦوڪيل جو ڪي ڪي وري اڪ جو ڪير به الٽي ڪرڻ لاءِ پيارينداآهن. بڇڙي کان جوڳي به پناهه ٿا گهرن انهي جي ته وري جوڳين وٽ ڪا جهاڙ به ڪونهي، انهي ڪري جوڳي پنهنجي ئي ڏيري ۾ واري يا مٽي يا وڏا دڙا ئاهي انهي تي سمهندا آهن. مون واري ڳوٺائي بيڪي جوڳي ٻڌايو ڪيترائي جوڳي ڦوڪٽي جي ڦوڪجڻ ڪري مري ويا. هن ته اهو به چيو ته سوڙي ۾ ڦوڪي نه سگهي ته ڪڪي به سگهي ٿي. انهي ڦوڪٽي لاءِ وري اها ڳالهه به مشهور آهي ته اهي هڪڙي هنڌ تي ست هونديون آهن. ڪي وري چون ٿا ته ٻٽيهه هونديون آهن. بڌي جو مهينو ذات نانگ بلا جي ٻاهر نڪرڻ جو مهينو آهي ۽ نانگ بلاءِ ۾ لڳ به هن مهيني ۾ ٿيندو آهي. ڪي وري بڇڙي کي مارڻ کانپوءِ ٻاريندا آهن.

انهي ٻي ڳري ۽ بڇڙي کان پهرئين آهي،"هڻ ڪڻ" بلاءِ جيڪا سڀني نانگ بلائن جي سردار آهي.

اصل ۾ اهو هڻ ڪڻ هڪڙي بلاءِ جا ٻه قسم آهن هڪڙي آهي، هڻ ٻي آهي ڪڻ اها بس گرهوڙو يا وچي جيتري مس هوندي آهي. اهو اوهان کي ڏسندي بلا لڳندي ئي ڪونه جهڙو ڪر سانڊهو يا وچي هجي.هڻ رنگ جي اڇي ٿيندي آهي ۽ مٿي ڳاڙها ڳاڙها نشان ٿيندا آهن.ڪڻ وري هلڪي آسماني ڪلر جي ٿيندي آهي. مٿي گهرا آسماني ڪلر جا پٽا ٿيندا آهن، هن جو ليڪو نه پر پيرن جا نشان ٿيندا آهن. پيرن ۾ ٽي آڱريون آهن، انهن آڱرين جي وچ ۾ پردو آهي انهي جي پنن تي ڳڙن جهڙا ڦوڦا هوندا آهن. هڻ ۽ ڪڻ نسورو زهر آهن. انهن کي جوڳي به هٿ ناهن لائيندا. بس جي ڪنهن ساهه پري شئي کي هن جي پيرن جو ننهن لڳي ويو ته اهو پاڻي به ڪونه گهرندو. ڏکي ۾ ڏکي آهي جهلڻ هڻ ڪڻ بلاءِ. انهي کي هٿ لڳائي نٿو سگهجي نسورو زهر آهي. اهو چمٽي سان جهلي نٿي سگهجي، سڄي ڦسي اريون اريون ٿي ويندي. انهي کي گهٽو ڪري پائيپ سان جهليندا آهن، اهو پائيپ هڪڙي پاسي کان بند هوندو آهي. ٻيو کليل پاسو هن جي اڳيان رکي آهستي آهستي ڪري ڪاٺي سان سوري سوري پائيپ ۾

وجهندا آهن ۽ پوءِ ٻيو منهن بہ بند ڪري ڇڏيندا آهن. ڪي جوڳي وري چون ٿا تہ ڪاٺي ڪي بليٽ يا چاقو سان چيري ٻہ فنگي ڪري وچ ۾ ڳنڍڪو ڏبو آهي. پوءِ آهستي آهستي ڪري ڳنڍڪو سيري ڪڍي ڇڏبو، ٻوءِ انهن ڦنگهن ۾ ڦاسي تہ آهستي آهستي ڳوٺري ۾ وجهبي. ڪي ڪي بي ڊپا جوڳي تہ هٿ تي ڪپهہ هٽي مٿان ڏاڍا هٿن تي ڪپڙا ويڙهي هٿ سان بہ جهلي وٺندا آهن. بس هن ۾ ٻن ڳالهين جو خيال رکبو آهي، هڪ تہ اها ٽٽي اريون نہ ٽٽي، ٻيو جسم جي ڪنهن حصي کي نہ لڳي. اها بلا وري روشني تي ايندي آهي، خاص ڪري گاسليٽ واري گولي تي، گاسليٽ جي ڏپ هن کي جيتن ڏانهن ڇڪيندي آهي. هن جو ڪاچ بہ گهٽو ڪري جيت آهن.

ٽين بلاءِ آهي ٻوگهي، جنهن کي ٻہ مُنهين بہ چون. پر جوڳي چون ٿا تہ ٻوگهي جا ٻہ منهن ناهن. هن جو منهن هڪڙو ئي هوندو آهي پر هنن جو چوڻ آهي تہ هو منهن ڪان ڪل لاهڻ شروع ڪندي آهي. انهي ڪري هو ڇهہ مهينا پڇ واري پاسي ڪان هلندي آهي. ڇهہ مهينا ابتي هلڻ ڪري هن کي ٻوگهي چوندا آهن. انهي ڪري ٻوگهي کي هرڪو پيو ڪٽيندو آهي. انهي ڪري جو منهن بند هجڻ ڪري ڪائي ڪونہ سگهندي آهي. ڪي ڪي وري چون ٿا تہ چنڊ جي چوڏهين تي ٻوگهي جا ٻئي منهن ڪليل هوندا آهن. پر جوڳين جو چوڻ آهي، جي ٻوگهي ڪنهن ساهہ ڀري شئي ۾ چڪ هنيون تہ ڪيندي ڪونہ ڀلين وڍي ڇڏي. ٻوگهي هون بہ سولي مرندي ڪونهي. پر جوڳي چون ٿا گڏهہ هينگ ڪئي تہ چڪ ڪڍي روڙ ڪري ڀڄندي. اهي آهن ڏکيون بلائون. عام طور تي بڊي جو مهينو بلائن جو سڏبو آهي.

***

## دنيا نانگ جي ڦڻ تي ٻيٺل آهي

ٻيلي ڪنهن کي ڪٽي ڪنيون آهي جو نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهي، پر ڪجي ته ڪجي به ڇا جوڳين جو ماهه مرڪ ٿي نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهڻ آهي. سو جوڳي ته وڃنا نانگن جا ٻر کوٽيندا آهن. پر "ٻلا ٽڪلو يا ڪنپاريو گورهاڙو" جوڳي جي ڪم جو ناهي، لنڊي ڪي ته جوڳي به موچڙي سان ماريندوآهي. جوڳي جي ڳولا هوندي آهي اصيل ڪاري نانگ لاءِ بس جوڳي ڪي گهرجي واسينگ. واسينگ اڳيان مرلي وڃائيندي جوڳي به سونهين ٿو. هڪڙي جوڳي جو سچو رولڙوڪاري اصيل نانگ لاءِ آهي. ڪاري اصيل نانگ جي ڏندن ۾ سئي وانگر سنهڙو سوراخ هوندو آهي. هڪڙو خيال اهو به آهي ته ڪاري اصيل جو زهر انهي ڏندن جي سوراخن مان ئي جنهن شئي کي ڏڪ هڻي ٿو، انهن ۾ خارج ٿيندو آهي. پر اهو زهر نانگ جي ڪلين واري جڳهه يعني زبان جي پاسي ۾ هيٺ ٻنهي پاسي هوندو آهي، جنهن کي جوڳي "زهر گوٽي" چوندا آهن. اها ٿوم جي سري جيتري

ٻنهي پاسي هوندي آهي، پر انهي زهر گوٺي تائين زهر "ناڙ گوٺي" ذريعي ايندو آهي. جوڳي چون ٿا ته جيڪڏهن اهو نانگ ڏک هڻي ٿورو اڳتي ويندو ته وري ٿوري دير ڪانپوءِ زهر گوٺي زهر سان ڀرجي ويندي آهي. جيڪڏهن جوڳي "زهر گوٺي" ڪڍي ڇڏي تڏهن به اهو نانگ ٿوري دير ڪانپوءِ ڏکي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن جوڳي نانگ جي ناڙ گوٺي ڪڍي ڇڏي ته انهي نانگ جي زهر گوٺي وري ڀربي ئي ڪونه انهي ڪري انهي ڪانپوءِ اهو نانگ صرف نالي جو نانگ هوندو آهي، پر ڏکي نٿو سگهي. انهي نانگ پالڻ ۾ ٻيو ڪوئي نه فڪر آهي، نه فلسفو، نه وري ڪو ڪارو جادو يا علم آهي، بس اهو جوڳين جي ڪاريگري آهي. هاڻ نانگ بلا جو ڏکيو بچي سگهي ٿو. پر ڪارو نانگ ماري يا ڪاري چوندا آهن. پدم نانگ ته قدم ڪٽڻ به ناهي ڏيندو. هاڻ ڪارن نانگن جا وري چار قسم آهن. هڪڙو آهي. پدم جنهن بابت جوڳين جو خيال آهي ته پدم نانگ جي نشاني آهي ته هو پيٽ پٺي ڪارو هوندو آهي، پر پدم جي ڦڻ تي چار ڪارا گهرا نشان هوندا آهن. اهو ئي پدم جي سڃاڻپ آهي. جوڳين جو هڪڙو اهو به خيال آهي ته اهو نانگ تي مولا علي جي گهوڙي جي سنب جو نشان آهي. ڪاري نانگ جو وري ٻيو قسم آهي گڏو، جنهن کي تلهير به چوندا آهن، جنهن جو هيٺان پيٽ سفيد هوندو آهي، پر هن جي پٺي ڪاري هوندي آهي. ڪاري نانگ جو ٽيون قسم آهي چوڙ نانگ، انهي ڪاري نانگ جي سڃاڻپ اها آهي جو، انهي نانگ جي سڄي جسم تي اڇا نشان هوندا آهن، چمڙي ڪاري هوندي آهي، جيڪو ڪاري واسينگ نانگ جو چوٿو قسم آهي، انهي کي جوڳي شيش نانگ چوندا آهن. شيش نانگ ئي نانگن جو سردار آهي، اهو نانگ اڻ لڀ آهي. چون ٿا شيش نانگ جو ٻچو ڦٽندي ئي شيش نانگ ناهي هوندو. شيش نانگ جي ٻچي کي مڪمل شيش نانگ ٿيڻ ۾ سئو سال لڳي ويندا آهن. جڏهن شيش نانگ جو ٻچڙو سئو سالن جو ٿيندو آهي، تڏهن ئي مڪمل شيش نانگ ٿيندو آهي. جوڳين جي انهي وسوسي ڪانسواءِ هڪڙو وهم اهو به آهي ته شيش نانگ پنهنجي ٻچن کي ايئن ڪايئندو

آهي، جيئن گرڙ پڪي پنهنجا ٻچا کائيندو آهي، انهي ڪري ئي اڻ لپ آهي. چون ٿا تہ شيش ناگ سئو سالن جي عمر کان ننڍو هجي تہ جهلي سگهجي ٿو، پر جي سئو سالن جي عمر ٽپيو تہ شيش ناگ کي جهلي نٿو سگهجي. جو جو سئو سالن جي عمر کان پوءِ شيش ناگ سترنهن روپ ڪري سگهي ٿو. پوءِ جوڳي جي وس جي ڳالهہ ناهي. هي جيڪو هر هر جوڳي مڻ جي ڳالهہ ڪندا آهن، اها مڻ صرف ۽ صرف شيش ناگ ۾ هوندي آهي، هرڪنهن ناگ ۾ مڻ ناهي هوندي. پدم تلهير ۽ چوڙ ناگ ۾ جيڪا مڻ هوندي آهي، انهي کي جوڳي پنهنجي ٻولي ۾ زهر مورو چوندا آهن. اهو زهر مورو هر ڪاري ناگ جي تاروئي ۾ هوندو آهي. جڏهن سياري جا چار مهينا ناگ ٻرن مان ٻاهر ناهي نڪرندو تہ هو اتي مٽي کائيندو آهي. ناگ زمين ۾ سياري ۾ اونهو ويندو آهي. اتي جيڪا مٽي ناگ کائيندو آهي اها مٽي زري زري هن جي تاروئي تي چهٽندي ويندي آهي. انهي تاروئي واري مٽي ۾ زهر گوٽي مان زهر لڳندو ويندو آهي ۽ اها مٽي زهر جذب ڪندي ويندي آهي. پوءِ اها مٽي، مٽي ناهي رهندي زهر جي ٽڪي ٿي ويندي آهي، جنهن کي زهر مورو چوندا آهن، پر اها مڻ ناهي هوندي. جڏهن ناگ سانوڻ جي مهيني ۾ لڳ ڪندو آهي تہ انهي لڳ ڪرڻ کان اڳ ۾ الٽي ڪندا آهن ۽ انهي الٽي ۾ اهو زهر مورو ٻاهر اڇليندا آهن ۽ پوءِ ئي پاڻ ۾ لڳ ڪندا آهن. جوڳين جو خيال آهي تہ اهو ناگ لڳ ڪرڻ ڪانپوءِ زهر مورو واپس کڻندا آهن. ۽ هڪڙو خيال اهو بہ آهي تہ اهو زهر مورو ناگ اتي ئي اڇلي هليا ويندا آهن. ٻيو وري جوڳي چا ڪندا آهن جو جڏهن ڪاري ناگ کي جهليندا آهن تہ انهي ناگ ۾ جيڪڏهن زهر مورو آهي تہ هو ناگ کي الٽي ڪرائيندا آهن. جوڳين جو چوڻ آهي تہ هو زهر مورو حاصل ڪرڻ لاءِ پڙڪيا نالي ٻوٽي جي ستي پياريندا آهن. هڪڙي ستي ٻي ستِي ٽي ستي تي ناگ الٽي ڪندو آهي ۽ جي ناگ الٽي ڪئي تہ سمجهہ زهر مورو اچي ٻاهر ڪرندو، اهو زهر مورو وڏي ڪم جي شئي آهي. جيڪڏهن ڪنهن کي ناگ بلا ڏکي وجهي تہ انهي ڏک واري

نشان تي زهر مورو رکبو. اهو انهي مان زهر ماري وجهندو. چوندا آهن تہ زهر کي زهر ئي ماري ٿو. (چو جو اي ايس وي اينٽي سنيڪ وينوم بہ زهر مان ٺهي ٿي) باقي منهنجا راڻا! شيش نانگ پنيان جوڳين جا نسل رلي رلي دربدر ٿي ويا، پر شيش نانگ ڪونہ مليو. سو نہ شيش نانگ مليو تہ نہ وري شيش نانگ جي مڻ ملي. چون ٿا تہ شيش نانگ سئو ہاٿر بيضا ڏيندو آهي پر اهو پنهنجا ٻچا پاڻ کائيندو آهي. هاڻ نانگ ڪکي جا جنڪا ڏس بہ گهٽا آهن. جهنگ جا ماڻهو تہ الائي ڪيترا جهنگلي ڏس ڪندا آهن. پاڻ واري ٿر ۾ نانگ بلا جي ڪکي جو وڏي ۾ وڏو ڏس آهي ڪاري ناس. چا ڪندا آهن، جو جنهن کي نانگ بلا ڪکيندا آهن، انهي کي پاڻي ۾ ناس وجهي پياريندا آهن ناس پيئڻ سان ئي ڪکي کي اچي الٽيون ٿينديون اهو ٿرين جو خيال آهي تہ الٽي سان زهر وجي ٿو هليو. سو نانگ جي ڪکي کي وڏي ڪوشش الٽيون ڪرائڻ جي هوندي آهي. نانگ بلا جي ڏکي جو ٻيو ڏس زهر مورو ۽ ٽيون ڏس نانگ بلا جي ڏکي جو جيڪو هاڻ توڙي جو ناهي رهيو، پر اهو ڏس هو جوڳين جي ڏيري ۾، بي هنڌ ڪونہ هو، هاڻ اهي ڏوڪرا جوڳي ئي ناهن رهيا. اهي چا ڪندا هئا جو هڪڙي ٻوٽي آهي سينگي، جنهن کي جوڳي لومڙي بہ چوندا آهن. اهي جهونا جوڳي جتي نانگ بلا ڏک هڻيو آهي، اتي بليڊ سان سنها سنها چهڪا (وڍ) ڏيندا هئا. پر اهي چهڪ ايئن هرڪوئي نٿو ڏئي سگهي، اهي چهڪ ڏيڻ ۾ وڏي ڪاريگري کپي ٿي. اهي چهڪ ڏئي، مٿان سينگي رکبي، اها سينگي سڄو زهر نس نس مان چوسي ڪڍي وٺندي هئي. انهي ٻوٽي ۾ اها سگهہ آهي، باقي اصيل ڪانسواءِ ٻين نانگ بلائن ۾ نہ زهر گوٿو هوندو آهي نہ زهر مورو هوندو آهي. اهي صرف ڏند جي زهر سان ڏکيندا آهن، انهي جو ڏکيو بچي وجي ٿو. بلا جي ڏکي تي نر جا پن بہ ٻڌندا آهن. ناني سومل بہ وئي مٽي جو پور ٿي، اها تہ نانگ بلا جي ڏکي لاءِ نماڻي شاهہ جي نوڙي سڻ جي وٺيندي هئي. ويرمون ڪولهي بہ ويو ستين جي قبرستان ۾ آرامي ٿي. جيڪو نانگ بلا جي جهاڙ بہ وجهندو هو. باقي انسان

پاڻ بہ زهريلو آهي، پٽون جو ڏڪ سور تہ ڪندو پر هلڪو زهر انسان پاڻ پنهنجي زهر سان ختم ڪري ٿو، بس اهو ئي ڏس آهي. اهي آهن جوڳين جي ڏيري جون ڳالهيون ۽ نانگ بلا پٺيان رولڙا ڪندڙن جون رولاڪيون ۽ تجربا. هڪڙي جوڳي تہ اهو بہ چيو هي جسم نانگ جو ڪوٺو آهي. هي ساهہ جي آوت جاوت نانگ جو ڦوڪارو آهي ۽ ها هي ڪائنات ۾ موجود هوا بہ نانگ جو ڦوڪارو آهي، جوڳي چون ٿا هي ڌرتي ڍڳي جي سنگ تي نہ پر نانگ جي ڦڻ تي بيٺل آهي.

***

## ڀاٽي جيسلمير

ڀاٽين جو اصل وطن وري ٻه وڃي جيسلمير ٿيو. ڀاٽي جيسلمير جا آهن. پوءِ اهي پنهنجي پياري وطن ۾ رهندڙ مسلمان ڀاٽي هجن، جيئن مگريا ٻه اصل ڀاٽي آهن. يا سرحد پار رهندڙ راجپوت ڀاٽي هجن. آهن سڀ جا سڀ جيسلمير جا. اهو جيسلمير جنهن جو ڳڙهه راجا جيسل ڀاٽي ٺهرايو هو، راجا جيسل اهو ڳڙهه چون ٿا ته موجوده ڳڙهه کان پنڌرنهن ويهه ڪلوميٽر اوپر طرف ٻاڙمير روڊ تي ٺهرائڻ چاهيو ٿي. جنهن جي شروعاتي ڪم جا نشان اڄان ٻه اتي آهن. پر ٿيو ڇا جو هڪ ڏينهن راجا جيسل شڪار تي ويو. اتي ڇا ٿو ڏسي ته هڪڙي رڍ پنهنجي ٻچي کي سڄي رات ڳدڙن ۽ ٻين جهنگلي جانورن کان بچائي رکيو. راجا اهو ڏسي چيو ته هاڻ ڀاٽين جو ڳڙهه اتي ٺهندو. جتي موجوده جيسلمير درٻار جو قلعو يعني ڳڙهه آهي جيڪو سڄو سنهري پٿر مان ٺهيل آهي ۽

انهي ۾ وڏي مهارت ۽ ڪاريگري ڏيکاريل آهي. جيسلمير دربار
کي ويجها راولوت نک جي پاٽين جا ڳوٺ آهن، جنهن ۾ پٽلا،
سٽو، لوراڪي، اوها آهن. راولوت پاٽين جو هڪڙو ڳوٺ اويسا
وري جوڌپور ۾ به آهي. اهي پاٽي پنهنجو پاڻ کي ياڏو ونسي
سمجهن ٿا. جيسلمير جي راڄ گدي تي راجا ٿي صرف ۽ صرف
راولوت نک جو پاٽي ئي ويهندو آهي. انهن راولوت پاٽين ڪانپوءِ
ٻي نمبر تي آهن، اڏي سنگهه وت پاٽي. انهن پاٽين کي ڪجهه
وري ڳوٺ جيسلمير دربار طرفان مليل هئا، جيئن ٻئيو، سيڙهار
ڏيوڙا، ڪوڏان اهي به جيسلمير رياست جا ڳوٺ آهن. هاڻ انهن
جيسلمير جي پاٽين جي گهٽي مائٽي وري پاڻ واري اڇڙي ٿر جي
سوڍن سان هئي. اڇڙي ٿر جي سوڍن جي سچي سڳابندي
جيسلمير جي پاٽين سان هئي، هو پاٽين کي ڌيئون ڏيندا آهن. اهي
نارٿوت پوءِ رام هجن ويرسي هجن يا گنگڏاس هجن. ستيتاليهه
۾ ملڪ ٽٽو، نوي ڪان ٽيانوي تائين تند لڳي. اڄان به ڪپري جا
نارٿوت هتان نياٽيون وٺي وڃي سرحد پار پرٽائي ايندا آهن، پر
راولوت ۽ اڏي سنگهه وت پاٽي سنڌ جي سوڍن کي پنهنجون
نياٽيون ڏئي سڳابندي ڪونه ڪندا هئا. انهن ٻنهي ٽڪن جي سنڌ
۾ هڪ به نياٽي پرٽايل ناهي. باقي پاٽين جي ٻين نڪن جيئن
مياجڙ، تيجسي، روپسي ۽ رائيڏر نک جي پاٽين جون نياٽيون
سنڌ ۾ به پرٽايل آهن. ۽ ها پاٽي نيٽين نڪين اٺسارن ۾ بي انتها
سهٽو هوندو، اهڙو سهٽو جو بس ڇئي دنگ ڪر. جهڙا ڏسڻ جا
سهٽا، اهڙا وري ٻلا اٺن جا سوار. اهي ئي پاٽي پاڻ واري ٿر جي
پٽن ۾ جيئن جو تيئن ڦرون ڪري ڌاڙا هٽي، رات وچ ۾ وڃي
سرحد ٽپي جيسلمير مان نڪرندا هئا. اهي ڌاڙا راولوت نک جي
پاٽين ڪونه هنيا هئا. اهي سڀ ڌاڙا اڏي سنگهه وت پاٽين هنيا هئا.
اهي به ٻيئي جي اڏي سنگهه وت پاٽين ۽ ٻيئي جا نالي چڙهيا
ڌاڙيل سروپ سنگهه ۽ نارائڻ سنگهه هئا. انهي پاٽي ڌاڙيلن جو
ڪيترا ئي قصا ڪهاڻيون ۽ يادگيريون ٿر جي واري وارن پٽن ۾
اڄان محفوظ آهن. چونٽا سروپ سنگهه ٻلا جو نشاني باز هو. هن
جي بندوق جو نشانو وار جيترو به ڪونه ٽڙندو هو ۽ نارائڻ

سنگهه نالي چڙهيو هو. هنن ٿر جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ ڌاڙا هنيا. هنن جي ڌاڙي جو گهڻو شڪار پاڻ وارو ٿر ٿيو. ڇو جو اڇڙي ٿر ۾ هنن جي مائٽي هئي ۽ لنگهه به هنن جو اڇڙو ٿر هو. انهي ڪري اڇڙي ٿر ۾ جيڪي به هنن ڌاڙا هنيا، اهي رڳو هٽ ڏس تي هنيا. اهي پاٽين ونگار ۾ ڌاڙا هنيا، اتي اڇڙي ٿر جو ئي ڪو ماڻهو جيڪڏهن ڪنهن سان نه نهندو هو ته اهو واسطي واري پاٽي ڪي هٽ ڏس ڪري ڇڏيندو هو، پوءِ پاٽي رات وچ ۾ هٽي انهي جي اڌيڙ ڪري ڇڏيندا هئا. پر پاڻ واري هن ٿر پارڪر ۾ بنا ڪنهن هٽ ڏس جي هلي ملي اچي ڌاڙا هٽي ڦرون ڪري، انن جا وڳ ڪندا هئا. اڳ ۾ ۽ اڇڙي ٿر هٿونگي وٿان ٿيندا، وجي سرحد ٽپي، جيسلمير ۾ داخل ٿيندا هئا. انهن پاٽين جي اڄوڪي اڇڙي ٿر جي وڏن وڏن خاندانن، راڄڙن ۽ مگرين سان دوبدو ياراڻو به رهيو. انهن پاٽي ڌاڙيلن جا ڪجهه اصول به هئا، هو انهن اصولن جي پيڪڙي ڪونه ڪندا هئا. هڪ ته ڌاڙي ۾ ڳئون جو ڌاڙو ڪونه هٽندا هئا. شايد هندو مذهب ۾ ڳئو ماتا آهي انهي ڪري. ٻيو هنن ڪڏهن به ڪنهن عورت ڪي ڪونه ڦريو. ٽيون هنن جا ڌاڙا سڄا سوٽن تي هوندا هئا، جي پاٽي ڪنهن به ڌاڙي تي آيا ۽ ڌاڙي هٽڻ واري جڳهه ڪان پنڌرنهن ويهه وکون به پرتي سوڻ نه ٿيا ته هليا ويندا هئا. ڌاڙو ڪونه هٽندا هئا. اهڙا ڪيترا ئي مثال آهن. هنن جي ڏينهن جو سوڻ "سگن چڙي" هوندي هئي. اها سگن چڙي ساڄي پاسي ٿي ٻولي يا کاٻي پاسي اهو هو ڌيان ۾ رکندا هئا. ۽ رات جو وري چٻرو هنن جو سگن هو. پاٽين وٽ ته گڏهه جي هينگ ڪي به اهميت هئي. پر انهن پکين جي ٻولڻ ۾ هنن وٽ هڪڙي ڳالهه هئي جيڪڏهن هنن ڪي رات جو چٻرو ڪنهن ڄاتل هنڌ تي ٻوليو ته پاٽي چوندا هئا، اها انهي چٻري جي ٽانڪ آهي. انهي تي هو سوڻ ڪونه ٻولائيندا هئا، بس اهو ٽانيڪو آهي. جي سگن چڙي به ڪنهن ٽانڪ، جتي انهي سگن چڙي جي رهائش آهي، ٻولي ته سگن ڪونه ٻولائيندا هئا. ڪنهن نئين جڳهه تي جتي انهي چڙي يا چٻري جي سيم ناهي اتي اهو پکيءَ ٻوليو ته پوءِ سگن ٻولائيندا هئا. انهي ڪانسواءِ پاٽي پکين جي ٻولي

سمجهندا هئا. سمجهندا ايئن نہ تہ ڪو هو ٻولي مان سمجهندا هئا پر انهي پکي جي آواز کي صحيح ڪندا هئا. ڪارو پيو ڳالهائي، منو پيو ڳالهائي، يا مڙئي خير آهي يا وچولو پيو ڳالهائي، اهو هو ذهن ۾ رکندا هئا. هنن جي سموري ڊاڙي ۾ رهنمائي فطرت ئي ڪندي هئي، هنن جي سونهين اها فطرت هئي. بهرحال پاڻي وڏا سگهي هئا، هي ٿر ۾ جيڪو ٿورو گهڻو فطرت جو علم آهي، اهو پاڳين وٽان ئي آيو آهي. هو فطرت جا وڏا پارکو هئا. چون ٿا هڪڙو پاڳي هڪڙي مڱريي سان ڪپري مان گڏجي ميرپور دعوت تي ٿي ويو. پاڳي جو گاڏي ۾ ويهندي پٽڪو ڪري پيو. پٽڪي ڪرڻ سان ئي پاڳي چيو: پاڻ ڪونہ هلنداسين اوهين بہ نہ وڃو. سنگت گهڻو زور ڀريو پر پاڳي گاڏي ۾ ڪونہ ويٺو. سنگت دعوت تي وئي ۽ اهو مڱريو انهي دعوت ۾ قتل ٿي ويو. ٻيو هنن جي جتي مائٽي هوندي هئي، جي ڪٿي هلڪي نڪ جي پاڳين جي نياڻي بہ پرڻايل هوندي هئي تہ انهي ڏياري جي ويجهي سيم ۾ بہ ڏاڙو ڪونہ هڻندا هئا. پاڳين جي نياڻي تہ نهيو، پر جي ٻي جي ڳوٺ جي آس پاس جي ست راڄي جي ڪنهن مسلمان يا اڇوت جي نياڻي بہ ڪٿي پرڻايل هوندي هئي تہ انهي سيم ۾ بہ پاڳي ڏاڙو ڪونہ هڻندا هئا. هو پنهنجي ست راڄي ۾ هرڪنهن جي ڌيءُ جو حيا ڪندا هئا. انهن پاڳين ٻيا ڪيترا ئي ٿرپارڪر ۾ ڏاڙا هنيا، پر هنن وڏو ڏاڙو ڪاٺيئي شهر ۾ هنيو اتي هڪڙو پاڳي مارجي بہ ويو. هڪڙو اهو بہ پاڳين جو اصول هو جيڪڏهن ڪٿي ڪو پاڳي مارجي ويو. اتي هو وري بدلو وٺڻ لاءِ ڏاڙو ڪونہ هڻندا هئا. هنن وري ڪڏهن ڪاٺيئي ۾ ڏاڙو ڪونہ هنيون. ٻيو وڏو ڏاڙو هنن عمرڪوٽ کان اڀرندي چور لڪ تي چار ڇڪڙا گڏ ڦريا، انهي ڏاڙي ۾ پاڳين سان گڏ هڪڙو چونڊا ڀيل هو، جنهن عورتن جي زيورن ۾ هٿ وڌا، جنهن تي پاڳين انهن عورتن کان معافي ورتي ۽ پنجاهہ پنجاهہ رپيا خرچي پڻ ڏني. ٻيا ڪئي ڏاڙا هنيا. اُن جا وڳن جا وڳ وڃي سرحد ٽپيا. انهن پاڳين گجرات ۾ هڪڙي بئنڪ ۾ بہ ڏاڙو هنيو. انهن پاڳي ڏاڙيلن جي ڪري اڄڙي ٿر جي سوڍن جي وڏي لئي هئي. ٻيو پاڳي هتان جو مال هوڏانهن

۽ هوڏانهن جو مال هيڏانهن ڪٽي ايندا هئا. جيئن پاڻي انڊين پن ڪٽي ايندا هئا. جنهن مان پن جي ٻيڙي ٺهندي هئي. هتان وري انهن ڏينهن ۾ بخت بري ڪپڙو ڪٽي ويندا هئا. پوءِ جڏهن جنرل ضياءَ جو دور آيو ته پاڻين هيروئن ۽ هٿيارن جي اسمگلنگ شروع ڪئي. هڪڙي دفعي اسي اٺ ايف سي بارڊر تي جهلي ورتا، جنهن ۾ ماڻهو هٿ ڪونه آيا. پوءِ انڊيا بارڊر تي تند لڳائي ۽ پاڻين جو اچڻ بند ٿيو. هي جيڪي اوهين اچڙي ٿر ڪان ويندي بارڊر جي پٽي تي سڪيا ستابا ماڻهو ڏسو ٿا. اهي بارڊر جون مهربانيون آهن. هتان جو مال هوڏانهن ۽ هوڏانهن جو مال هيڏانهن ٿيندو رهيو. بهرحال تند لڳي پاڻين جو اچڻ بند ٿيو. انهن ڏينهن ۾ راجستان جو سي.ايم ڀيرو سنگهه سيخاوت هو. انهي عام اعلان ڪيو ته جيڪو به راجپوت پيش پوندو انهي ڪي عام معافي ڏني ويندي. پوءِ نارائڻ سنگهه پاڻي ۽ سروپ سنگهه پيش پيا. پوءِ سڀ پاڻي پيش پيا، عام معافي ملي. چون ٿا ته هاڻ سروپ سنگهه اتي ئي ٻيئي ۾ وڏو پٽيل آهي.

***

# شڪار جي چوس هرڻيون ۽ شڪاري

واري وارن ڏڻن ۾ هڪڙي شڪاري لاءِ هرڻ جو پير سڃاڻڻ ايترو اولو بہ ڪونهي. جيڪڏهن هو شڪاري آهي تہ هزار رڍ ۽ هزار ٻڪري جي پيرن مان هرڻ جو پير ڪڍي ڏيندو، اوهي آهي هرڻ جو پير. جيڪڏهن ڪنهن شڪاري کي هرڻ اڳيئن ڏينهن ڊوڙايو هجي انهي هرڻ ڪنهن بہ حيلي بهاني سان وجهہ نہ ڏنو هجي ۽ ٻچي ويو هجي ٻئي ڏينهن انهي ئي هرڻ جو پير، جيڪڏهن اهو شڪاري پنجاهہ هرڻن جي پير سان ڏسندو تہ بہ ڏڪ سان سڃاڻي وٺندو تہ جيڪو هرڻ ڪالهہ مون ڀڄايو هو، انهي جو پير هي آهي. جيڪڏهن شڪاري ڊوڙايل هرڻ جو پير پنج مهينن ڪانپوءِ ڏٺو تہ بہ سڃاڻي ويندو. هڪڙي هرڻ ۽ ٻئي هرڻ جي پير ۾ بہ اهو وار جيترو فرق هوندو آهي، جيئن هر جانور جي پير ۾ هوندو آهي. گهڻا شڪاري واري تي هرڻ جو پير ڏسي اهو بہ ٻڌائي ڏيندا تہ اهو پير ڪيترو پراڻو آهي. هرڻ جو پير هو بہ هو

رڍ ٻڪري جي پير جهڙو ئي هوندو آهي، بس ذرو فرق هوندو آهي جيڪو هر ڪو لکي ٻه ڪونه سگهندو. اڳيان ٿورڙيون ڇهنبڙيون هونديون، اهو صرف ۽ صرف شڪاري ئي سڃاڻي سگهي ٿو. هرڻ جا پير اهاڙيندڙ شڪاري، هرڻ جي پيرن جي اهاڙڻ واري خفت ۾ روڏي اسر جو اٿي پيا ويندا آهن. هنن جو سمورو خيال هرڻ جي پير واري نشان تي هوندو آهي، انهي وچ ۾ هنن کي لٽي اپري جي ڪا سڌ ئي ڪو نه هوندي آهي. بس منهن انداري ۾ ڪڏهن ڪنهن پٽ تي ته ڪڏهن ڪنهن پٽ تي، ڪا وسندي ته قسمت سان نصيب ۾ هوندي ته هوندي رات ٽڪڻ لاءِ، نه ته سيڌو سامان ۽ سانداري پاڻي جي ڪلهن تي اهي هرڻن جا پير اهاڙڻ اهي ڪوهن جا ڪوهه پنڌ. هرڻ جا پير اهاڙڻ لاءِ چاڙهيڪو ڏبو آهي. چاڙهيڪو ايئن هوندو آهي جو هڪڙي پٽ تان چڙهندي سامهين پٽ کي نظر ۾ رکڻو آهي جيئن هن پٽ تان چڙهبو وجبو، ايئن سامهين پٽ کي نظر ۾ رکبو وجي ٽونڪ تي چڙهبو، ايستائين ٻنهين پٽن ۽ ڏهرن کي هڪڙي پٽ چڙهڻ سان اک مان ڪڍي وجبو. هرڻ جي شڪار ۽ پير اهاڙڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ٽڏهن ٻه ٻه ڄڻا لازمي آهن. هڪڙو سامان کڻندو ٻيو اهاڙ ڏيندو ويندو جنهن کي بندوق وارو چئبو آهي. سامان پاڻي کڻڻ وارو ٻه پڪو پيري هجڻ ڪپي، اهو ٻه پير اهاڙيندو ويندو. ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي جو سامان يعني پاڻي وارو پوئتي رهجي ويندو ۽ بندوق وارو اڳتي نڪري ويندو آهي. بس اهڙي آهي هرڻ جي شڪار ۽ پير اهاڙڻ جي چوس جو ساٿي ئي ٿٿيو وجي ته ٻه چوس ۾ پيو وجبو. بندوق وارو اشارو ڪندو ويهي رهه ته ويهي رهندو جي چوندو هل ته هلندو بس شڪارين جي سموري ڳالهه ٻولهه اشارن ۾ ٿيندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن پير تي ٻه ڄڻا هوندا آهن. هڪڙي پڪي عمر جي شڪاري چيو بس انهي شوق کي ڪيئن ٻڌايان ته شڪار جي شوق ۾ آهي ڇا؟ ياري چوري ۽ شڪاري اهڙا شوق آهن جن تخت جي ڌڻين ڪان وٺي ٻاون وير ڏاهن جي عقل کي تاڪ ڏيئي ڇڏيا سمجهه ته ڪل ئي ٿڙي ٿي وجي، سئو حيلا بهانا ڪر، پنهنجا پورا وس لڳايو هٿين پيرين

سوگهو ڪري ڇڏيو، پر ذرو ويچي ملي نہ آهي تہ چور چوري ڪندو، شڪاري شڪار ڪندو ۽ يار وجي محبوب جو ملڪ جهليندو آهي. ڇا انهي جي ڪا خبر ڪونهي، بس انهي ئي خفت ۾ شڪارين ڪي رات جو خواب ۾ بہ هرڻن جا پير ڪٽندي ڏسندين. هنن ڪي رات جو خواب ۾ بہ هرڻيون نظر اينديون آهن. شڪاري جي نشاني جي ڪري ناموس، ذات شڪاري تائين هوندي آهي. بس نالو ڪڻ تہ شڪاري انهي جي ڪاريگري ۽ ڪمال جا ڪارناما ٻڌائڻ شروع ڪندو. حليم ٻلي ديبي واري تہ چوڏهن سئوايڪڙ ٻني جا بندوق جي نال مان ڪڍي ڇڏيا. هن تہ پنهنجي زال جي بولي مان بندوق جي گولي مٽائي هئي. اميد علي لاشاري بہ پنهنجي دور جو وڏو شڪاري هو. اميد علي لاشاري ۽ ممتاز پٽي جو ياراڻو بہ شڪار جي ڪري هو. حاجي محسن پنهور، جنهن دوربيني واري بندوق سان هرڻ ماريا هئا. ست هرڻ ماريا ۽ ستنين هرڻن جي ٽنگ ۾ ڏڪ هنيو هئائين. چيائين متي ڏڪ هٽندس تہ گوشت خراب ٿي ويندو. جلال ڇچر بہ پنهنجي ٽائيم جو وڏو شڪاري هو. باقي ڇٽي آريسر ۽ سوڀاري آريسر جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، اهي تہ وڏا شڪاري هئا. انهن جهڙو ٿيو نڪو ٿيندو. سوڀارو عربن کي شڪار ڪرائيندو هو. هو پهرين چوندو هو وجي سير وجهو پوءِ سير وجهڻ وارو روانو ٿيندو هو، هي پنيان ڏڪ هٽندو هو. هوڏانهن سير وجهڻ وارو پهچندو هو ۽ سوڀاري جي بندوق مان ڪارتوس نڪروندو هو، جيڪو هرڻ ڪي ڪيرائيندو هو، هن ڪي پنهنجي نشاني تي ايترو بانور هو. ڊانسون ڪندو ڪندو ڏڪ هٽندو هو.

هڪڙيءَ هرڻ جي شڪاري جي استاد ٻلي آهي، جي لڪ سکٽي اٿئي تہ ٻلي کان سک. ڀلا ٻلي کي ڪڏهن ڪوئي جو شڪار ڪندي ڏٺو اٿئي، جي ڪوئو ڊوڙندو تہ ٻلي بہ ڊوڙندي، جي ڪوئو ويهندو تہ ٻلي بہ ويهہ رهندي. پوءِ جيئن ئي ڪوئو ٻلي جي جهٽ ۾ ايندو تہ هو جهٽ هٽندي دير ئي ڪونہ ڪندي. ايئن ئي آهي ڊوڙندي هرڻ جو شڪار ڪرڻ، جي هرڻ ڊوڙندو تہ شڪاري بہ ٻلي وانگر ڊوڙندو، جي هرڻ ويهہ رهي تہ شڪاري بہ

بيهه رهندو. وري هرڻ ڊوڙندو ته شڪاري به ڊوڙندو، جيئن ڏڪ ۾ ايندو ته جهٽ ڪري وٺبو. جي آهي نشاني جو چٽو ته نوڙئي ڪارتوس جا ڇيرا وڃي هرڻ جا ڦڦڙ جهليندا ۽ ڪاتي مس رسندي. اهو آهي ڊوڙندي هرڻ جو شڪار ڪرڻ. ٻيو وري چرندڙ هرڻ جو شڪار ڪرڻ. اوهين ڏسو ٿا، اوهان ڪان گهٽو پرپرو هرڻ ڪنڌ هيٺ ڪري چري پيو ۽ اوهان تي اک ڪونه پئي آهيس. پوءِ ته ايئن ڪندا جو بندوق جي نال ۾ سڻ يا ٻوهه ڏئي، پاڻ لڪائيندا، نوڙئي ۽ پيٽ پر گسڪندا گسڪندا وڃي، جي بندوق ۾ آهي پلاسٽڪ جي ڪور وارو ڪارتوس ته پنجاهه وکن تي ۽ جي گتي جي ڪور وارو ڪارتوس آهي ته ستر وکن تي، هاڻ ته گتي وارو ڪارتوس اچي ئي ڪونه ٿو، پر ايتري پنڌ تي بندوق مار ڪندي ۽ رڳو گهوڙو دٻائبو ته هرڻ پٽ تي. هرڻ جي شڪار جو ٽيون طريقو اهو آهي جو اوهان هرڻ ڏٺو ئي ڪونهي، پير پيا اهاڙيندا وڃو، پر پير اهاڙيندي جي آهيو شڪاري ته پير ڏسي اوهانکي خبر پئجي ويندي ته هن ٻوڙي ۾ هرڻ آهي. وڏن شڪارين کي ته ويهه پنجويهه وکن تان خبر پئجي ويندي ته هن ٻوڙي يا ٻٽ ۾ هرڻ آهي پوءِ ڪڙڪو ته پرتي رهيو ساهه ڪٽڻ به وساري ڇڏٿو آهي ۽ نا وڃي وينل هرڻ کي بندوق هڻجي. پر شڪارين جو اصول چوي ٿو ته هرڻ وينل کي بندوق نه هڻجي پر ڊوڙائي بندوق هڻجي. جي آهي شڪاري ته اهو هرڻ جو شڪار ڏينهن جو ڪندو ۽ اهي طريقا ڏينهن جي شڪار جا آهن، باقي جي شڪاري ئي ناهي مڙئي هلڪو ڦلڪو شڪاري ۽ وڏو سرياند آهي ته پوءِ رات جو شڪار ڪندو. انهي کي شڪاري ته چور شڪاري چوندا آهن. هرڻ رات سڄي چرندو آهي ۽ ڏينهن جو وينل هوندو آهي. هي وري ڊسڪو شڪاري ڇا ڪندا آهن، جو رات جو گاڏي جي آواز ۽ سرچ لائيٽن تي شڪار ڪندا آهن. هرڻ وري اهڙو ته ڊڄڻو آهي جو گاڏي جي آواز ۽ سرچ لائيٽن تي هو وک به ڊوڙي ڪونه سگهندو ۽ ڊپ ۾ هن جون ٽنگون پيون رڦنديون، پوءِ ته هڪڙي ڏڪ ۾ ٽي ٽي چار چار هرڻ پٽ تي، هڪڙي ڏڪ ۾ ڪم ٿيو وڃي. پر اهي شڪاري ته ڪونه ڇٽبا. شڪاري چوندا آهن ته

هرڻ جو شڪار ايترو سولو ڪونهي، ڪلو رت چوسي پاءُ گوشت جو ملي ٿو. انهي جو رات وارو ٻيو طريقو وري اهو آهي جو چار پنج ڪلو واري ٽامي جي لوٽي ۾ پنڌرنهن ويهه بلور وجهي، اهي گهمائبا ۽ سرچ لائيٽ هڻبي تہ هرڻ جتي هوندا اتي بيٺا رڦندا پوءِ ڪپي جيترا مار. گهٽا خفتي تہ وري ايئن ڪندا آهن جو هڪڙو اهو لوٽي پيو گهمائيندو ۽ ٻہ ڄڻا ايئن ڪندا جو آهستي آهستي ڪندي وڃي هرڻ جي پوئين ٻنهي ٽنگن ۾ جهليندا. هرڻ ڏو پٽ تي. انڌاري راتين ۾ چور شڪاري اهو طريقو بہ استعمال ڪندا آهن. ڏينهن جا شڪاري وڏ ۾ وڏ هڪڙي ڏڪ ۾ ٻہ هرڻ ڪيرائي سگهن ٿا. هڪڙي ڏينهن ۾ وڏي ۾ وڏو شڪاري بہ وڏ ۾ وڏ چار هرڻ ماري سگهي ٿو. باقي چور شڪارين جي ڳالهہ نٽا ڪريون. هرڻ کي پيٽ ۾ نوڙئي ڪارتوس جا ڪيترا بہ ڇيرا لڳن پر ڪرندو ڪونہ، پلين آنڊا اوجهريون نڪري وڃن. ٻٽ پڇي ويندو، جيستائين انهي کي ڦڦڙ، ڪرنگهي، ٽنگ يا دماغ ۾ ڏڪ نٿو لڳي. باقي جي هرڻ کي هڪڙو ڇيرو بہ لڳو ۽ هن رات جو تارن ۾ ڏٺو تہ هن جو ساهہ نڪري ويندو وڃي پساهہ پورا ٿيندس. هرڻ جو بندوق جي نڪاءُ سان ساهہ دماغ کي چڙهي ويندو آهي. هنن جو چوڻ آهي جي هرڻ کي ڏڪ لڳي ويو ۽ اهو گهٽي ويچي تي آهي، پر جيڪڏهن شڪاري ڪنهن سان ٻنهہ ڳالهائي ۽ سڌو وڃي بسم الله ڪري سير وجهي تہ اهو هرڻ حلال آهي. هرڻ جي شڪارين جو اهو بہ چوڻ آهي تہ هرڻ کي ماڻهو جي خوشبو ايندي آهي ۽ خوشبو ايندي هرڻ اتي ڇڪون ڏيڻ شروع ڪندو، ڦونگار پئي پوندي. شڪاري انهي خيال جا بہ آهن تہ هرڻ کي بندوق جي خوشبو بہ ايندي آهي انهي ڪري هو ڪڏهن بہ هوا کي پٺيرا شڪار تي ناهن ويندا جي واءُ ڪاہي هوندو تہ شڪاري واءُ کي سامهون ڏکڻ ويندا ۽ جي واهوندي هوندي تہ هي شڪار تي الهندي ويندا جي اگتيو(اپرندو) واءُ هوندو تہ اپرندي شڪار تي ويندا، جيڪا هوا هوندي، انهي کي سامهون شڪار تي ويندا؛ اهو شڪار جو اصول آهي. شڪار جو ٻيو اصول اهو آهي تہ هو صبح جو الهندي ۽ شام جو اپرندي شڪار کي ويندا. هوا کي سامهون

ويندڙ شڪاري سج کي سامھون شڪار تي نہ ويندا، ڇو جو جيڪڏھن سج سامھون ھوندو تہ ھنن جي نگاھ پري پري تائين نہ ويندي ۽ يقنن ھرڻ تہ سج کي پٺيرو ھوندو انھي ڪري ھي تہ ھرڻ کي ڪونہ ڏسي سگھندا. پر ھرڻ ھنن ڪان پھرين ھنن کي ڏسي وٺندو. ھون شڪار جي موسم سيارو آھي! پر ھتي تہ ٻارنھن ئي مھينا شڪار ٿئي ٿو. انھي ڪري جو سياري جو ڏينھن ٿڌو ٿئي ٿو، انھي ۾ پير ڪٽڻ ۽ پنڌ ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي ٿي ۽ گوشت ڪائڻ جو بہ سياري جو پنھنجو مزو آھي. ھرڻ جي آھي ئي، اتي ئي ماريو اتي ئي ڪٺو، اتي ئي سيخون ٺاھي اتي ئي ڪاڌو. شڪارين جي خيال ۾ پوءِ آھي مزو. ھونئن شڪاري رڳو شڪار واري چوس پوري ڪندو آھي باقي ڪائينديء دنيا آھي. شڪاري ڪڏھن بہ سوئا ھرڻ کي ڏڪ نہ ھڻندو، جي ھن سچائي ورتي تہ ۽ نہ وري ڍڪي ھرڻ کي ڏڪ ھڻندو، اھو شڪار جو اصول آھي. بس ھڪ نالي جو ڪارتوس ھڪڙو ھوندو آھي، دو نالي ۾ بہ ڪارتوس پون ٿا، ھڪڙو گٿو تہ ٺا وري ٻيو.

ھرڻ ھڪڙي ھڪڙي رات ۾ ڏھ ڏھ ميل پنڌ ڪندو آھي. سانوڻي جي مھيني ۾ ھن جي ٿانڪ ھڪڙي ھوندي آھي، پوءِ چرڻ لاءِ ٻلين ڏھ جا پنڌرنھن ڪوھ پرتي وڃي، پر رات سڄي چري چري وري اچي انھي ٿانڪ تي ويھندو آھي. اتي ڪنھن ٻوڙي ۾ ڪڏ ھٽي ويھندو آھي، ڇو جو سانوڻي جي مھيني ۾ ھن کي مڪ تنگ ڪندي آھي. اھا ڪڏ ھو گھاٽي ٻوڙي ۾ ھٽي ويھندو آھي. ٻڪري ٽيھ وڻ ڪائي ٿي پر ھي انھي ڪان بہ وڻ مٿي ٻٽيھ وڻ ڪائي ٿو. ھرڻ جي اوجھري ڪاري زھر آھي، انھي ڪري جو ھي سال جا ٻارنھن مھينا سواءِ برساتي پاڻي جي ٻيو پاڻي ناھي پئيندو اھو بہ گاھ تي ڪريل پاڻي ۽ اڪ جي پنن تي پيل پاڻي. ڪٽي ڪٽي ننڍي ننڍي چلرن کي زبان سان چٽيندو آھي، پر وڏي پاڻي کي ويجھو ئي ڪونہ وڃي. اھي ھرڻ جيڪي گھر ۾ پالجن ٿا، انھن کي آھستي آھستي پاڻي پيارڻ سيکاري ڇڏين ٿا. پر اھو ھرڻ جيڪو عام جام پاڻي پئي ٿو، اھو ھن جھنگلي ھرڻ وانگر پڄي ڪونہ سگھندو آھي. اھي جيڪي ھرڻ جا ٻچا پاليندا آھن،

اهي انهن ٻچن کي ٻڪري جي هيٺان هن جي ٿڻن مان کير به پياريندا آهن، پر اهو هرڻ اهڙو نٽو هجي جهڙا جهنگلي هرڻ هوندا آهن. اهو رڳو نالي جو هرڻ ۽ گهر جي سونهن هجي ٿو. گهر وارو هرڻ جهنگلي هرڻ وانگر ڀڄي ڪونه سگهندو، ٿورڙو ڊوڙندو ۽ ڪري پوندو. گش ٿي ويندو. هرڻن جا ٽي قسم ته هتي پڪا پڪا آهن. هڪڙا چانورا، جنهن جي منهن تي اڪين وٽان ليڪا آهن. هرڻ جو ٻيو قسم جنهن جي مٿي تي اڇو ٽڪو هوندو آهي ۽ قد جو ڊگهو هجي ٿو. ٽيو برڙو هرڻ، جيڪو بدن ۾ ڳرو ۽ قد ۾ برڙي ٻڪري وانگر ننڍو هجي ٿو. ڪاريل هرڻ هتي پاڻ واري ٿر ۾ ڪڏهن ڏساڻو ڪونهي، پر اهو باڊر پار چون ٿا ته آهي. اڇو هرڻ به ٿئي ٿو. نر هرڻ جا سگ وڏا ڊگها ۽ ٿلها ٿين ٿا، مادي هرڻ جا سگ ننڍڙا ٿين ٿا. هڪڙا چون ٿا ڏُکي هرڻ جي مُٽ مان اها خبر پوي ٿي ته هو ڪيترن ڪلاڪن يا ڏينهن ۾ ويامندي. ٻيا وري انهي ڳالهه تي چون ٿا ته اها ڪوڙي آهي، مٽ مان ڪيئن خبر پوندي اهو صرف اوهه کي ڏسي ئي اندازو ڪري سگهجي ٿو ته هو ڪيتري ٽائيم ۾ ويامندي. پوءِ شڪاري اوهه مان اندازو ڪري، انهي هرڻ جي پنيان پيا هلندا آهن، ڪڏهن ٿي ويامي، ڪڏهن انهي جا ٻچا ڪٽجن. هرڻ جو ٻچو ويامڻ ڪانپوءِ چوويهه ڪلاڪن ۾ اٿي ويندو آهي ۽ جي هرڻ جو ٻچو اٿي ويو ته پوءِ جهلڻ ڪونه ڏيندو. جي اجان ٽن ڏينهن جو ٿي ويو پوءِ ٿيا ست خير، پيو ڊوڙ پنيان پر جهلائيندو ڪونه ڀلين ڪجهه به ڪري چڏينس. پر شڪاري ڇا ڇڏين، انهي ٻچي کي به جهليندا. هرڻ جي ٻچي جي ماءُ ڪڏهن به هن سان گڏ ڪونه ويهندي، پنڌرنهن ويهه وڪون پرتي سدائين ويهندي آهي. اجان اهو هرڻي جو ٻچو پنڌرنهن ڏينهن جو ٿيو پوءِ صفا وجي پري ويهي رهندي. ڇو جو ويجهي ٿي ويهه ته شڪاري هن جا پير اهاڙي هن جا ٻچا ٿا ڪٽي وجن. جي اٿي ويل ٻچا جهلڻ نه ڏيندا ته شڪاري وري مڇي وارو رڇ لانگهي ۾ ڦاسائي رڇ ۾ جهليندا آهن. ڇو جو هرڻ جو ٻچو، جيڪو گس جهلي ويندو آهي، جيڪڏهن هن جو اڳ جهلبوته اهو ئي گس جهلي واپس ورندو سو اتي ڄار ۾ ڦاسي پوندو. هون ته

هرڻ جي ٻچن جي جوڙي ٽيهه هزار ۾ وڃي ٿي، انهي ڪري هي چور شڪاري هرڻ جا ٻچا جهلين ٿا. نه ته شڪار جي اصول ۾ ٻچا جهلڻ پاپ آهي. هڪڙو جانور آهي پڙنگ، اهو هرڻ کي ماري ٿو. انهي جو هڪڙو پاسو ٻلي جو آهي ۽ هڪڙو پاسو هرڻ جو گهڻن شڪارين "پڙنگ" جانور ڏٺو به آهي. اهو پڙنگ ٽل سان هرڻ کي ماري ٿو. اهو ڇا ڪندو آهي. جو هرڻ کي پري کان ڏسندو آهي ته رڳو هرڻ وارو پاسو هرڻ ڏانهن ڪندو آهي ته هرڻ اهو سمجهندو آهي ته ڪو هرڻ آهي. جيئن هرڻ ويجهو ايندو آهي ته هي سٽ ڏئي هرڻ جي پينڊي ۾ چڪ هڻندو آهي. هن جي ڏندن ۾ ڪو اهڙو زهر آهي جو هرڻ پڙنگ جو چڪ به سهي ناهي سگهندو. گهڻا هرڻ اڇڙي ٿر ۾ ٿين ٿا. هرڻ هر موسم ۾ ويامندو آهي، ڦر ٻڪري وانگر هڪڙو يا ٻه ڏيندو آهي. هرڻ جي اوجهري سڪائي پوءِ لهڻي گهوٽي رکبي آهي. دم جي مريض کي کارائبي آهي ۽ هرڻ جي سڱ جي اندرين هڏي ڪڍي گهوٽي، جيڪڏهن ڪنهن نر لٽل کي کارائبي ته اهو ٺيڪ ٿي ويندو. چون ته اهو ٿا ته سڱ واري هڏي چيلهه جي سور ۽ گوڏن جي سور لاءِ به سٺي آهي. پر اهو سڱ ڪٽ واٽيندڙ کي سانڪا اڳتي پوئتي ۽ ساريڪا ڪرڻ ۾ ڪم ضرور ايندو آهي. هرڻ جو سڱ ڪنيار کي "چڪ" تان مٽي لاهڻ ۽ "ڏڙ" مان مٽي ڪڍڻ جي به ڪم ايندو آهي.

ڪجهه شڪارين جي پڇاڙي ٻڇڙي آهي. جڏهن پساهه پورا ٿيڻ تي هوندا آهن ته ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. هڪڙي شڪاري ٻڌايو ته شڪارپور واري پاسي جو هڪڙو تترن جو شڪاري پڇاڙي آئي ته تترن جون ٻوليون ڪرڻ لڳو. جڏهن شڪاري ڪٽ ٿي ڪرندو آهي ته رڙيون ڪندو آهي، گهوڙا ڙي گهوڙا پڪي ٿا مارن، هرڻ ٿا مارن. جيئن محبت علي شاهه جي ڳوٺ وارو لونگ خاصخيلي پڇاڙي جو ڪو ڪون ڪندو هو ته تلور ٿا مارن، جيڪو ڪارتوس به پاڻ ناهيندو هو، اهي رڙيون ته پاڻ به هنن گناهه گار ڪنن سان ٻڌيون هيون. بس اهي آهن هرڻ ۽ انهن جي شڪارين جا قصا.

***

# تترئي تترکي ڦاسرائي ٿو

تترن جي پنهنجي جُوءِ هوندي آهي. تتر پنهنجي جُوءِ
ڪڏهن بہ ڪونہ ڇڏيندو. ڪيڏانهن بہ وڃي پر ڦري گهري وري
ايندو پنهنجي جُوءِ ۾. انهي جُوءِ ۾ تتر جوڙيءِ ۾ رهندو آهي.
ڪڏهن بہ هيڪلو نر يا مادي ڪٿي ڪون هوندي. جي پلا نر
ڪنهن شڪاريءِ هٿان جهلجي ويو،تہ مادي وري ٻي نر جي ڳولا
ڪندي جُوءِ جُوءِ ڦرندي ۽ ڳوليندي. پوءِ جنهن نر جي مادي
جهلجي وئي هوندي، اهو بہ اڪيلو هوندو تہ سامهون ٻوليندو،
ايئن وري جوڙي ٺهي ويندا ۽ وڃي تتري واري يا تتر واري جُوءِ
جهليندا. انهي ئي جُوءِ واري ڳالهہ جو شڪاري پورو پورو فائدو
وٺندا آهن. نہ تہ تتر ڪو جهل ڏي پر تتر جڏهن بہ جُوءِ ۾ ڪنهن
نولي تتر جي ٻولي ٻُڌندو آهي تہ نہ رُڳو هن کي سامهون ٻوليندو
آهي، پر انهيءَ ٻوليندڙ تتر سان وڙهڻ لاءِ جهٽ ۾ اچي پُڄندو ۽

تتر ئي ٻئي تتر جي ٻولي سڃاڻي ٿو. ماڻهوءَ جي وس جي ڳالھہ کونهي ماڻهو لاءِ تہ سڀئي تتر هڪجهڙا ۽ سڀني تترن جون ٻوليون بہ هڪجهڙيون. پر هڪڙي ڳالھ آهي جيڪي خفتي آهن، اهي پنهنجي تترن جي ٻولي پنج ڪوھ تي بہ سڃاڻي ويندا تہ او اهو منهنجو تتر پيو ٻولي! ڇو جو خفتي تہ پنهنجي تتر کي هٿن سان پالي وڏو ڪن ٿا. اُنهن لاءِ ٻولي سڃاڻڻ تہ ڪو مسئلو ئي ناهي ۽ شڪاري گهڻو ڪري تتر سان ئي تترن کي ڦاسائيندا آهن، بس گهڻو ڪري تتر ئي تتر کي مارائي ٿو. ڦاسرائي تتر ٿو ۽ ڦاسائي شڪاري ٿو. شڪاريءَ جو شڪار گهڻو ٺٺو آهي ئي تتر سان. جيڪڏهن هن وٽ تتر آهي تہ هُو شڪار ڪري سگهي ٿو نہ تہ وينو سيم ۾ پير اهاڙي پوءِ جيڪو بخت. ڇو جو شڪار آهي ئي بيڪار، جي لڳي تہ جهٽ ۾ جهولي پري اڇي جي نہ لڳي تہ سڄو ڏينهن وينو سُڄي سيم هٽي. حرام جي ڪو جهٽ لڳيس. تتر جو شڪار تتر ڪانسواءِ ڪري ئي نٿو سگهجي، پر جي ڪير تتر ڪانسواءِ تتر جو شڪار ڪري ٿو، تہ اهو ايترو سولو ڪونهي. تتر ڪانسواءِ تتر جو شڪار ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي. جيڪي شڪاري تتر ڪانسواءِ تتر جو شڪار ڪن ٿا، انهيءَ جا بہ گهڻا ئي طريقا آهن، پوءِ جهڙو وٽي اهو طريقو استعمال ڪري.

انهن مان هڪڙو تہ ايئن ڪري جو لهي وڃي سيم ۾، اتي وڃي تتر جو پير اهاڙي هن جو پير پونتر جي پير جهڙو ٿئي ٿو. پر ٻاڻيهڙ جو پير هن ڪان ننڍڙو آهي ۽ وڪ بہ ننڍي آهيس. ٻيو ٻاڻيهڙ جو پير رائلي تي ملندو، پر تتر جو پير بس پونتري جي پير جهڙو ئي آهي ۽ وڪ بہ ساڳي آهي. ٿورڙو فرق اهو آهي جو تتر جي پير ۾ هڪ تہ هن جي چوٿين آڱري وارو نشان هوندو ئي هوندو، ٽي آڱريون اڳتي ۽ اها آڱري پوئتي لڳندي. ڪٿي ڪٿي تري بہ تتر جي پير جي لڳندي ۽ جي نٿي لڳي تہ بہ چوٿين آڱري ذهن ۾ رکڻي آهي. ٻيو تتر جي پير جون آڱريون ٿورڙيون ڊگهيون هجن ٽيون پر ٽيئي آڱريون هونديون برابر. ساريڪنيو ننڍيون وڏيون نہ، بس اها ئي سڃاڻپ آهي تتر جي پيري جي. ۽ شڪاري جي ذهن ۾ تہ تترن جي پير جو ايئن سمجهو تہ ڦوٽو

پيل هوندو آهي. هڪڙو شڪاري تہ پکين جي سئو پيرن مان بہ تتر جو پير ڏک سان سُڃاڻي ويندو. او هي تتر ويو آهي. شڪاري تہ تازي ۽ پراڻي پير سڃاڻڻ ۾ بہ گهڻي دير ناهن ڪندا. هو بس پير ڏسي چوندا تہ اهو پير ڪيترو پُراڻو آهي. جي هوندو تازو تہ، هن جو پير صاف پيو هوندو. انهي پير مٿان ٻئي ڪنهن بہ جيت جڻي جي پير يا ليڪي جو نشان ڪونہ هوندو، نڪو وري انهيءَ پير مٿان ڪو سُڪل پن يا ڪک هوندو. بس صفا چٽو پيو هوندو، پر جي هوندو پير پُراڻو تہ انهيءَ مٿان گينگهي جي پيرن جا نشان بہ هوندا. ڪا ماڪوڙي بہ انهي پير تا مٽي هوندي. ڪو پن بہ اُڏي اچي انهيءَ مٿان ڪريو هوندو، ڪو ڪک بہ ٿي سگهي ٿو واءَ اڏائي اچي مٿان ڪيرايو هجي يا مُرڳو واءَ ئي تيز لڳو هجي ۽ لٽي چڙيو هجي. پر جي تازو هوندو تہ ساريڪي زمين تي چٽو پيو هوندو. اهو بہ ريٽائين واري تي باقي ڪائي زمين تي يا جبل واري زمين تي تتر جو پير ڪٿي ئي نٿو سگهجي. ٻيو ڏکيو تتر جو پير ڪٽڻ آهي وڻ جي هيٺان يا پنن ۾: گهڻو ڪري وڻ جي هيٺان وري سڪل پن ڇٽيل هوندا آهن. انهن ڇٽيل پنن ۾ پکي جو پيرکٽجي تہ ڪيئن ڪٽجي ڏاڍو ڏکيو آهي اتي پير جو تہ نشان ئي ناهي هوندو، پر هوشيار پيري وڻن جي پنن مان بہ پير ڪٽي ويندا آهن. اُتي هو ڪکن پنن جي نشانن تي پير ڪٽندا آهن. پکيءَ جي مٽڻ سان پن سرندا آهن ۽ انهن پنن ۽ ڪکن جي سرڻ سان ليڪا ٿيندا آهن ۽ انهن ليڪن مان هو اهو اندازو ڪندا آهن تہ تتر کهڙي پاسي ويو آهي. گهڻا وري پنن مان پير ڪٽڻ واري خفي مان جند ڇڏائڻ لاءِ وڻ کي اهار ڏيندا آهن. اهاڙ ۾ هو وڻ جي چوڌاري گهمي ايندا، جي انهيءَ وڻ مان تتر ٻاهر ڪٿان بہ نڪتو هوندو تہ خبر پئجي ويندي تہ تتر هتان نڪتو آهي ۽ هيڏانهن ويو آهي.جي رڳو پن ئي پن آهن تہ ڪکن جي ليڪن تي اندازو ڪبو شڪاريءَ جو پيرن جو اندازو ناهي هوندو پر اهو سچ هوندو آهي. اهو هنن جو تجربو آهي. سو سيمر ۾ لهڻ ڪانپوءِ شڪاري ڇا ڪندا آهن جو انهن حالتن ۾ انهن طريقن سان تتر جو پير اُهاڙيندا آهن. پوءِ اهو پير ڪٽي وڃي ڪا نہ ڪا ڏر دنگ ڪندا. بس

پکيءَ جي ڏُر وڻ! سو وجي ڪنهن نہ ڪنهن وڻ ۾ پير ڪي هڻندا. پوءِ انهي وڻ کي اهاڙ ڏئي پک ڪندا تہ واقعي هن وڻ ۾ تتر آهي. جڏهن پک ٿي وئي پوءِ تہ ساهہ بہ بند، ڪڙڪو پير جو يا ڪنهن ڊينگهر جو ٿئي نہ. بس اکيون وڻ ۾ هڻي پيا تتر کي ڳوليندا. جيئن ئي تتر تي اک پئي تہ هتان گلولي مان مٽي جو ڳوڙهو نڪتو ۽ رڳو ڪنپ اُڏيا ۽ رُڳو جهٽ ڪري وجهندا سير يا بسم الله پر تتر کي هلندي ئي گلوليءَ جو ڳوڙهو هٽڻو آهي. جي پير جهلي بيٺئين تہ تتر جي رُڳو پرن جو آواز ٻڌندين! او هو پيو وجي، آڏا وڻ ڏئي، پر شڪاري آهي شڪاري. سو هڪڙي دفعي جي اکين سان تتر کي ويو ڏسي، پوءِ ڪتي ٿو ڇڏي. سو پنهنجا پورا وس ڪندو تہ هٽ آيل تتر هتان تہ وجي سو وري تتر جي پٺيان. هوڏانهن تتر پرن تي اُڏامي، هيڏانهن شڪاري پيادو. سو وري پُٺيان. ڪتي ڪتي وري بہ ڄٽا گڏجي شڪار تي ويندا آهن. انهن مان هڪڙو چاڙهيڪي تي بيهندو معنيٰ ڪنهن ٻٽ تي چڙهي مٿان بيهندو ٻيو پيو پير ڪڻندو. جڏهن تتر اڏاڻو تہ چاڙهيڪي تي بيٺل همراهہ ڳالهائيندو ڪونہ رڳو هٿن سان اشارو ڪندو ۽ اشاري اشاري ۾ ٻڌائيندو تہ: او ڦلاڻي وڻ ۾ ويو اٿئي تتر. پوءِ شڪاري نہ لوهہ ڏيئي وجيو پڇي. انهي وڻ تي. پوءِ پير ڪونہ نهاريندو رڳو وڻ کي چوڌاري گهمرو ڏيندو تہ ڏسان ڪٿي آهي. بيهندو تہ هئين ڪونہ جيئن نہ اک پوندي ٺڪ ڪرائيندو گلولي جو ڳوڙهو. هڪڙي ڳالهہ تتر سڌو وڻ ۾ اُڏندي وجي ڪونہ لهندو. هُو وڻ کان ٿورڙي ويجهيءَ تي لهندو، پوءِ اتان ڊوڙندو ڊوڙندو وڻ ۾ ڏري ويندو. تتر جي اُڏام ايتري وڏي ناهي هوندي بس هتان اُڏيو نہ ڪجهہ وڪون اڳتي وڃي ٻئي وڻ ۾ پوندو. ٻيو وري ايئن بہ آهي تہ تتر جي پهرين اڏام وڏي ۾ وڏي، ٻي انهيءَ کان ننڍي، ٽي انهي کان بہ ننڍي. اُڏڻ جو صفا ياڙيو آهي، ٽڪندي دير ئي ڪونہ ڪندو. بس وڏ ۾ وڏ ٽي دفعا اُڏندو ۽ ٽڪي پوندو. پوءِ جي آهي ڦڙتيلو شڪاري تہ ٽي اڏام ڪان پوءِ ڏڪ جي بہ ضرورت ڪونهي. رڳو لڪ ڪري هٿ سان جهلي وٺ ڏسندين تہ لڪي پئي هلندي ڪڏهن وري ٽڪو تہ ايئن ڪندو، جي

ڳوهہ جو يا ڪُوئي جو ہر ڏنئين انهيءَ جو منهن وڏو هوندو تہ انهي ۾ ڍري ويندو دير ئي ڪونہ ڪندو پر شڪاري اتان بہ تتر کي جهليو اچن. ايئن ڊوڙائي ڊوڙائي تترکي ٿڪائي بڇڙو ڪري جهليندا آهن. تتر جو وڏي ۾ وڏو بچاءُ آهي ئي وڻ. بس جتي جهنگ هوندو، تتر بہ اتي هوندو وڻ بہ وڏو وڻ نہ جيئن ڪُونبٽ، ڪنڊي يا ٻير نہ پر ديوي چار ٿوهر ٻوهہ سڻ. چوڻ جو مقصد، اُهي وڻ جيڪي زمين تي ئي ڦهليل هجن، متي نہ! انهن ۾ تتر جو بچاءُ آهي يا ڪنڊن وارا ڍينگهر انهن ۾ لڪي ويندو. باقي ماري وجهہ جي ڏينهن جو ڪنهن وڏي وڻ تي چڙهي. مئو ڪونہ چڙهندو باقي رات جو تہ رهي ئي وڻ جي ٽارن تي ٿو. پر بس جي پرهہ باک هئين وڏي اسر جو لهي ايندو هيٺ. متي هن کي باز، نور، ٻلو ڏينهن جو وهڻ نٿو ڏي بس ڪٽيو وجيس انهي ڪري نٿو ويهي. ٻيو آهي ڦڳوئين وارو طريقو تتر جهلڻ جو. انهي سان وري چا ڪندا آهن جو ماڻهوءَ جي قد جيترو ڦڳئون ڪپڙو وٺي، انهيءَ ۾ ترچو هڪ ڪنڊ کا وٺي، ٻئي ڪنڊ تائين ڪاني جون لئيون ٻڌندا آهن. ترچي ڪانيءَ جي لٺ جو هڪڙو چيڙو هڪڙي ڪنڊ ۾، ٻيو چيڙو وري ٻئي ڪنڊ ۾،ٻئي پاسي وري ترچو. هڪڙو چيڙو هڪڙي ڪنڊ ۾ ٻيو چيڙو وري ٻي ڪنڊ قابو ليرن سان ٻڌي، ٻنهي لٺن جي وچ تي جتي هو هڪ ٻئي کي ڪراس ڪنديون آهن اتي بہ لير سان قابو ٻڌندا آهن جيئن اهي ڪانيون سرڪن يا ڪپڙو بي ترتيب نہ ٿئي. هن جي مٿان ڏسڻ لاءِ وري سوراخ ڇڏيندا آهن. پوءِ جڏهن ڦڳوئين ڪٽي جهنگ ۾ ويندا آهن تہ شڪاري ڦڳوئين جهليندو پنهنجي اڳيان هٿ وجهندو جتي لٺن جو ڪراس آهي اتي ئي شلوار جا ڪونپلا هٽندو جيئن پنهنجي ٻت تي ڦهريل ڪپڙو نظر نہ اچيس. پوءِ جنهن بہ تتر جي نظر پئي ڦڳوئين تي اهو ڊوڙندو ٻيو ايندو ڪڙ ڪڙ پئي پوندي ۽ پيو ايندو پاسي ۾ لڳل هوندو رڇ پوءِ شڪاري ٽل سان تترن کي انهي رڇ ۾ ڦڳوئين جي زور تي ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪندو. ڦڳوئين انهي رڇ ڏانهن ڪندو وڌندو ويندو تان جو ولر جو ولر انهي رڇ ۾ پوي پوءِ آهستي ڪري رڇ مان تتر جهليندو

کٽي ۾ وجهندو ويندو. هڪڙي شڪاريءَ جو ته اهو به خيال آهي ته پڳوئين تي ڪارو اصيل نانگ به اچي ٿو، ڪي شڪاري اها ڳالهه به ڪن ٿا ته پڳوئين تي جن به ٿئي ٿو. پڳوئين جي حوالي سان جيترا شڪاري آهن، اوتريون ئي ڳالهيون آهن. پر سڀ ڪان وڏيڪ تتر پڳوئين ۾ ڦاسن ٿا. انهيءَ ڪري شڪاري انهي طريقي سان تتر ڦاسائڻ کي وڏيڪ اهميت ڏين ٿا. پڳوئين ۾ ولر آيو ته ولر ئي صفا ڦابو. شڪاري اهو ٿا چون ته پڳوئين ۾ خاندان ئي ختم. انهيءَ کان پوءِ آهي تتر ڦاسائڻ جو ڏڀ وارو طريقو: انهي ۾ وري چا آهي جو هيڪر تتر کي هيرائبو، روز صبح جو ٻاجهر جا داڻا اڇلي وجبا، ڪنهن جڳهه تي. پوءِ انهي جڳهه تي وري ٻي ڏينهن اچي وري داڻا اڇلي وجبا. پوءِ اتي ايندڙ شڪاري پير به جاچيندا ته واقعي تتر اچن ٿا يا داڻا ٻيا پکي ٻهاريو وجن! انهن داڻن تي تترن کي هيرائبو جڏهن هرندا ته شام صبح اتي داڻا اڇلي وجبا. جڏهن ڏسبو ته هاڻ تتر شام صبح هري ويا آهن تڏهن چا کبو جو چار ننڍڙيون ڪانيون ڪوڙي، ٽن پاسن ۾ مٿان رڇ ڏئي چڏبو ۽ رڇ کي ڪلين سان ڦابو ڪبو ۽ هڪڙي پاسي وري پنجين ڪاني ڪوڙي انهي ۾ ڊگهي ڏوري ٻڌبي پوءِ اها ڏوري جهلي چيٽياتو شڪاري وجي ويهي رهندو ۽ انهي رڇ هيٺ داڻا اڇلي چڏيندو. پوءِ جيئن ئي هريل تتر داڻن، جي آسري تي ايندا هڪڙو هڪڙو ٿي انهي ڏڀ ۾ داڻن جي لالچ ۾ پيا ويندا. جڏهن سڀ تتر انهي ڏڀ ۾ هليا ويندا ته شڪاري هٿ ۾ جهليل رسي کي آهستي آهستي ڪري چڪ ڏيندو ته رڇ اچي چڳندڙ تترن مٿان ڪرندو پوءِ اتان تتر نڪو نڪري سگهن ۽ نڪو اڏامي سگهن. پوءِ آهستي آهستي ڪري شڪاري هڪڙو هٿ اندر وجهي هڪ هڪ ڪري تتر جهليندو ايندو انهي جا ڪنڀ يا پير ٻڌندو ايندو ۽ کٽي ۾ وجهندو ايندو. جي ڪڏهن ۾ تکڙ ڪيائين ته تتر اڏاميو به سگهن ٿا. ٻيو آهي اچل وارو طريقو: انهي ۾ به ائين جو تتر هيڪر چوڻ تي هرائبا پوءِ جڏهن تتر هري ويندا ته رڇ زمين ۾ هڪڙي اٽڪل سان پوري چڏبو. اهو طريقو انهي لاءِ شڪاري استعمال ڪندا آهن، جو جڏهن ڏڀ ۾ تتر ناهن ڦاسندا ته اهو اچل

وارو طريقو استعمال ڪبو آهي. انهي جا ڇيڙا شڪاري جهلي لڪيو ويٺو هوندو، جيئن هريل تتر ڇُونڻ تي ايندا تہ هي آهستي آهستي اهي رڇ جا ڇيڙا ڇڪيندو تترن مٿان رڇ واري ڇڏيندو آهي. پوءِ هڪڙو هڪڙو ويٺو ڪڍندو آهي. ٻيو جو ڦاهيل تتر هجي يا رڇ جو اهو وري ڪونہ ايندو پلين ڪيترا بہ داڻا ڪاڏا هجنس. اڄان بہ طريقو آهي دام ۽ رڇ وارو. انهن طريقن ۾ ايترا، توڙي جو تتر ناهن ڦاسندا، پر شڪاري اهو طريقو استعمال ڪندا آهن. انهي طريقي سان ئي تتر تترن ڪي ڦاسائيندا آهن. انهن طريقن ۾ ايئن ڪندا آهن جو پاليل تتر ڪٽي اچي شڪاري وڻ تي رکندو. انهن تترن ۾ هڪڙا هوندا آهن دامڙيا تتر ۽ ٻيا هوندا آهن سيڻڙيا تتر. دامڙيو تتر توڙي جو پاليل هوندو آهي. پر ماڻهن ڪي ڏئين تہ رڳو پيو ڦٽڪندو ٻوليندو ڪونہ، پلين پيو سيڪرون هڻ. دامڙئي تتر ڪي وڻ تي رکي مٿان ڪپڙو ڏئي ڇڏبو ۽ وڻ جي چوڌاري جيڪي بہ گهٽيون هونديون يا لانگها هوندا اتان رڇ هٽي ڇڏبو، يا وري دام هٽي ڇڏبي. دام بانس جي ڪاٺين ۽ ليلون جي ڏورين مان ٺهيل هوندي آهي. پوءِ تتر وڻ تي رکي مٿان ڪپڙو ڏئي ڇڏبو تہ تتر ٻولڻ شروع ڪندو. پوءِ جنهن تتر جي جوءِ هوندي، اهو سامهون نہ رڳو ٻوليندو، پر وڙهڻ لاءِ ايندو. وڙهڻ لاءِ گهڻو ڪري نر تتر ايندو مادي ڪونہ ايندي. تتر جيئن وڻ ڪان چيڻياتو لهي وڻ ڏانهن لوهہ ڪندو تہ اتي دام يا رڇ لڳو پيو هوندو ايئن وڃي نڪ دام يا رڇ ۾ ڦاسندو. سيڻڙيا تتر اهي بہ شڪارين جا پاليل تتر هوندا آهن. هتان جي شڪاريءَ جي سيڻي لڳي نہ آهي **هتان** تتر 'ڪيڙو ڪٽ ڪيڙو ڪٽ' پئي پوندي. ڪرشن شڪاري پارڪر واري وٽ تہ اهڙو تتر بہ هو جو رات جو سيڻي هٽي تہ تتر رات جو بہ ٻولڻ شروع ڪندو هو. ڪي ڪي تتر وري ڏوڪو بہ ڪري ويندا آهن اهي جهنگ ۾ ڪٽي وڃبا تہ ڪيتريون سيڻيون پيو هڻ حرام جي ٻولن. پوءِ شڪاري ڏسڻ وٽان هوندا آهن. جي تتر هوندو دام يا رڇ جو ڦاهيل ۽ جنهن تتر جي ٻوليءَ تي اڳ ۾ هو آيو هوندو ۽ ڦاسڻ ڪان بچي ويو هوندو تہ مئو نہ اچي وري، اهي آهن تترن جي شڪار جا طريقا.

تترن جا ٻچا به شڪاري جهليندا آهن. پر جيئن تتري جا حواس ٻڌائيندا آهن ته ڪو شڪاري باز يا نور اچي ويو آهي ته وڻ ۾ ويٺي ويٺي ترڙاٽو ڪندي 'تر تر، تر تر،' انهي تي ٻچا پنن ۾ پنهنجو پاڻ کي لڪائي ڇڏيندا آهن. پوءِ ٻچن ۽ سڪل پنن جو رنگ هڪجهڙو نڪو خبر پوي. تتر جو ٻچو مهيني جو اُڏي ويندو. پر پندرنهن ڏينهن جو تتر جو ٻچو به هرون پرون جهل ڪونه ڏيندو. ٻئي ٽي ڪان پوءِ ڏينهن هلڻ جهڙو ٿي ويندو آهي. ڊوڙڻ ۾ اهڙو تکو هوندو جو وجي ٿيا خير. ٻچا رات جو وڻ هيٺ هوندا آهن ۽ تتر ۽ تتري رات جو وڻ مٿي ويهندا آهن. تتر ۽ تتري ٻئي گڏجي ٻچن کي پاليندا آهن. ٻئي گڏجي ٻچا چڳائيندا جي ڪٿي تتري شڪاري جي ور چڙهي ۽ وئي جهلجي ته پنيان نر تتر پيو ٻچن کي پاليندو. چيٽن ۽ سڪل ڪانين ۾ اڏوهي ٺونگيندو ويندو ۽ ٻچن کي سڏڻ لاءِ ڪرڙاٽ پيو ڪندو. پوءِ ٻچا انهي چيٽي کي سڄو ٺونگي ڇڏيندا جيڪا اڏوهي هوندي اها کائيندا. انهن جو کاڌ ئي اڏوهي آهي. تتري پندرنهن کان سورنهن کي ڪي تتريون ته ويهه بيضا به ڏينديون آهن. تتري زمين تي کڏ کوٽي پوءِ انهي تي ڪک رکي، انهيءَ تي بيضا ڏيندي آهي. ڪي ڪي تتريون جيڪي هاري وسڪاري ۾ ٻاجهر هڪلڻ لاءِ پيها ٺاهيندا آهن، انهن تي به بيضا لاهينديون آهن. ڪي تتريون وري ٻاجهر جي ڪالر جي ڪانن ۾ به بيضا لاهينديون آهن. تتري ايڪويهه ڏينهن ڪڪڙ وانگر آري تي به ويهندي آهي. تتر جا بيضا اڇا ڳيري جي بيضي جهڙا هوندا. هن جا بيضا گرهوڙو ڳوهه، باز کائي ويندو آهي. تتري ٻن ٽائيمن تي وسڪاري ۽ پيروئن جي موسم ۾ بيضا لاهيندي آهي. معنيٰ هڪڙو ڦڳڻ ۾ ٻيو چيٽ ۾، پر ڪن شڪارين جو خيال آهي ته انهن موسمن کانسواءِ به هنن تتري کي ٻچن سان ڏٺو آهي. پر اهي به ٽائيم ته پڪا آهن. ڪي شڪاري ته تتري جا بيضا ڪڪڙي هيٺان به رکندا آهن ۽ ڪڪڙي ڦوڙيندي به آهي پر اهي ٻچا بچن نٿا. ڦڳڻ واري بيضن ۾ ڦٽل ٻچا جولاءِ جي مهيني ۾ جوڙي جوڙي ٿي ماءُ ۽ پيءُ کي ڇڏي اڏامي ويندا آهن. ايستائين گڏ هوندا آهن. بس

خفتي ٻچا جهلي ايندا آهن انهن کي پاليندا آهن انهن کي سيٽي تي ٻولڻ سيکاريندا آهن. هنن شڪارين وٽ نر ۽ مادي تتر جي ٻچي جي سڃاڻپ جا پنهنجا طريقا آهن. ڇا ڪندا جو تتري جي ٻچن جي ڇُهنب ۾ جهلي مٽي ڪٽندا جي هوندو نر ته ڇهنب ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندو، پيرن سان ۽ جي هوندي مادي ته ماٺڪي ويٺي هوندي. ٻيو مادي تتري جي ڇهنب سنهڙي ۽ نر جي ٿلهي هوندي آهي. مادي تتري هلڪي هوندي آهي ۽ نر بت ۾ ڳرو هوندو. نر جي پير ۾ ڪڪڙ وانگر سيخون يعني ڏڏون هونديون آهن ۽ مادي تتر کي ڏڏون ناهن هونديون. مادي جي ٻولي هلڪي يعني سنهي هوندي آهي ۽ نر جي ٻولي ٿلهي هوندي آهي. مادي۽ جي بولي ڏيڍي هوندي آهي ڪيڙڪ ڪيڙڪ. نر جي ٻولي پوري هوندي آهي، ڪيڙو ڪڪ ڪيڙو ڪڪ. مادي جو پير به ننڍو هجي ٿو، نر تتر جو پير وڏو هجي ٿو. مادي تتر جي سسي ننڍي ۽ نر تتر جي سسي ڊگهي هجي ٿي. تتر کي جي پاڻي ملي ويو ته پي ڇڏيندو جي نه مليو ته صبح واري ماڪ جا ڦڙا وڻن جي پنن ۽ گاهه تان پيئندو آهي. جي ڪاڙهي جو زمين گرم ٿي ته هن جا پير سڙندا آهن پوءِ ڪنهن وڻ ۾ وڃي ويهي رهندو. جي پلا ڪو ڏاريل تتر پڇي ويو شڪاري ڪان ۽ وڃي جهنگ جهليئين ته انهي تتر کي جهنگلي تتر ڪڏهن به ڪونه سهندو. انهي سان جهيڙو هوندو: هي جيڪي جهنگ ۾ تترن جا ڪنپ پيا اُڏندا آهن نه، اهي تتر پاڻ ۾ وڙهندا آهن انهن جا ڪنپ هوندا آهن. جيستائين تتر تي سوڻ ٻولائڻ جي ڳالهه آهي ته اهي سوٽي تتر تي سائي پاسي يا ڏائي پاسي سوڻ ٻولائيندا آهن. هڪڙي شڪاري ٻڌايو ته هو راني وٽان رڍون پئي سنڌ ڪاهي ويو. اتي ئي راڻي جي نڪر سوڻ ٻولايو ۽ چيائين اوهين هڪڙو دفعو ڏڻ ڪاهي واپس ضرور ايندا! سو اسين چار ڏينهن ۾ لاڪي ٽوپي پهتاسين ته اچي مينهن نيو هٽي ملڪ پريائين. اسين اتان ئي مال ڪاهي واپس آياسين نه ته موسم ئي مينهن جي ختم ٿي چُڪي هئي.

تترن جا هون ته به قسم آهن اڇڙو تتر ۽ ڪارڙو تتر: اڇڙي تتر ۾ وري هڪڙو ايراني تتر ٿيندو آهي جيڪو عام

تتر کان گهٽو ڳرو ۽ وڏو ٿئي ٿو. انهيءَ تتر جي ٻوليءَ تي وري جهنگلي تتر ڪونہ ايندو. اڇڙي تتر جا قسم رنگ سان آهن. هڪڙو تہ شڪاري چون ٿا تتر صفا اڇي ڪبوتر جهڙو هجي ٿو. ٻيو ٿورڙو ڳاڙهو رائي جهڙو، ٻيو وري ٿورڙو ڀورڙو ٿئي ٿو. سو ايئن اڇڙي تتر جا قسم رنگ سان هوندا آهن. تتر جو گوشت سفيد ٿئي ٿو پکين ۾ تتر جو گوشت شوق سان کاڌو وڃي ٿو. چون ٿا مرداني طاقت لاءِ بہ تتر جو گوشت ڀلو آهي ۽ کاڌي ۾ هن جهڙو لذيذ ٻئي ڪنهن پکيءَ جو گوشت ڪونهي سواءِ ڀونتريءَ جي. باقي ڳالهہ وڃي ڪرشن ڪولهي پارڪر جي شڪاري ٿوڙي. چيائين: ايئن ڪيئن ٻڌايان تہ شڪار ڪيئن ٿيندو آهي! ٿورو هل تہ خبر پوي. هي شڪاري بہ شڪار ڀُنيان پنج پنج ڇهہ ڇهہ ڪوهہ وڃن ٿا، اهو آهي تترن جي شڪارين ۽ تترن جو جهان.

***

# عرب شڪاريءَ تلور جو بازسان شڪار

پاڻ واري ٿر جي پٽن ۾ وڻ ٽڻ به گهٽو ته پکي پکڻ به گهٽو، مٿان وري اُڙيو ٿڙيو پريان بارڊر واري تند ٽپيو جانور به هليا اچن. انهن جانورن جو گهٽو ٽٽو رهڻ ٿئي اتي ئي بارڊر جي آس پاس ۾. اجان وري ايئن ٿئي جو هي جيڪي سيءَ جا ڏينهن آهن، انهن ۾ وري ٿڌن ملڪن جا پکي به ڏينهن جون ويهڪون ڪندا ڪندا راتين جو اچيو هتان نڪرن. اهي ويچارا پکي گهٽو پنڌ راتين جو ڪن، سو گهٽا ته پاڻ واري ملڪ عزيز جو ليڪو ئي ٽپيو وڃن. سو انهن جو هن سيءَ واري موسم ۾ اچڻ ته ٿئي ئي ٿئي ٿو. انهن پکين ۾ گهٽو ٽٽو پکي جيڪو اچي ٿو اهو آهي نالي چڙهيو پکي تلور. انهي تلور جو وري واپس وڃڻ لاءِ بچي ولر ته گهوريو ڏاڏو ئي ڪونه ٿو. تلور گهٽي توريئي تي لهي ٿي، سو هڪڙي سال ته پارڪر واري بارڊر تي توريو به عرب سڳورن

پوکرايو هو. هاڻ اوهين چوندا ته ۾ پيٽ لاءِ پاڻي کونهي ته توريو کيئن پوکائيو. منهنجا سائين! انهي توريئي کي ٽينڪر پري پاڻي پياريو ويو. اهو سال شايد 2010 هو ۽ عربن کي هتي ايندي ويهارو سال ٿيا آهن، ساريڪا ويهارو سالن کان اچن ٿا.

انهي تلور پکي جا وري ٻه قسم آهن. هڪڙي ڪبري ميٽي، جنهن کي هباري تلور چون. جنهن جو وزن ڏيڍ کان ٻه ڪلو ٿئي. ٻي وري اندين تلور پنج ڪلي جيگوڙهام جنهن جي پير جو چنبو وڏو ٿئي. هبارا تلور جون ٽي آڱريون هونديون آهن. چيڙي ۾ تري جي جڳهه تي ٽبڪي جو نشان هوندو آهي. ڪچري ۾ ڪونه هلندي، رڻ ۾ آزاد پوٺن تي پئي ڦرندي آهي. پارڪر کي وري رڻ لڳي ٿو، سو اتي گهٽي ٿي لهي. تلور هوندي ٻه ٽولن جي شڪل ۾ آهي. تلور پکي جي هڪڙي پکي نشاني اها به آهي ته رات جو چڳندي. صبح جو سوير چڳندي وڻ ۾ وڻ سياري جو، سو به ڏهه يارنهن بجي تائين، پوءِ لڪي وڻن جي ڇانوءَ ۾ ويهي رهندي. وري هن جي چوڳي جو ٽائيم شام جو چار پنج کان پوءِ ٿيندو. تلور اڏڻ کان پهرين تتر وانگر ڊوڙ ڪيندي آهي. تلور گهٽو سفر رات جو ڪندي آهي، ڏينهن جو باز هن کي ماري ٿو. ٻي وڏي ڳالهه ته اهي باز به هتان هن سان گڏ اچن ٿا. هي پاڻ وارا باز تلور کي رسڻ کان رهيا. باز ڪانسواءِ تلور جو ٻيو جهنگ ۾ وڏو ويري آهي. لومڙ پر لومڙ ستي تلور جي مٿان ويساهي حملو ڪندو آهي. تلور ستي پئي هجي، هن جي پٺ وٺي اچي ٺاءَ ڪندو. ٻي ڏينهن شڪارين کي رڳو تلور جا پر اتي پيل نظر ايندا. شڪاري سمجهيو وڃن، هائو ٻيلي، لومڙ ڪک سائي ڪري ويو.

هون ته پاڻ واري جهنگلي جيوت ڪاتي پاران ملندڙ شڪار جي لائسنس تي لکيل هوندو آهي ته تلور جو شڪار ممنوع آهي. هاڻ ڳالهه سمجهه ۾ آئي ته اهو ممنوع ڇو آهي. انهي ڪري جو انهي شڪار جي اجازت صرف عرب سڳورن کي آهي يا ايئن ڪٿي چئون ته انهن جي رک خود حڪومت جو قانون ڪري ٿو. تلور هتي نڪو ٻچا ڏي نڪو بيضا، اهو مفروضو آهي ته هتي ڪو تلور بيضا ڏيندي آهي. هو ٿڌن ملڪن مان اڏامندي

ئي تڏهن آهي. جڏهن هن جا ٻچا اڏڻ جهڙا ٿيندا آهن. هي ٻہ چار ڳالهيون ٻہ پنهنجي پنهنجي ڪنن ۾ هٽي ڇڏيو. هڪڙي اها تہ تلور جي ڳجي عرب مئو مارايو ڪنهن کي ڪونہ ڏيندو، ڇو انهي جي خبر اڄان تائين پاڻ واري ٿر واري جهنگ جي ماڻهن کي ناهي پئجي سگهي، انهي تلور جي ڳجي ۾ ڇا آهي. پر ٿر واري جهنگ جا ماڻهو چونتا تہ تلور ڪاريون ننڍڙيون ننڍڙيون گينگهيون کائيندي آهي، اڃن قلن واري ٻوٽي،سنهو سنهو رائو مگ بہ کائيندي آهي. باقي هڪڙي ڳالهہ تہ تلور پاڻ واري ٿر جي هرڻ وانگر پاڻي ناهي پيئندي. پوءِ شايد انهي ڪري هن جي ڳجي جي ڪا اهميت هجي. چون ٿا انهي ڳجي جي پردي ۾ هيرو هوندو آهي. چون ٿا تلور کي رڇ سان بہ جيئري جهلي سگهجي ٿو. جيئري تلور عرب بہ جهليندا آهن. پوءِ اهي گڏ ڪٽي وڃي اتي دوستن ۾ مائٽن کي تحفي طور بہ ڏيندا آهن.

هاڻ تلور جي شڪار جي اجازت ئي عربن کي آهي، اهي عرب ئي انهن جي هر داٽي جا ڏٽي آهن. پاڻ وٽ عربن جون وڏيون ڪئمپون هونديون آهن. هڪڙي پارڪر ۾ ننگر شهر جي پاسي ۾، ٻي ڏيپلي تعلقي ۾ جت ترائي جي پاسي ۾. نائين مهيني کان وٺي ٻارهين مهيني جي پنڌرنهن تاريخ تائين، هتي رهندڙ هنن جا پکهاريا تلور پکين جي سروي ڪندا آهن. هاڻ ٿر ۾ ٻي ڪنهن جهنگلي جانور يا پکي پکڻ جي سروي ڪونہ ٿي ٿئي، صرف هن پکيءَ جي سروي ٿئي ٿي، اها بہ چار مهينا ٿيندي رهي ٿي، ڇو جو تلور جي اچڻ جا ڏينهن ئي اهي آهن. ٻارهين مهيني کانپوءِ تلور واپس رواني ٿيڻ شروع ٿيندي آهي. اهي پکهاريا عربن جون گاڏيون سروي ۾ استعمال ڪندا آهن. انهي سروي ۾ اهي پکهاريا باقائدي نقشو ٺاهيندا آهن. انهي نقشي ۾ هو لڪيرون ڪڍي سمجهائيندا آهن تہ عربن جي ڪئمپ ڇيڇي کان، ڪيتري مفاصلي تي ڪيترا تلور جا داٽا آهن. انهي نقشي ۾ طرف ويجهي ڳوٺ جو نالو ۽ تلورن جو انگ ڏيڪاريل هوندا آهن. ايئن پارڪر ۾ جيترا بہ تلور پکي جا داٽا ايندا آهن، انهن جا انگ اکر هنن وٽ پهچي ويندا آهن. تڏهن پوءِ جڏهن اهي عرب

سڳورا ايندا آهن تہ انهي انگ مان هڪڙو بہ تلور جو پڪي گهڻ هوندو آهي تہ انهي جو باقائدي پچاڻو ٿيندو آهي تہ اهو پڪي گهڻ چو آهي. اهو تلورن جو انگ پير ڏسي عربن کي رپوٽ ناهي ڪئي ويندي پر اڪين ڏٺي تلورن جي رپوٽ ڪئي ويندي. تلور بہ تتر وانگر پنهنجي جوءِ ناهي ڇڏيندي، هو جنهن جُوءِ ۾ لهندي آهي، چار ئي مهينا انهي جُوءِ ۾ رهندي آهي. اتي رهندڙ عرب انهي ڳالهہ تي بہ سوچيندا آهن تہ جڏهن هر سال تلور جو هڪ بہ داڻو واپس ثابت نٿو وڃي تہ پوءِ هر سال تلور انهي ئي جوءِ ۾ ڪيئن ٿي لهي. انهي جي هڪڙي ورندي ٿي سگهي ٿي تہ تلور جي ڪاڌ ۽ رهڻ لاءِ پسنديده جڳهہ اها ئي آهي. خير عرب سڳورن جو اهو سمورو شڪار صرف هڪ هفتي ۾ ٿيندو آهي، پندرنهن ڊسمبر تي عرب سڳورا ايندا آهن، ۽ هفتي ۾ سمورا تلور پڪي ماري هليا ويندا آهن. عربن جي شڪار ڪرڻ جو عجيب طريقو آهي، سمورو شڪار باز جي مدد سان ڪندا آهن. انهي باز ۾ هڪڙو تہ ڪوپا لڳل هوندا آهن، ٻيو انهي ۾ ڪا مشين لڳل هوندي آهي. انهي مشين مان اها خبر پوندي آهي تہ باز ڪٿي آهي. اهو شڪار گهڻو ڪري صبح سوير ٿيندو آهي. صبح سوير عربن جو گاڏيون نڪري ويندیون آهن. عرب شهزادو ستل هوندو آهي. گاڏيون جيئن ئي ڪا تلور کي ڏسنديون آهن، هر گاڏي ۾ وائرليس لڳل هوندو آهي، انهي وائرليس جي معرفت هو شهزادي جي مئنيجر کي اطلاع ڪندا آهن، اهو شهزادي کي ٻڌائيندو آهي. پوءِ جيستائين شهزادو نٿو اچي. ايستائين تلور جو شڪار ڪير نٿو ڪري سگهي. پوءِ شهزادي جي گاڏي ايندي. سڀ ڪان پهرين شهزادو تلور لاءِ پنهنجو باز ڇڏيندو. اهو شهزادي جو باز جڏهن شڪار ڪري ٿڪبو آهي، تڏهن ٻين عربن کي شڪار ڪرڻ جي اجازت ملندي آهي. تيستائين ڪير بہ تلور پٺيان پنهنجو باز نٿو ڇڏي سگهي. پر جيئن باز تلور کي جهٽيندو آهي، جلدي تلور باز کان ڇڏرائي ويندي آهي. ڇو جو جيستائين باز بکيو هوندو تہ شڪار ڪندو نہ تہ نهيو. سو عرب باز کي پنهنجو کيل شڪار بہ کائڻ ناهن ڏيندا. باز جو ڪم شڪار ڪرڻ آهي کائڻ نہ. ڪڏهن

ڪڏهن باز شڪار ڪري گم به ٿي ويندا آهن، پر بازن ۾ لڳل مشين سان اهو گاڏي ۾ ويٺي ويٺي ئي خبر پئجي ويندي آهي ته باز، ڪيتري مفاصلي تي ۽ ڪٿي آهي. عربن وٽ قيمتي ۾ قيمتي شئي آهي ئي باز، جيڪو چاليهه ڪان پنجاهه لک جو هوندو آهي. هڪڙي سال ايئن به ٿيو جو باز شڪار ڪندو اڏندو سرحد پار ويندو رهيو، پوءِ خيرن سان عرب به ويا باز پٺيان سرحد ٽپي. پوءِ ته وڏي ڳالهه ٿي وئي. سرڪار سڳوري سرحد پار جي سرڪار سان ڳالهايو ۽ اهو باز وٺي وڃڻ لاءِ عربن ڪي موڪل ملي نه ته اسان ٽرين جو مال پٽارو ويو سو ويو. پر جي پلا ڪو اڙيو ٽُڙيو مال جي پٺيان ڪو ڏنار ٽپي ويو ته سمجهه اهو به اتان جي آرمي جي ٻوهي ويو. هنن جي چڏي ڏنو ته هتي جا ڍول سپاهي راءِ جو ايجنٽ سمجهي ٻڪي ويا ته مائٽن ڪي مٽي به نصيب ڪو نه ٿيندي. خير انهن عربن سان هڪڙي ٻي گاڏي به هوندي آهي، جنهن ۾ انهي سموري شڪار جي وڊيو رڪارڊنگ ٿيندي آهي. هر شڪار ٿيندڙ شڪار جو رڪارڊ عربن وٽ هوندو ئي هوندو آهي. جي پلا عربن وارو باز به ڏينهن به جهنگ ۾ رهيو ته شڪار جا سيڪاريل سمورا انگ وساري ڇڏيندو آهي، پوءِ اهو باز شڪار جي ڪم جو ناهي رهندو. عربن وٽ ڪم ڪرڻ وارن مزدورن جو چوڻ آهي ته عربن جي شڪار ٿيندڙ هڪڙي تلور تي گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه هزار ڪان مٿي خرچ ٿئي ٿو. عرب هتي موجود پنهنجي انچارج ملازم کي ٻارنهن مهينا پگهار ڏيندا آهن، باقي چار مهينا ته هنن ڪي گهمڻ ڦرڻ لاءِ عربن جون سرڪاري گاڏيون به هونديون آهن. انهي ڪانسواءِ پنج وائيلڊ لائيف وارا به هنن سان گڏ هوندا آهن، انهن کي پنج پنج هزار رپيا پگهار ڏيندا آهن، اهي انهي لاءِ هوندا آهن ته عربن ۽ سندس پگهارين ڪي ٻي ڪنهن شئي جو شڪار نه ڪرڻ ڏين جو عربن وٽ به سئو ڪان مٿي تلور شڪار ڪرڻ جي پرميشن ناهي هوندي. اهي انهي ڪان مٿي شڪار نه ڪن. پراهي هوندا اڻ سڌي طرح عربن جا ملازم آهن، اهي انهن لاءِ ئي ڪم ڪندا آهن. انهن جهنگلي جيوت کاتي وارن ڪانسواءِ پنجويهه ٽيهه عرب هوندا

آهن، 150 ڪان ٻه سئو گاڏيون هونديون آهن. چار سئو ڪان مٿي هتان جا لوڪل ملازم هوندا آهن، انهن ۾ پڪين جا پيري به هوندا آهن ته انهن ۾ وڏا شڪاري به هوندا آهن. ڪجهه سال اڳ شيخن روجهه به ماري هئي. رينجرس وارن ڪي به انهي جي خبر هئي، پوءِ ته سرڪار سڳوري ۽ وائيلڊ لائيف جا عملدار سڀ عربن ڪي بچائڻ جي هڻ وٺ ۾ لڳي ويا هئا. پر ڪجهه ملازمن جي ضد جي ڪري ايف آءِ آر به ٿي، پر انهي ۾ شيخ جو نالو ڪونه آيو، هن جي ڪجهه ملازمن جا نالا آيا هئا. عرب سڳورن جي آمد ۾ هڪڙو ته اهي چار سئو ملازم خوش آهن، ڪجهه مهينن لاءِ ئي سهي، پر هنن ڪي روزگار ملي ٿو. انهي ڪان به وڏي خوشي جهنگلي جيوت وارن ڪي ٿئي ٿي. اهي انهن عربن جي وڏيڪ خوشامد ڪن ٿا ۽ وڏو پئسو ڪمائن ٿا. انهي ڪان به وڏو فائدو وٺن ٿا، جو اهي سياسي سپورٽ به وٺن ٿا. ڪجهه عربن جا دادلا اقتدار جا مزا وٺن ٿا، سو اهو عربن جي آمد مان خوش آهن.

***

## لوناريءَ اٺ ۽ انيون

جي ٻلا اُٺِ مينهن ساريو تہ ڪنهن ٻہ وڻ جي ڇانءَ ۾ ڪونہ ويهندي، بس رڳو جهير ڪري منهن ڪندي ڪاچيل ۽ انهي ئي آڙنگائو ڏينهن جو، ڪاڙهي تتي وچ پٽر تي ويهي رهندي. پوءِ هزار حيلا ڪر ٻلين لاٺو وڌي اچي اڳيان رڪنس پر ڪک ٻہ منهن ۾ حرام جي وجهي. پگهر پيو وهندس ۽ ويٺي هوندي، ٻلين اچي بڪي ڪي ڏينهن لهي وڃي، پر ٻيو ٽيو خير. جي ڪئين هورو ۽ ام ٽيس تہ ٻلين ٻٽيهو رڻ وچان هجي، پر ڇڪ وڌئين تہ وس ڪندي تہ رات وچ ۾ رَسي. پر جي ٻلا رات وچ ۾ نہ ٻہ رسِي تہ ٻہ هوري آيل اٺ وجهہ مليو، ڪٽان ڪا ذرو ويڇي ملي تہ رڻ اڪري ٻہ اچي انهي سيم جا وڻ چرندي. چون ٿا اٺ بي پتي ذات آهي، پر انهي بي پتي ذات جو جيڪو پنهنجي سيم سان عشق آهي، انهي جي ڳالهہ ڪٿي ڇڏ. سنڌ ۾ ڏاڍا اٺ ڪٿي ٻہ هجي، پر جي ڪنوڻ جو چمڪو اکين ڏٺائين تہ رات پيٽ ۾ اچي ٻٺ

چڙهندي. هاڻ ڏس ٻيلي اٿ ۽ ماڻهو جي عمر جي کهڙي خبر، اهو کيئن چئجي تہ ٻيلي اٿ جي عمر وڌ ۾ وڌ هيتري ٿيندي. پر هڪڙي ڳالهہ آهي، اُٿ کيتري بہ پوڙهي هجي پلين هلڻ کان لاچار هجي، پلين اکين سان انڌي ٿي وئي هجي، پر جيسين پئي ٻڌندي تيسين پئي ويامندي، اٿ پنڌرنهن کان ويهہ پيٽ ويامندي، سو يار اُنين جون ڳالهيون ٿو ڪرين اُٺ ۽ پٽ تہ ڪاري رات جو بہ ڪم جا. جي هجي اُٺ اڳڻ ۾ ٻڌل ۽ ڪاري رات جو بہ جهيڪاري ٻڙهو ڪري وينين پوئين چونڪ ۾ تہ ڪنهن نہ ڪنهن پيٽين رسائڻ ۾ وسين ڪو نہ گهٽايئندو ۽ جي پنهنجي پيٽ جو پٽ هوندو ۽ ڪاري رات جو بہ اٺاري جي ڪيڏانهن روانو ڪئي تہ ورندي ڪونہ ڏيندو تہ ٻيلي هِيئن يا هُون.

اوٺاري جي جهوڪ جتي اڳلا، ڪچرا اوٺاري، پر ۾ ويهندين تہ پگهر ۽ مر جي ڏپ ۾ دم پيو گهٽبو، پر جي اچي ويا اوٺارين، اٺن ۽ اٺين جي ڳالهين تي تہ پَلِين سڄي ڏينهن جي پنڌ جا ماريل هجن، پر هنن ڪي اهي ڳالهيون چس پيون ڏينديون. سٽر ڪسريندا ويندا ۽ ذات پلو اٺ هنن جي اک ۾ هوندو ۽ هوشيار اوٺاري هنن جو آئيڊيل هوندو آهي. اٺ ڪوهہ پنڌ تي ويندو هجي تہ بہ انهي جي اوڳر جي بوءِ بر ۾ پئي ايندي، هر اوٺاري پنهنجي پوري وڳ جو پير سڃاڻيندو. پنهنجي وڳ کان سواءِ هو جيڪو ٻيو سيم ۾ وڳ هوندو، انهي جو پير بہ صحيح ڪري ويندو تہ هي فلاڻي جي وڳ جو پير آهي. ايئن اوٺاري جي سڄي ڳولا پير تي آهي. هڪڙي ڪارسر جي رٻاري جي اٺ وڳ مان ٽٽي وئي، سڄي پارڪر جي جوءِ هٽي بيهہ رهيو، پر نہ تہ ڪٿي پير لڳو ۽ نہ وري ڪو ڏس. ورهيہ گذري ويو. انهي ڪانپوءِ ڏس پيس تہ اهڙي اٺ ساڪريئي ۾ رول ڏسائي ٿي. هي جتي هٽ ۾ ڪري اچي انهي ڳوٺ ۾ رسيو. جيئن اُٺ ٻي پٽي ذات آهي، تيئن اوٺاري بہ ٻي پٽا، سو وڳ ۾ چڏڻ جي بدران اچي رٻاري ڪي چڏيائون وڳ جي پيرن تي. رٻاري ڪي چيائون جي تون هن وڳ جي پيرن مان پنهنجي اٺ جو پير سڃاڻي وٺين تہ ملندي. سٺو اُنين جا پير، رٻاري هڪڙو گهمرو پيرن ڪي ڏنو، وري ٻيو گهمرو ڏنو ۽ ٿي

ڳھمري تي لٽ سان ھڪڙو پير ليکي چيائين ھي آھي منھنجي اٺ جو پير. پوءِ اتان انھي اٺ تي ڪيائين ہڑھو، اچي رات پيٽ ۾ ڪارسر مان نڪتو. ايئن اوٺاري سئو اٺن جي وڳ واري پيرن ۾ پنھنجي اُٺ جو پير سڃاڻي ويندو آھي. اوٺاري پراڻو ھجي يا نئون سنڌڻ اُٺ جي واڪاڻ، ھٽي بيھ رھو ڪونہ ڪندو، ڦيرو ڏئي ڳالھ وري بہ جي ڪندو تہ ڏاڻڻ اٺ جي ڪندو. جيڪڏھن ڪنھن پارڪر جي رباري ڪان اٺن جو پڇنديں تہ اھو پارڪريو رباري وري مارواڙي اُٺ جي ڳالھ ڪندو. سنڌڻ ۽ ڏاڻڻ اُٺ جي فرق تي ڳالھائيندو. ڏاڻڻ اٺ صورت جي بہ سھڻي ۽ پنڌ بہ ڪندي. ھڪڙو اھو بہ خيال آھي تہ ڏاڻڻ اُٺ پنڌ جي پلي انھي جي ڪري بہ ھوندي آھي، جو ھن ڪي پاڻي تسي تي يا گھٽ ملندو اٿس، سنڌڻ اُٺِ ڪان پنڌ ڪونہ ڏيندو. ڏاڻڻ اُٺ پري ڪان پڌري، ڪن سريون ڳڏيل، پير ننڍڙو، پڇ بہ ننڍو، ڳچي سنھي ڊگھي، مٿو ننڍڙو، اِينڊر وڏو ۽ رنگ ڳاڙھو. سنڌي اٺ حد بڇڙي، چپ وڏا، پير وڏو، جسم جي ڳري ذر ذر ٺڪي پوندي. بد شڪلي گھوباٽ سنڌڻ اُٺ، پلي اوٺاري وٽ ڪٿان بہ اچي وئي تہ ڪوشش وڪڻڻ جي ڪندو. سنڌڻ اُٺ رڳو ڪير جي پلي آھي. ساماري واري ڳل ڪپري وٽ 250 اٺيون آھن 250 ئي سنڌڻيون. ڏاڻڻ ھوندي تہ وڳ ۾ ھلندي بہ سونھندي. ٻي ڳالھ وري اھا تہ اوٺاري پلن اُٺن جا پيار مان بہ نالا وڌن. پر جي وڃايل اٺ جي پڇا ڪندا تہ انھي لاءِ اُٺ جو رنگ ۽ اھا عمر بہ اُٺ جي ڏندن جي حساب سان ٻڌائيندا آھن. صفا ڪير پياڪ اُٺ ڪي توڏو چوندا آھن يا وري گونريو چوندا آھن. اٺ بہ ڏند ڪيا تہ انھي ڪي چوندا ٻگو، اُٺ گھٽو ڪري بہ ڏند ڪندو تڏھن انھي جي عمر پنج سال ھوندي آھي. سال ٽپيو، ڇھن سالن جو اٺ ڪندو چار ڏند، انھي ڪي اوٺاري چون چوگو. وري سال ٽپيو تہ ست سالن ۾ ڇھ ڏند ڪري ويندو، انھي ڪي وري اوٺاري چون ڇگو. اُٺ سال ٽپيو تہ پوءِ ڪندو نيش ۽ نيش ھوندا بہ. انھي ڪي چوندا "نيش اٺ" يا پاڪيٽ. پاڪيٽ پڪي عمر جي اٺ ڪي چوندا آھن، اٺوي ۽ اٺ جو ڏس عمر ڪانسواءِ رنگ تي بہ ڏبو آھي. سائو، پورو سائو، اڇو، ڪٽڪ رڳو، چانورو، ڳاڙھو رنگ

جو، پلو وري ڳاڙهو اُٿ. جي اٺڙي ٻ پيٽ ويايل هوندي تہ انهي کي چوندا ٻيهاڻ، جي ٽي پيٽ ويايل هوندي تہ انهي کي وري چوندا ٽيهاڻ. اٺڙي ٽسالي هوندي يا چار سالن جي هوندي تڏهن لڳندي. اُٺ ٽيرنهن مهينن ۾ ويامندي آهي ۽ ٽيرنهن مهينا پئي گونريو يا توڏکي ڏارئيندي. ويامڻ کانپوءِ جي لڳڻ جي ڳالهہ ٿو ڪرين تہ اها آهي ڪاڏي سان، جي آهي سولي تہ ٻي مهيني ۾ لڳيو سگهي ٿي، ٽي مهيني ۾ لڳيي سگهي ٿي، جي ورهيہ ئي ڏڪار آهي تہ پوءِ پلين پئي ٿلهي هلي. اُٺ ٻيلو ڪونہ ڪندي، ڪندي تہ ڦر هڪڙو ڪندي. جي پلا ڪڏهن ڪنهن اُٺ ۾ ڦر ٻہ جي ڪيا تہ اهي بچندا ڪونہ جنهن وڳ جي اوٺاري جي اٺ ۾ ڦر ڪيا تہ اهو اوٺاري ڪيترا ڏينهن انهي جهوڪ تي ڪونہ ويندو، نڪو وري پنهنجي هٿ سان اُهي ڦر ڏارئي اُٺ جي ۾ ڦر ڪياتہ اها ڏٽي تي يا اُٺڙي تي پارٽي آهي. اهو بد سوڻ آهي، انهي ڪري اوٺاري ۾ ڦرن ۾ خوش ڪونہ هوندو آهي. ڪير ٻي ڪنهن جانور ۾ ايترو ڪونهي، جيترو اُٺ ۾ هوندو آهي. اُٺ جي مِڙڻ جو ڪو ٽائيم ڪونهي، پلين جيڏي مهل دل چئي اوڏي مهل پيو مِيڙ توڏي تي ۾ مڙندي جي هٿ تي ٿهيل هوندي تہ رڳو اوٺاري جي هٿ ۾ وٺو ڏٺايئن تہ سڌي هلي آيندي اچي مڙندي، ڪڏهن ڪڏهن وري ايئن ۾ آهي جي ڪنهن اٺ جو ڦر مري ويندو آهي تہ اوٺاري انهي ڦر جي منهن واري پاسي جي کل لاهي، انهي ۾ سڻ ۽ ٻُوهہ پريندو آهي ۽ انهي کي هٿ سان سامهون ڪندو تہ اٺ هلي اچي انهي کل کي چٽيندي. هڪڙو اهو جهليو بيٺو هوندو ۽ ٻيو وري ڇا ڪندو جو هڪڙي پير تي ٻيهي ٻيو پير مٿي ڪري هڪڙي ٽنگ جي گوڏي تي رکندو، پوءِ گوڏي تي رکيل پير واري ٽنگ ساريکي ٽي ويندي، وٺو رکندو انهي ساريکي ٽنگ تي ۽ ٻنهي هٿن سان ويٺو اٺ کي ميڙيندو. هڪڙي ٺونٽ ايئن جهليندو جو حرام جي اٺ ٽنگ هٽي سگهي يا لت ۾ ڪٽي هٽي، هون تہ اٺڙي جو ڪير سائي جهڙي مرض لاءِ هڪ ٽڪ آهي، پر شرط اهو آهي تہ اهو ڪير ٽٽين ڏڌو هجي. هتان ڪير وٺي ۾ پوي اهڙو جو اهڙو ٽٽين ڏڌو ڪير هڪ تڪ ۾ پيئي تہ پوءِ سائي جي مرض تي اثر

ڪندو. ٿاري پيئڻ سان اهو اثر ڪونہ ڪندو. ٽڻن ۽ وڻي جي وچ ۾ وڏي ويڇي ٿي هجي، انهي ڪري انڙي جي ڪير تي گوگهہ جام ٿين ٿا. گهڻو ڪري اوٺاري ڪنهن نئين ڪير پياڪ سان مشڪري ڪندا آهن تڏهن وري چا ڪن، جو انهي ڪير ڏڌل وڻي ۾ اُٺِ جو پچ ٻوڙي ڇڏيندا آهن، پوءِ انهي ڪير پيئڻ واري ڪي بہ اهڙي ئي تيڪ لڳندي آهي، جهڙي اُنڙي ڪي تيڪ لڳندي آهي. سنڌي رٻاري اُٺ جي ڪير جي مهي بہ ٺاهيندا آهن. حقيقت ۾ ٿريا اُوٺاري انهي جو قدر نٿا ڪن، اهي چون ٿا اُٺ جو ڪير خيراتي آهي. جيڪو اچي انهي ڪي پياريو. هن جو وڪرو يا مهي نہ ڪجي. ڪن ڪن اُنڙين جو وري ڦر تي هيج ڪونہ هوندو آهي. انهي ڪي اوٺاري ڀرت ڪندا آهن. ڇار ٻوهو وڍي انهي جي ڳنڍ ٺاهي اٺ جي نازڪ عضوي ۾ ڪندا آهن. اڳيان منهن ٻڌي ڇڏيندا اٺ ساهہ ڪڍڻ ۾ بہ لاچار هوندي. انڌي ٿي وڃي ڦر تي ڪرندي اهو ڦر ڏيڻ ڪانپوءِ ٿي ڏينهن ڪندا آهن. ڪتي ڪي رڙيون ڪرائيندا مطلب تہ انڙي جو هيج ڪرائڻ لاءِ اوٺاري وڏا ڦسرا ڪندا آهن. اٺ اڪثر ڪري پوهہ مهيني ۾ ڍڪي رهندي آهي. سياري ۾ اٺ بہ پنهنجي مستي ۾ هوندو آهي، ڪنهن بہ شئي جو حيا ڪونہ هوندو آهي، ڏٽي ڪي بہ اٺ سياري ۾ ڪونہ سڃاڻي، تارون مغز ٻاهر ڪيندو ۽ ڀيڪي پئي پوندي آهي. جنهن ڪي آيو انهي ۾ چڪ هڻدو وڙهندو ڀيل ڪي رڻ ۾ اُٺ ٽُپ ماري وڏو. منهنجي پنهنجي ماسي سومار دلن جي تڙ واري ڪي آهر ڏيڻ ويو تہ ڪنڌ ۾ چڪ هڻي ڪڍيائين. اتي مستي جي ڏينهن ۾ اٺ ڪي اڳي چم تر هوندو آهي، پوءِ هڏ تر هٽندا آهن. هڏ ۾ ناڪيلي وجهندا آهن، جنهن ۾ مهار ٻڌبي آهي. هون وري چپ ۾ مهار ٻڌبي آهي، هڏ تر لڳو تہ اٺ لوهہ. چوندا ڪونہ آهن تہ مڙس ڪي بہ گهر اٺ ڪي هڏ تر. بي پتي ذات تہ آهي پوءِ مستي ۾ آيو تہ جنهن بہ اُنڙي ڪي وڳ ۾ وهر آيل ڏٺائين، انهي ڪي وڳ ۾ دسي ٻيچڙي ڪري پوءِ وڃي انڙي تان لهندو ۽ جي انڙي اڳي ئي لڳل هوندي تہ هو اهڙي اٺ ڪي ڏسندي ئي پچ مٽي ڪندي پوءِ اهو اٺ انهي ڪان پاسو ڪندو، جنهن اٺ پچ مٽي ڪيو اهو سمجهہ دسجڻ ڪان

بچي وئي، جي مرڳو ئي بي پتو بي حيا هوندو ته پوءِ بس، انهي کي اوٺاري ٽٽان ڪرڻ چوندا آهن. ٻي جانور جي خبر دير سان پوندي آهي، پر اٺ پنترنهن ڏينهان ئي پڇ مٿي ڪٽي ٻڌائي ڏيندي ته هي ڊڪي آهي. جيڪڏهن ڪنهن، ڪنهن اُٺ کي لڪ ۾ تلهڙ واهي ڪڍيو يا ڪا اوچتي رڙ ڪئي ته اها اتي سري ويندي، معني وڃي وري ڊڪي رهي، ڪڏهن ڪڏهن انڙي ست اٺ مهينن ڪانپوءِ به ڦر ڇڏي ڏيندي آهي، جنهن کي اوٺاري چوندا آهن ته ڪرڙ ڇڏيو آهي. هون ته اُٺ ٻنيهه جا ٽيٽيهه وڻ به کائي ويندي، پر اڪ جو پن وات ۾ ڪونه وجهندي. لاڻي، ڪونيٽ ۽ ڪاري ڪبڙ جي مڪ تي نيئر ٽوڙائي به رسندي. اُٺ جي هڏي اڪ جي ڪاٺي وانگر آهي، وچ پٽر تي به جي ٽٽي وئي ته هيلا ڪري بيهي رهو ٺهڻ جي ڪونهي. اُٺ کي پنترنهن ڏينهن پاڻي جي پرواهه ڪونهي انهي ڪان مٿي جهلو ڪونه ڪندي. ڪي ڪي اوٺاري وري اٺ رهجي وڃي يا اپرڙو ئي وڃي يا ٿوهو نه هجيس ته چا ڪندا جو گهيٽو رڌي، انهي مان هڏيون ڪڍي گوشت ڳاري پوءِ اهو نائيندا آهن. جي واءُ ٿئي ته وري چا ڪندا آهن جو گدڙ ماري، اهو رڌي هڏيون ڪڍي گوشت ڳاري اٺ کي نائيندا ته واءُ ختم ٿيو وڃي. هيرو بيماري جنهن ۾ مٿي ۾ ڳنڍ ٿيندي آهي، انهي بيماري ۾ مٿي ۾ ڏنڀ ڏيندا آهن. ٻيون به ڪيتريو ئي اُٺ جون بيماريون آهن، جن ۾ ڏنڀ ڏبو آهي. جي اٺ جو اوهه ۽ ٿڻ سڄي وڃن ته پڇ جي مٿان ڊونگري تي ڏنڀ ڏبو آهي. اڳي اٺن ۾ ڪاڄي جي بيماري گهٽي هوندي هئي هاڻ ته خبر ئي ڪونه ٿي پئي جيتريون اڇي بيماريون نڪتيون آهن، اوتريون وري سئيون نڪتيون آهن. جهنگلي ڏس ته ڪير ڪري ئي ڪونه ٿو پر اڳي ڪبا هئا. جي ڀلا اٺ کي ڪاڄي ٿي وڃي ته چا ڪندا هئا ڊوها چار روڙي، انهن کي ٻاري پوءِ انهن جي جيڪا ڦلهيار ٿيندي هئي، انهي کي ڪوسي پاڻي ۾ رڌي اٺ تي نڪري، ڪاٺي يا هٿ سان دڙي ڇڏبي هئي. جڏهن اها ڦلهيار سڪندي هئي ته اوٺاري ڪاٺي سان ڪري انهي کي ڪرڙي لاهيندا هئا، اهڙا به هٿ ڪاڄي ٽيل اٺ کي هٽبا هئا ۽ مٿان وري ڪاري تيل جي مک ڏبي هئي ته وري

ڪاڇي ڪونہ ٿيندي هئي، سئين واري علاج سان ڪاڇي تہ وري ٺيو وڃي.

جيئن اٺ سياري ۾ مستي ڪندو آهي ايئن وري وُسڪارو اوٺاري جي مستي جي موسم آهي. پٽن، ڏهرن ۽ تڙڪولن ۾ هونگر پئي پوندي، هڪلڻ لاءِ هونہ هي هاها هر هونہ هي هاها هر، بس هونگڙ جو آواز ڪوهہ پنڌ تي پيو ايندو. وري جي وڳ اڳتي پوئتي ٿي ويو تہ ولهيرئي ها ها هر ولهيرئي ها ها هر معنيٰ ولر گڏ ٿئي ولر گڏ ٿئي. جي ڪا اُنڙي يا توڏيو پٺيان رهجي ويو. چو جو توڏيو ٽن ڏينهن جو ولر سان گڏ هلڻ شروع ڪندو آهي، تريو تريو تريو اوٺاري ڪندو تہ توڏيو ٽپا ڏيندو ايندو. اوٺاري جي جتي هٿ ۾ تريو تريو پيو پوندو. وسڪاري جو سڄي ولر جا رات جو جهوڪ تي گوڏا ٻڌي ڇڏبا. پر عام حالتن ۾ جيڪا اٺ هريل هوندا ان جا ٻڌندا آهن، چو جو اُٺ ڪنهن ٻني ۾ هريل هوندي تہ ماري وڃهہ جي رهي. انهي ڪري انهي اُٺ جو گوڏو جهيڪاري ٻڌي ڇڏبو، پوءِ بس گوڏي سان اٿي ڪونہ سگهندي وسڪاري ۾ سيني جا گوڏا رات جو ٻڌي ڇڏبا. اٺ ڪي ڏاڻ بہ ڏبو آهي. وسڪاري جو مستي ۾ اوٺاري ڪي پلين پنج ڏينهن پاڻي نہ ملي، پر اُٺ جي ڪير تي پيو هلندو. وري قدرت واري هن ۾ ڪا اهڙي تہ سگهہ رکي آهي جو اوٺاري ڪيترو بہ ٿڪل هجي، وٽو اٺ جي ڪير جو پري پيتائين تہ وري جيترو پنڌ ڪري آيو آهي اوترو ڪري ويندو. جيئن اُنن جي عزت اها ناهي رهي چو جو سائيڪل موٽر ۽ گاڏيون نڪتيون آهن، سو انن تي ڪير چڙهي ئي ڪونہ ٿو. ايئن اوٺارين جي وري چانهہ ٻيڙي ٻوڙي ڇڏي آهي، چانهہ جي پتي ۽ ڪنڌ اوٺاري جي ڇڪي ۾ هوندي، جنهن ۾ وٽو رکندو آهي. پوءِ اُٺ ڪي تہ جڏهن ميڙ، تڏهن مڙي سو اوٺاري جتي ڪٿي ڇيڻا ڀيڙا ڪريو دونهين دکايو ويٺو آهي. هاڻ ڪير جي جڳهہ تي چانهہ ٿي هلي. اڳي اوٺاري اُٺ جي ڪير مان چانورن جي ڪيرڻي رڌي پيئندا هئا ۽ ٻيو ٻاجهر جو ڏارو بہ اُٺ جي ڪير ۾ رڌي پيئندا هئا، اهو ئي اوٺاري جو ڪاڙهو هو. ڪاڙهي ۾ ڪير ڪونہ پيئندا هئا. هاڻ اها ئي چانهہ تتي ٺڌي چڙهي

پئي آهي. سولي ۾ سولو مال سنڀالڻ اُٺ ڌڻ، پير ٻه سڄاڻڻ ۽ ڪٽڻ ۾ اٺ جو سولو جي ڏٿي هوندو، جي هوندو تو مون جهڙو تہ بس. ٻيو چور ڊڊي بہ اُٺ تي آئي رهي، رڳو چڙهي تہ ڇيل بند ۽ ٽر نبي سر ۽ جنهاڻ مان وڃيو نڪري.

اٺ آهي پنج پيري. ان ڪي ڪي رٻاري چون ٿا تہ اٺ جا پنج پير هئا ۽ ٻڪري جا پر هئا، اها بہ سڪپور جي رٻارين جي ڳالھ ڪرٺي آهي. پوءِ ٻڪري سڀ وڻ ڪائي ويندي هئي ۽ اٺ چري ڪونہ سگهندي هئي. پوءِ اٺ وئي مالڪ وٽ چيايئن تو مونکي پنج پير ڏنا آهن ۽ ٻڪري کي پڪ ڏنا، سو ٻڪري وڻ ڪايو وڃي آئون بکي رهجيو وڃان. پوءِ مالڪ چاڪيو جو اُٺ جو پنجون پير ۽ ٻڪري جا پر ختم ڪري ڇڏيا. اجان بہ اُٺِ جي ايڏر جو نشان پير جهڙو آهي، پلين ڪير ڏسي ويهندي آهي تہ انهي جو نشان پير جو ٿيندو آهي. پوءِ ٻڪري وئي، انهي چيو اٺ ڊگهي آهي وڻ ڪائي ٿي وڃي، انهي تي مالڪ اوٺاري کي گهرائي انهي کي اُٺ لاءِ ڏاڻ ڏنو، اهو آهي اوٺارين جي مٽ، بهرحال اهي اوٺارين جا پنهنجا وهم وسوسا بہ آهن، هنن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ جي رات جو اُٺ ڪٽي جن ڏنو تہ اتي ئي مٽي ٻيهي رهندو. اهو انهن جو عقيدو آهي. پلن اُنن، پلن سوارن، پلن اوٺارين ۽ اُنن جي مشهور واقعن جا اوٺارين وٽ داستان هوندا آهن، ڪانپ ڪڏي وينا تہ ڳالهيون ئي اُهي هونديون. اڳي هڪڙو رٻاري هو اهو هتان پارڪر مان اُٺ جي مهار ڪلهي تي رکي روانو ٿيندو هو ڏاس جي ڊيري بہ ڪتيندو ويندو هو. ڪڇ جي اورين ڳوٺن مان مائٽن وٽان ٿي ڏين هڪ وري ايندو هو. ٻيو چون ٿا هڪڙي ڏينهن جهوڪ تي ڪو نولو ماڻهو ڪير پيئڻ آيو. اوٺاري هن کي چيو پريان توڏيو وار تہ اٺ ميڙيون. توڏيو پنهنجي منهن بيٺو هو هن وڃي توڏي کي سانپڙ هنيو. اهو ئي نولو ماڻهو چار سال ڪانپوءِ وري انهي جهوڪ تي ڪير پيئڻ جيءِ بهاني آيو. هن جيئن ڳالهايو، ايئن انهي توڏي مان ٽيل اُٺ هن جو آواز سڃاڻي ورتو ۽ وني روڙ ڪيائين. اوٺاري مڙسي ڪري اُٺ جهلي ورتو ۽ جهٽ ڪري هن جو گوڏو ڀڏائين. ڪير پيئڻ وارو همراهہ مڙهو ٽپي ويو

تہ هن وري گوڏو چوڙي ڇڏيو. اُٺ جو جيئن گوڏو ڇٽو تڙ ٻڙ تڙ ٻڙ لڳو انهي گس تي، پنيان ڀڳو ڀڳو اوٺاري کي بہ نہ جهلائي. وڃي همراھ کي رسيو، همراھ ٻي ڪا واھ نہ ڏسي پاسي ڇونرو هو آنهي ۾ ڊري ويو. اُٺ چونئري جي گهٽي تي ويهي آهستي آهستي گسڪي چونئري ۾ ڊريو، چونئري ۾ ڪوٺو هو انهي ۾ ڪو ڪات پيو هو، همراھ اهو ڪات ڪڍي هنيو ۽ اٺ ماري وڌو، نہ تہ اٺ ٺپ انهي همراھ کي ماري ها. اُٺ اهڙو ضديلو آهي، سو ٻيلي اُٺ اُنين ۽ اوٺارين جون ڳالهيون تہ گهڻ ئي آهن رڳو پٽن پاسو لهي اوٺارين سان ملو.

***

## بولي ڪتو

خفتي تہ خفتي آهن، انهن جي نگاهہ ئي ڪُتي جي حرڪتن تي هوندي آهي. سو خفتين جو اهو خيال آهي تہ هلندي ويڙهہ ۾ ڪُتو ٻڏائي ڏيندو آهي ۽ هلندي ويڙهہ ۾ ئي خفتي سمجهي ويندو آهي تہ هن جو ڪُتو ويڙهہ هارائي رهيو آهي. هلندي ويڙهہ ۾ ڪُتو پنهنجو مٿي ٽيل پڇ آهستي آهستي هيٺ ڪرڻ شروع ڪندو آهي، خفتي انهي ڪُتي جي پڇ هيٺ ڪرڻ مان ئي سمجهي ويندو آهي تہ هائو ٻيلي! هاڻ ڪُتي ۾ جهلو ڪونهي. ڪتو هارائي ئي هارائي، خفتين جو خيال آهي تہ وڙهڻ مهل ڪتي جو پڇ مٿي هجڻ ڪپي. ٻاڙئي ڪُتي جي نشاني ئي اها آهي تہ هو ويڙهہ ۾ لهندي ئي پڇ ٻنهي ٽنگين جي وچان هٽندو آهي. ٻي نشاني اها آهي تہ ڪتو هلندي ويڙهہ ۾ ڏندي ڏيندو. ڪُتي ڏندي ڏني يا رڳو ٻونڪيو تہ امين چوندو جهليو. امين

انهي ڪُتي جي هارائڻ جو اعلان ڪري ڇڏيندو. بس ڪُتي جي هار جيت جو فيصلو ڪُتي جي ڏندي ڏيڻ آهي. هڪڙي دفعي ميل ۾ ڪُتو هارائي ويو ته خفتي انهي کي وري ڪڏهن ميل ۾ ڪونه لاهيندو. انهي هارايل ڪُتي تي خفتي مرڻ مري وجي. پر پروسو ڪونه ڪندو. هارايل ڪُتو عادي ٿي ويندو آهي، هو ڪڏهن به ميل مان ڀڄي سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪو ڪُتو ڏندي نٿو ڏي پر بي ستو ٿي ڪري ٿو پوي ته امين ڪيرائيندڙ ڪتي کي پرتي ڪندو آهي. انهي دوران جي بي ستو ٿي ڪريل ڪُتو وري ست ساري، انهي ڪتي سان وڙهڻ اچي ٿو ته وري ويڙهه شروع ٿي ويندي. چون ٿا ته ڏندي ڏيڻ بنا ڪُتو بي ستو ٿي ڪري ٿو. انهي ۾ ڪُتي جو ڏوهه ناهي ڏٽي جو ڏوهه آهي، هُن ڪُتي جي چاڪري ناهي ڪئي.

هلندي ويڙهه ۾ ٿي پلي ۽ ايري ڪُتي جي نشاندهي ٿيندي آهي. پلي ڪتي جي نشاني آهي ته هو اڳئين ڪُتي جي اڳئين پير جي نري وٺندو، يعني سامهين ڪُتي جي اڳئين ٽنگ جي نري ۾ چڪ هڻندو. اڳئين ٽنگ واري نري ئي ڪُتي جي وڏي ۾ وڏي ڪمزوري آهي. هن جو ٻيو نِشانو ڪُتي جي ٻين هجي ٿو. معنیٰ منهن ۽ نڪ واري جڳهه ۾ چڪ ٽئين ۽ آخري نشاني چڪ ڇڏڻ جي ٽائيم تي پنهنجي ڇاتي سامهين ڪُتي کي زور سان هڻندو. ڇاتي زور سان هڻڻ تي سامهون وارو ڪُتو ايرو هوندو ته ڪري به سگهي ٿو، سامهين ڪُتي جي نڪ مان رت به اچي سگهي ٿو. لازمي ڪونهي ڇاتي هڻڻ وارو ڪُتو ئي سامهين ڪُتي کي ڪمزور ڪري، ڪڏهن ڪڏهن سامهون ڪتو سگهو هوندو آهي ته ڇاتي هڻڻ وارو ڪُتو به ڪمزور ٿي سگهي ٿو. ويڙهه جو پلو ڪُتو چڪ جو سچو هوندو آهي. هڪڙو بند چڪ اڌ اڌ ڪلاڪ به هٽي ويندو آهي. هوشيار ڪُتو پنهنجو پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪُتو وڙهي نڪتو ته هن کي نڪو به ڪلاڪ پاڻي پياريندا آهن، نڪو به ڪلاڪ جسم تي پاڻي هڻندا آهن.

ويڙهه جو ڪُتو پنهنجي ڏٽي جو آواز ست ڪوهه تي به

سڃاڻي ويندو ۽ اهو آواز ٻارنهن مهينا رکي ٻڌي پوءِ ٻه سڃاڻي ويندو. ڪُتو وڙهندو ئي ڏاڍي جي ٻچ تي آهي، ڏاڍي جي آواز ڪان سواءِ ڪير به ٻچ ڪري ڪُتو ڪونه وڙهندو. هلندي ويڙهه ۾ ڏاڍي ڪُتي جي اکين اڳيان ئي اڳيان هوندو آهي. ٻڌي ڇوڙي وارو ڏاڍي ٻچ تي بس بيٺل هجي. ڪُتي جي ويڙهه ۾ وڏا دوڪا به ٿيندا آهن. اڪثر ڪري ڪتي جي جسم تي دوڪي لاءِ ليمي جو رس ۽ ڪٽي ٽانري هٽي ڇڏيندا آهن، جسم ڪٽو هجڻ جي ڪري ڪُتو چڪ ناهي هٽندو.انهي ڪري ميل تي پهچڻ ڪانپوءِ. خفتي هڪ ٻي جي ڪُتن کي وهنجاريندا آهن. خفتين جو خيال آهي ته ويڙهه واري ڪتي کي هڪل، لعنت يا ٻجو ڪونه ڏبو. جي ڪنهن ٻجو ڏنو ته هو اوڪراڙا ڪرڻ شروع ڪندو. انهي لاءِ وري علاج اهو آهي جو.ڪير يا پاڻي ۾ لوهه جو ڪٽ وجهي پياريو ويندو ته هو صحيح ٿي ويندو. پاليل ڪُتو ڪير به وني وجي، ڪتي به وني وجي، ويڃي ملي ته هو ڏاڍي وٽ ضرور ايندو، ڏاڍي وٽ نه پهتو ته منهن ڪري ڪيڏانهن به ويندو هليو.

ويڙهه ۾ لاهڻ ڪان اڳ ۾ باقائدي ڪُتي تي محنت ٿيندي آهي. ڪُتي کي مها پتائي گجر اٻاري ڪارايا ويندا آهن. پر ويڙهه وارو ڪُتو ڪير به پئيندو آهي. گرمين جي موسم ۾ ڪُتي کي خفتي پنهنجي هٿن سان روز وهنجاريندا آهن. انهن خفتين جي ڪتي سان ايتري محبت هوندي آهي جو ڪڏهن ڪڏهن ته ڪُتو وهنجاري، ٻنا هٿ ڏوئڻ جي اڇي ماني به ڪائيندا آهن. ڪُتي کي ڇهه ڇهه ست ست ميل ڊوڙائيندا به آهن. هاڻ ته موٽر سائيڪل نڪتا آهن. پر اڳي گهوڙي جي پنيان ڊوڙائيندا هئا. گهوڙي جو سوار ڪُتي جي سنگهر هٿ ۾ جهلي گهوڙي کي ڊوڙائيندو هو، پنيان ڪُتو ڊوڙندو ايندو هو. هاڻ وري وقت ڦريو آهي. موٽر سائيڪل تي به ماڻهو ويهندا آهن. اڳئيون موٽر سائيڪل هلائيندو آهي ۽ پنيان ويٺل همراهه ڪتي جي سنگهر جهليندو آهي. اهو سفر روز وڏندي وڏندي ڇهه ست ميل تائين پهچندو آهي. ايئن موٽر سائيڪل جي پنيان ڊوڙڻ سان ڪتي جا پير زخمي ٿي پوندا آهن. خفتي انهي جي لاءِ ڇا ڪندا آهن جو ٻير جا ڇوڏا لاهي گرم

ڪري انهي سان ڪُتي جا پير ڏورائيندا آهن تہ پيرن جو سور ئي لهي ويندو آهي. ٻيو وري چا ڪندا آهن جو ڪُتي کي شاخ يا واڻ جي پاڻي ۾ لاهيندا آهن، سنگهر هٿ ۾ هوندي آهي، بس واڻ يا شاخ ۾ پاڻي ايترو هجي جو ڪُتي جا پير هيٺ نہ لڳن. انهي سان ڪُتي جو دم پڪو ٿيندو آهي، ڇو جو هونئن اڪثر ڪري ڪُتو زبان ٻاهر ڪڍي وات سان ساهہ کڻندو آهي، پر واڻ يا شاخ جي پاڻي ۾ ڪُتو وات جي بدران نڪ سان ساهہ کڻندو آهي. انهي سان ڪتي جي ڇڪ هٽڻ جي ساهي وڌي ٿي، اڌ ڪلاڪ تائين ڇڪ هٽي سگهي ٿو. ٻيو ڇا ڪندا آهن جو ڪُتي کي پنڌ ڪرائڻ ڪانپوءِ تيل سان مالش ڪندا آهن. اها مالش چار ڇٽا ڳنڍجي ڪندا آهن، ٽي ڇٽا ڪُتي کي دسي جهليندا آهن، هڪڙو ڇٽو تيل جي زور سان مالش ڪندو آهي. ويڙهہ واري ڪُتي جا ڪن ڪٽي ڇڏيندا آهن. ويڙهہ جو ڪتو ٻنو هوندو آهي. ڇو جو انهن۾ ڇڪ پئجي سگهي ٿو. ڪتو ٻن سالن جو ڪري ويڙهائي سگهجي ٿو ۽ اهو ئي ڪتو ست اٺ سال تائين وڙهي سگهي ٿو. هونئن ڪُتي لڳڻ ڪانپوءِ ست ڏينهن ۾ ويامندي آهي، پر هن جا گلر تيرنهن ڏينهن ڪانپوءِ اکيون کوليندا آهن. ڪُتي جي زبان جتي بہ لڳي، اتي هن جي جسم ۾ ڪيڙا ختم ٿي ويندا آهن. ڪُتي جي زبان مٿي تي ناهي پهچندي، انهي ڪري اڪثر ڪري ڪُتي جي مٿي واري زخم ۾ ڪيڙا پوندا آهن.

ڪُتو رنگ جو اڇو، راڳون بہ ٿئي. راڳون ڪتو ڳاڙهي شينهن جهڙو هوندو آهي. سڀ کان ڀلو ڪُتو آهي ڪجل، اهو رنگ جو اڇو هوندو آهي. سڄي جسم تي ڪارا ڪارا ڇٽا هوندا آهن. چوندا آهن وئير ڪُتو ڇتو ناهي ٿيندو. وئير معنيٰ جنهن جي چئني پيرن ۾ ويهہ آڱريون هجن،نہ تہ اڪثر ڪري ڪتي جي چئني پيرن ۾ سورنهن آڱريون هونديون آهن. اڳي ڪُتي جو پڇ وڍي ڇڏيندا هئا، انهن ڏينهن ۾ اهو بہ خيال هو تہ پڇ وڍيل ڪُتو ڇتو ناهي ٿيندو.

بس خفتين جو خيال آهي ڪتي سان گڏ ڪُتو ٿيٽو آهي. اهو ڪتو ڏيڻ بہ ڏکيو وٺڻ بہ ڏکيو. اهي مٽيون سموريون

ڳالهيون بولي ڪُتن جون آهن. ڇو جو ڪُتي جي ڪُتي سان ويڙهه بولي ڪُتن ۾ ئي ٿيندي آهي. بولي ڪُتو ماڻهو سان ڪونه وڙهندو. سوئر جي شڪار ۾ سوئر ڪي سامهون ويندو آهي ۽ مارجي ته ويندو آهي. بولي ڪُتي جي جسم تي وار عام ڪتن جيئن ناهن ٿيندا. شڪار جو ڪُتو آهي ئي تازي، بلئر وري رڇ سان وڙهندو آهي. تازي جو سنهو منهن ۽ ڏگهي تاني، بوليجو مٿو وڏو ۽ واڇون وڏيون جسم ۾ ڳرو ٿئي.

ڪُتن جون خفتي چوريون به ڪرائيندا آهن. جيئن فتو ۽ عابد ڏاهري جي ڪُتن جي بند وارن پلين تڏهن چوري ڪرائي هئي جڏهن اجان گلرن اکيون به ڪونه کوليون هيون. ڪُتن جا وڏا وڏا زميندار به خفتي آهن. جيئن خليفو ولي محمد پهوڙ،غفور ڪوڪر سانگهڙ وارو، ۽ سردار قيوم ڪراچي وارو. چون ٿا سنڌ جو ڪلاسيڪل وڏيرو ۽ فيصلن جي حوالي سان سجاڳ رڪندڙ شاهنواز جوڻيجو ته اسلام آباد مان فون تي پنهنجي ڪتن جي پونک پڇندو هو.

***

# آهي هُو بہ مٿي، آهي هِي بہ مٿي

هو جيڪو هو نہ احمد ڪنڀار ٺوڙهن وارو، اهو پڳي ٺٽي جو بادشاهہ ڪاريگر هو. چون ٿا هن کي دعا هئي، ڪُڙهہ ۾ پٽ تي ٽڏو وڃائي وهندو هو، امير غريب بادشاهہ فقير انهي ڪُڙهہ ۾ انهي ٽڏي تي ويهندا هئا. هن جي ساڄي هٿ وٽ اڍائي سير واري سر پيل هوندي هئي، چون ٿا ڪُل ڪرامت انهي سر ۾ هئي. ڪٽي کهڙو بہ هڏ پڳل هجي، احمد ڪنڀار انهي سر تان هٿ گهمائي پوءِ جتي هڏ پڳل هوندو هو، انهي تان رڳو اهو هٿ ڦيرائي، ڪُڙهہ ۾ ويٺل سيڪڙان چوڪرن کي چوندو هو، چوڪرا وڃي پٽي ٻڌو، اتي جو اتي پر ۾ ڪپڙي جو وڏو دڪان هوندو هو، هرڪو گڏ آيل پنهنجي هڏ پڳل ماڻهو لاءِ دڪان تان ڪپڙو وٺي ايندو هو. نڪو ڦٽنچي نڪو ٻي رڳو هڪڙي هٿ جي اشد آگر ۽ اڱوٺو هڪڙي پاسي ۽ ٻي هٿ جي اشد آگر ۽ اڱوٺو ٻي پاسي کان ڏيئي ڪپڙي کي جهلي ڪٽي ڇڪيندو هو تہ ڪپڙو

ساريڪو، ڇيڙي تائين پٽي جي شڪل ۾ ڦاٽندو هو. اتي جو اتي ميڻ جو وڏو ڪونڊار پسايل هوندو، رڳو پٽي انهي ۾ ٻوڙي، ڪائيون ڪهڙيون به هجن، لازم ناهي ته بانس جون پٽيون هجن، جيڪا ڪاني هٿ چڙهي. هينئر ڪوبه ڪاريگر بانس جي پٽين ڪانسواءِ پڳل هڏ ڪي ڪونه ٻڌندو، پر هل پيٺهيان احمد ڪنيار: جيڪا ڪاني هٿ لڳي اها پڳل هڏ تي مٿان ميڻ واري پٽي ٻڌٽي، وري چوٽو ڏهه ڏينهن رکي اچجان، پنڌرنهن ڏينهن رکي اچجان اهو ويچارو ويو مٽي جو پور ٿي، پٽيان آهيس اولاد، هاڻ انهي ڳُڙهه ۾ ڪرامت رهي ڪونهي، هاڻ پڳن جون ڪيهو ڪيهه آهي. هاڻ ته اهو به ٻڌو آهي ته هن جو اولاد پڳل هڏ سڄا ڪرائڻ لاءِ ايندڙن ڪان پئسا به وني ٿو، اهوبه گهري. نه ته احمد ڪنيار پئسا گهري ڪونه وٺندو هو، جيڪو رب جوڙي سو ڏيو، هاڻ ته هن جو اولاد پڳل هڏ وارن کي ڦڪيون به ڏي ٿو، پر اها ڪرامت وئي انهي سان گڏ مٽي جو پور ٿي. ٻيو هو فتو ڪنيار ڄارڪي وارو، جيڪو ڄارڪي ٽنڊي الهيار جي پاسي ۾ آهي. اهو به وڏو ڪاريگر هو ٽيون جيڪو سجهي ٿو اهو آهي ڏهين ميل وارو خاصخيلي اهو به ڪاريگر آهي. مجبو پر هاڻ ڏهين ميل وارو خاصخيلي پاڻ هٿ ڪونه ٿو ڏي، هن جو ڇوڪرو اهو ڪم ڪري ٿو، انهي ۾ اهو حال ڪونهي، جيڪو وڏي ۾ آهي. ٻيو ڇا چوندين اڄ ڪلهه ته اهو ڪم هر ڪوئي پيو ڪري، ڊينگاڻ ۾ ته چون ٿا هڪڙو ڪولهين جو گهر آهي، جنهن جا سي گهر ڀاتي، ڇوڪرا توڙي ڇوڪريون سي جا سي، اهو ڪم ڪن ٿا.

هي جيڪو اسان جو ڪم آهي نه اهو ئي جوڙڻ جو چوندو آهن. اسين ته بس سڌو ڪندا آهيون. جوڙڻ وارو رب آهي. حقيقت ۾، باقي اسان جوڙيو آهي، اسانکي هر جوڙ جي خبر آهي، هن جسم ۾ ڪيترا سنڌا ۽ ڪيتريون هڏيون آهن، جهرندي تڏهن ئي ته جڙندي، ڪنيار جي ڳُڙ ۾ سارو ڏينهن جهرڻ ۽ جڙڻ آهي. هن جسم ۾ ٽي سئو سٺ سنڌا ۽ ٻه سئو ويهه هڏيون آهن، اهي ٽي سئو سٺ سنڌا ۽ ٻه سؤ ويهه هڏيون ڪٽان به پلين آڏ مرٽ ٽٽي وجن، پر هر ٽٽي کي جوڙي سگهجي ٿو. نڪتل کي ملائڻ ته

کو لمحي جو کم آهي، بس هيڏانهن ڪاريگر جو هٿ رسيو هتان نڪتل جڙي وري پنهنجي جاءِ تي اچي ويندي. ڪنپار جي هٿ مان مٽي جي ٻنيه ڪنن وارا ٿانءُ ناهڻ ڏکيا آهن. پر ٺٽل جوڙڻ سولو آهي. ”آهي هوبه مٽي، آهي هي به مٽي،“ پر ٿانءُ واري مٽي جو پڳل جوڙي نٿو سگهجي، پر هي جيڪو جسم آهي، اهو ته ڪچو آهي ۽ ڪچو جوڙي سگهجي ٿو، پلين ڪٽان به نڪري ڪٽان به ٽٽي. ٽي سئو سٺ سنڌن مان ٽنگ جي دڏ ۽ ٻانهن جي ڪلهي وٽ بلور لڳل آهن ۽ اتي ئي پيالو آهي، اهي بلور انهي پيالي ۾ فٽ ٿيل آهن. انهي پيالي ۽ بلور جي وچ ۾ ڏوري هجي ٿي جيڪڏهن اها ڏوري ٽٽي وئي ته اها ٽنگ ساهه چڏي ويندي، اها ٻانهن ساهه چڏي ويندي. ڏوري جي نٽي ٽٽي ته ٻانهن يا ٽنگ لڳي سگهي ٿي، جيڪڏهن دڏ جو بلور پيالي مان نڪري ويو ته مٽي هليو ويندو، انهي کي پنهنجي جاءِ تي آڻڻ لاءِ ايئن ڪبو جو پير کان جهلي ٽنگ کي اڳتي ڇڪبو، پوءِ هٿ سان ڪري آهستي آهستي بلور کي پيالي ۾ هٽبو. يا پاڳوٺي ڪوڙائي آهستي آهستي بلور کي پيالي ۾ هٽبو. پوءِ جي همراهه آهي سگهو ته پلين اوڏي مهل پيو هلي نه ته به گهڙي صحيح هلڻ جهڙو ٿي ويندو. جي ٻانهن جو بلور ويو لهي ته هليو ويندو بگل ۾، پوءِ ٻانهن کي سڌي جهلي آهستي آهستي ڪري بلور کي پيالي ۾ هٽبو. پوءِ جي ڏک سان بلور ٽٽي ويو. جي جسم ۾ ست هوندي ۽ سگهو هوندو ته هلي ويندو ۽ جي جسم ۾ ست نه هوندي ۽ بي سگهو هوندو ته عمر ڀر پيو منڊڪائيندو. اهو عمر سان به آهي، پوڙها هڏ جڙندا ڏکيا آهن. هٿ جي مريئي جا پنج سنڌا آهن ۽ پير جي مريئي جا ٽي سنڌا آهن. ڏکي ۾ ڏکيو چاڙهڻ هٿ جو مرئيو آهي، پنج سنڌا پنهنجي جاءِ تي ڏاڍا ڏکيا ايندا آهن. انهي ڪري جيڪي اگرين جا سنڌا آهن، اهي پنهنجي جاءِ تي اچڻ ڏاڍا ڏکيا آهن. لٿل مريئي تي جي هڪ ڪاريگر هٿ گهمائي ويو ۽ نه لڳو ته ڪيڏو به ڪاريگر هجي، اهو مريو لڳائي نه سگهندو. مريئي ڪان وني نونٺ تائين واري جيڪا هڏي آهي، اها ٽٽي ته انهي جي ڪري ڏکي آهي، ڇو جو اها هڏي گهمڻ واري هڏي آهي،

انهي کي لڳڻ ڪانپوءِ ٽورو به لوڏو آيو ته اها وري نڪري ويندي ۽ وري لڳائڻي پوندي. ٻيون هڏيو ڦرن نٽيون پر اها ڦري ٿي، انهي ڪري اها هڏي لڳائڻ ڪانپوءِ هٿ جي مريئي وٽان ليرَ ٻڌي وري ڪنڌ ۾ ٻڌبي آهي ته جيئن هڏي هڪ هنڌ بيٺي رهي. ڪلهي کان وٺي ٺونٺ تائين ٻانهن ۾ هڪڙي هڏي آهي. ٺونٺ کان وٺي هٿ جي مريئي تائين ٻه هڏيون آهن. ٺونٺ وٽ چمٽو آهي، جنهن ۾ اڇي مٿين هڏي ڦاسي ٿي، اهو چمٽو ڳنڊيندو آهي. اهڙو ئي چمٽو گوڏي وٽ به آهي، جيڪو ٽنگ جي ڏڏ کان وٺي گوڏي ۽ گوڏي کان مريئي تائين پاڻ ۾ ڳنڍي ٿو. گوڏي وٽ وري چمٽي واري سنڌي مٿان ڍڪڻي آهي، اها ڍڪڻي ئي آهي جيڪا ايئن سمجھه هلڻ ۾ مدد ڪري ٿي، جيڪڏهن اها ڍڪڻي نه هجي ته تون هلي نه سگهندين. ڪم ٽنگون ڪنديون پر نه اڳتي هلنديون نه پوئتي، اها ڍڪڻي هميشه وچو وچ ۾ به اڌ ٽينڊي آهي. انهي ڍڪڻي ۽ڳل کي پنجهٺ ڏينهن سڌو سمهارڻو آهي،ڪٺ تان هيٺ لهي نٿو سگهي. جيڪڏهن دڏ مان ٿو ٽُٽي ته پنجيتاليهه ڏينهن سمهڻو پوندو، اهو به ڪٺ تان لهي نٿو سگهي. ٽنگ جو ٽٽل به ايترا ڏينهن سمهندو تڏهن وڃي لڳندي. ايئن سمجھو ته ڪنهن به هڏ کي پاڻ ۾ لڳڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ تڏهن به پنجيتاليهه ڏينهن لڳن ٿا. ڪرنگهي واري جيڪا ريڙهه جي هڏي آهي، اها آهي ئي سنگهر، ڪڙي ڪڙي سان مليل آهي، اها ٽُٽي نٿي. بس نڪري ڪڙي ٿي انهي ۾ به ايئن آهي. جوڏوري آهي، اها ڏوري ٽُٽي وئي ته هيٺيون ڌڙ ساهه ڇڏي ويندو. پوءِ ڪنهن به حاجت جي خبر ئي نه پوندي. اها ڪڙي ڪڙي سان ملي وئي ته به ڪنهن ڪم جي ناهي، پر جي اها ڏوري نٿي ٽٽي.ته پوءِ اها ڪڙي ملي ويندي. اها ڪڙي لڳڻ ۾ ستر کان سٺ ڏينهن وٺندي آهي، جنهن ۾ انهي ڪڙي نڪتل جسم کي ڪاٺ جي تختي تي سڌو سمهاريو ويندو آهي، پوءِ اڳيان پير ٻئي پاڻ ۾ ٻڌي وري اڳتي ڪنهن شئي ۾ ٻڌي ڇڏبا، جيئن چوري ڦوري نه سگهي. انهي ۾ چُرڻ جي به منع ٿيل آهي. هيٺين وري جتان ڪڙي نڪتل آهي، اتي گتو ڏئي مٿان پلستر ڏئي ڇڏبو. اهو پلستر وري جڏهن پاسڙائيون ٽٽي ويندون

آهن ته اتي به پلستر واري پٽي ڏيندي آهي. نه ته ٻي پڪي ٽُٽي تي وري بانس جون پٽيون ڏبيون آهن. چو جو اهي پٽيون سڌيون ۽ ساريڪنيو آهن، مٿان ڪپڙي واري پٽي ٻڌبي آهي، ڪي ڪي ڪاريگر وري پٽي ميڻ ۾ ٻوڙي پوءِ ٻڌندا آهن. جيئن جيئن ميڻ سڪندو ويندو آهي، تيئن تيئن پٽي سخت ٿيندي ويندي آهي، جيڪڏهن ڪنهن کان اهو سور برداشت نٿو ٿئي ته وري انهي تي پاٽي هاربو آهي ته وري پٽي نرم ٿيندي ويندي آهي ۽ سور گهٽبو ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي جو ڪنهن پوڙهي ڏوڪري يا ڏوڪريءَ جي اوٻاسي ڏيڻ سان ڄاڙي لهي ويندي آهي اتي ايئن ڪبو آهي جو ٻئي آڱوٺا ڏاڻن تي ڏيئي هيٺان کان آڱرين جي زور تي اها ڄاڙي پنهنجي جاءِ تي اٽڪبي آهي نه ته وات مان پيون گگون وهنديون آهن، نه ڳالهائي سگهبو نه ڪائيءَ پئي سگهندو.

بس هڪڙي ڪاريگر ڪي هٿ گهمائڻ سان خبر پئجي ويندي ته هڏ ڪٿان ٽٽو آهي ۽ ڪئين ٽٽو آهي.هو ته هٿ ڦيري ئي ٻڌائي سگهي ٿو، ڪنهن ايڪسري جي ضرورت ناهي، ڪاريگر جا هٿ ئي ايڪسري هوندا آهن. پهرين پڳل هڏ ڪي ليول تي آڻبو آهي، پوءِ انهي تي پٽي ٻڌبي آهي، جيڪڏهن هڏ اريون اريون ٿيو آهي ته هڏيون ساريڪنيو ڪري مٿان ڪپهه جو پهه ڏئي پوءِ پٽي ٻڌبي، جيئن هڏين جون اِريون هڪ ٻئي مٿان نه اچي وڃن. مُرڙ ته ڪجهه ناهي، اهو رڳو هڪڙي هڏي ٻي هڏي تي چڙهي ويندي آهي. انهي ڪي سوري سوري لاهبو آهي، انهي تي تيل جي مالش به ڪندا آهن. اڌ ڪچي اڌ پڪي ڪٽڪ جي ماني جا لولا به ٻڌندا آهن پر اهي رت جي گردش ٺيڪ ڪندا آهن، ٻيو ڪجهه ناهي ڪڏهن ڪڏهن وري انهن ئي لولن تي هيٺ هٽي ٻڌبو آهي، انهي سان به رت جي گردش ٺيڪ ٿئي ٿي. پڳل هڏ واري ڪي وري سوئيرو تيلي جي روغن جيترو مکڻ ۾ ڪارائيندا آهن، اهو هڏ ڪي جوڙڻ ۾ مدد ڪري ٿو. اوهين پڳل هڏ واري ڪي سوئيرو ڪارائي، ٿوري دير ڪانپوءِ جتي هڏ پڳل آهي اتي بليٽ سان چيهڪو ڏيو، اهو سڄو جو سڄو سوئيرو اوهانکي اتي ملندو.

مکڻ ۾ چندرس ملائي ڪارائيندا آهن، اهو به ڪونئر جيئن ملائڻ جو ڪم ڏي ٿو. ميدا لڪڙي ڪارائيندا آهن، جيڪا سور جهورڻ ۾ ڪم ڏيندي آهي. مجيٺ هڪ چپڻي ڪارائيندا آهن، جيڪا پڻ سور کي ختم ڪرڻ ۾ ڪم ڏي ٿي. جڏهن آنبا هئيڊ ڪير ۾ ملائي ڪارائبو آهي ته جميل رت هلڻ شروع ڪندو آهي. ڳاڙهي ڦٽڪي ڪارائبي آهي، ٻيا به گهڻا ئي ڏس آهن. پڳي هڏ واري چم ۾ جيڪڏهن اندر زخم ناهي ته ٽي پٽيون ٻڌبيون، پهرين ڏهه ڏينهن جي، ٻي پندرنهن ڏينهن جي ۽ ٽين ويهه ڏينهن جي پٽي ٻڌبي. پر جيڪڏهن اندر ڪو زخم آهي ته پوءِ پنجين پنجين ڏينهان پٽي ٽيندي، ڪل پنج پٽيون ٽينديو آهن. انساني هڏن ڪانسواءِ پٽيل جو ڳوٺ لکو جهڙا ڪي ڪي ڪاريگر ته جانورن جا هڏ به جوڙيندا آهن، جانور جو لٽل هڏ چاڙهيندا به آهن. جانور کي ٻڌي سوگهو ڪري لٽل هڏ چاڙهبو آهي، باقي جيڪڏهن هڏ پڳل آهي ته ڏنبي ڏبو. ڏنبي به ايئن ڏبو جو چمڙي وجي انهي هڏ کي لڳي ۽ جانور جي چمڙي ريهه جو ڪم ڏيندي آهي. پٽيل پنهنجي فن جو ڪمال ٻڌائيندي چيو، ”خان صاحب سرور پلي جو گهوڙو ميل ۾ ڊوڙندي سوار سوڌو ڪري پيو، دڏ مان اکڙيو، ناهي آيس.“

”پٽيل“ جي ڪُڙهه ۾ ويهي جڏهن اسان هن جي ڪاريگري واري ڪوري گهڙي جو ڍڪ پي لاٿو ته هن هر هر ور ور ڏئي اها ڳالهه ٿي ڪئي ته هي فقيراڻو ڪم آهي، ڪرٽو به فقيرن وانگر آهي، گهرٽو ڪجهه به ناهي. ڪير ڏيڻ چاهي ته به چا ڏيندو؟ هتي روز چاليهه پنجاهه مريض اچن ٿا، الائي ڪيترن کي آئون پاڻ ڏسڻ وڃان ٿو. بس هن جو ڪو ٽائيم ٽاٽو ڪونهي، هڪڙي رات جو جوڳين اچي سڏ ڪيو، پيادو وڏيري منعيم پلي واري ڳوٺ ويس، ڪنهن سمايل نينگري جي ٽنگ ٽٽل هئي. وري پيادو ئي پيادو واپس، ايندي ويندي جوڳين جو پورو سنگ گڏ هجي، پوءِ ورندي ميڙن منٽن سان ڪو نڪرندي کي اڌ مان ڪي راجا رستي وٺان واپس ڪيا. بس اهو ئي اسان جو قدر ۽ قيمت آهي. هڪڙي ڏينهن قدر جي رات جو سامان وٺي آيس ته اڄ رات جاڳبي اجان رات جا ڏهه ئي مس ٿيا هڪڙن ٽر جي سميجن هتان

گاڏي ۾ ڪنيو، صبح جو چار بجي ڇڏي ويا. سڄي رات سفر ۾ ڪٽي، پوءِ اها رات جاڳي صحيح پر سفر ۾، بس اهو قدر آهي. تون جنهن گاڏي ۾ چڙهي آيو آهين انهي ڪان پلين ۽ ڊلين پنجاهه گاڏين ۾ روز آئون چڙهان ٿو. ڊاڪٽري علاج ڪي اسان وارا ڪاريگر ڪونه تسليم ڪندا، انهي ۾ هڪ ته سور رهي ئي رهي ٿو، ٻيو اهو آهي جيڪڏهن ڪو هوشيار ڊاڪٽر آهي، ته هڏيون ساريڪنيو بيهاري ٿو نه ته ٽيو خير. ٻي ڳالهه اها آهي ته هڏي ڪي هٿ لڳي ويو ته اها ڪڏهن به جڙندي ڪونه، هن ۾ ڪيلشم ڪونه ٺهندو، بهرحال انهي مان سور ڪونه ويندو. هينئر هڪڙو رٽائر فوجي مون وٽ آيو چيائين ٽنگ ڊاڪٽرن ڪان نهرائي آهي، پر سور نٿو وڃي. مون چيو هاڻ لوڙهي ڏينهن پورا ڪر. اسان پٽيل سان هن جي ڪڙهه ۾سور، جوڙڻ ۽ ٽوڙڻ تي خيال پي ملايا، پريان واٽر ۾ لڙاٽيل پاٽي وهي رهيو هو، رود تان قسم قسم جون گاڏيون پي گذريون، سفيدي جا پن پاٽي ۾ پئي ڪريا، ڪي پن هوا اڏائي ڪڙهه ۾ ڪٽي پئي آئي. ٻبر جي وڻ تي پڪي وينا هئا، پٽيل جي ڪُڙهه ۾ هڪڙو ئي تڏو هو، جنهن ڪري ڪجهه تڏي تي ڪجهه مٽي تي وينل هئاسين، لفظن خيال جي شڪل پئي ورتي. انهي وچ پٽيل وٽ به مريض آيا، هڪڙي پڪي عمر جي عورت هئي، جنهن جي ٻانهن ڪلهي مان نڪتل هئي، پٽيل منٽ ئي هڪڙو ڪيو، انهي عورت گڏ آيل همراهه ٻڪ ۾ لڪائي ويهه رپيا پٽيل کي ڏنا. ٻي پنج ست سالن جي نينگري همراهه رڪشي ۾ ڪٽي آيا، پٽيل ٻانهن ڪٽي مون ڏانهن ڪئي، ڏسين ٿو ٻانهن ۾ ور واقعي صاف ظاهر هو، گڏ آيل همراهه کي پٽيل ننڍڙي جو چوڙيون لاهڻ لاءِ چيو هو. هڪ هڪ ڪري چوڙيون لاهي رهيو هو. پٽيل پنهنجي گودڙي لاٿي، انهي مان چوڪري جي ٻانهن جي حساب سان ننڍيون ننڍيون بانس جون پٽيون ڪڍيون. اوستائين همراهه صرف به چوڙيون لاهي سگهيو پٽيل چا ڪيو جو انهن ئي بانس جي پٽين مان به بانس جو پٽيون ڪٽي بس هٿ سان سٽ ڏئي، هڪڙي هينان ڏئي ٻي سان سپ چوڙيون پڄي، چوڪريءَ کي سڏ ڪري چيائين، ٻڌ پٽي. هي ڪم سکڻ ۾

گهڻ ۾ گهڻ ٽي سال لڳي ويندا. بس منهنجا وڏا ڪنجوس هئا
ڇو جو هي ڪم اسان جي گهر ۾ چار سالن کان هلندو اچي، پر
آهي هن ئي گهر ۾ هينئر به منهنجو پٽ، اهو ڪم سڪي پيو، ٻيو
ڪير ڪونهي. لڳي ٿو ته هي ڪم هن ئي خاندان کان ٻاهر ڪونه
نڪرندو.

***

## پيريءَ

ٻيلي اڳي جي ڪنهن جوءِ ۾ ڪو هوشيار پيري هوندو هو تہ هرو ڀرو انهي جوءِ مان پاڳئي جو وهٽ يا مال ڀنارو ڪو چور رات وچ ۾ لڪ چوري ڪاهي وڃي، ايئن ٿي ئي نٿي سگهيو. چور پاڳئي ڪان گهڻو انهي پيريءَ ڪان لهرائيندو هو. سو انهن ڏينهن ۾ پيري جي ست راڄي ۾ وڏي راهي رسائي هوندي هئي. هاڻ تہ نہ اهي پيري رهيا آهن ۽ نہ ئي وري اهي چور رهيا آهن. هاڻ تہ چوري آهي ڪو نہ، هاڻ آهي زوري. اڳي چور پيريءَ جو مانُ رکندا هئا، هاڻ تہ رڳو قسم آهن۽ ساک آهي. سو هاڻ پيري جي بہ ست راڄي ۾ اها سڃاڻپ ناهي رهي. پر پيري کي سڃاڻپ ضرور آهي. پيري چور ۽ پاڳئي جي پير مان ئي صحيح ڪري ونندو تہ هي چور جو پير آهي، ۽ هي پاڳئي جو پير آهي. اهڙا پيري بہ ٿيا جيڪي پير ڏسي اهو ٻڌائي ڏيندا هئا تہ هي

عورت جو پير آهي ۽ هي مرد جو پير آهي. اهو تہ گهوريو پر اُهي تہ اهو بہ ٻڌائي ڏيندا هئا تہ هي پير اميد سان مائي جو آهي ۽ هي ڪنواري مائي جو پير آهي. بس واٽ تي پير ڏسي، اوهان کي انهي پير واري جي جنس، عمر ۽ ايستائين جو انهي خاندان مان ڪنهن جو پير اڳ ۾ ڏٺو هونداٿون، تہ انهي جي ناناڻون يا ڏاڏاڻون خاندان جي بہ ٻڌائي ڏيندا تہ هي ڪهڙي خاندان مان آهي. سو پير ڏسي ٻُڻ جي خبر ڏيندڙ پيري ٿي سگهي تہ هاڻي ڪو ورلي ئي هجي، پر اهڙن پيرين جا داستان جهنگ جي ماڻهن وٽ آهن.

پير سڃاڻڻ جا جيڪي بہ پيري وٽ گُر آهن، انهن ۾ ڦهريون گُر آهي وک. هاڻ وک جا وري ٻہ طريقا آهن. هڪڙي آهي سڌي وک، ٻي آهي ترڇي وک، جنهن کي "ڪتري وک" بہ چئبو آهي. انهي ترڇي ۽ سڌي وک ۾ وري وک جا ٻہ ٻيا قسم آهن. هڪڙي آهي چوٽي وک، ٻي آهي ڏگهي وک. سو هڪڙو تہ پيري وک تي پير سڃاڻيندو آهي. وک ڪانپوءِ آهي پير جو نشان. پير جي نشان ۾ان وري پير جو ڦٽو زمين تي ڪئين ٿو لڳي، هر پير جو ڦٽو ٻي پير جي ڦٽي کان الڳ ٿئي ٿو. ڦٽي کان پوءِ پير جي ڪڙي. انهي ۾ ڏسبو تہ چور پير گهلي ٿو ڪٽي يا ڇنڊي ٿو ڪٽي. سو پيري پير ڪٽڻ مهل هر شئي کي اک ۾ رکندو آهي. اهي تہ ٿيا ڪجهہ ماڻهو جو پير ڪٽڻ جا گر. جڏهن چور ماڻهو آهي ۽ چوري وري وهٽ ۽ مال ڍڻارو ٿئي ٿو. سو وهڻن ۾ گهوڙي ۽ ڪنڌ جي پير ۾ تہ وڏو ڦير آهي، مال ڍڻاري ۾ وري رڍ ۽ ٻڪري جي پير ۾ فرق آهي. جيڪڏهن اڻ واقف ڏسندو تہ صحيح ڪري ڪونہ سگهندو تہ هي ٻڪري جو پير آهي يا رڍ جو پير آهي. پر جي پيري ڏسندو تہ صحيح ڪري ويندو تہ هي رڍ جو پير آهي يا ٻڪري جو پير آهي. هڪڙو تہ ٿورو گهڻو ننڍي وڏي جو ڦير هجي ٿو، رڍ جو پير ننڍو ۽ ٻڪري جو پير وڏو هجي ٿو. پر هڪڙي ٻي چٽي نشاني اها آهي تہ ٻڪري پير ڇنڊي ڪٽيندي آهي ۽ رڍ وري پير گهلي ڪٽيندي آهي. ٻيو هڪ جهڙا پير آهن ڍڳي ۽ مينهن جا. انهن ۾ مينهن جو پير ڍڳي جي پير کان وڏو ٿئي ٿو ۽ ڍڳي وري

پير ڪڻندي به چنبي آهي. ٻيو اڳئين پوئين پيرن جو به ڦير هوندو آهي. سو اهي ڳالهيون به پيري جي نه رڳو ذهن ۾ هونديون آهن. پر اهي نشانيون ۽ گر پيري جي دل تي عڪس ٿيل هوندا آهن. ٻيا به ڪيترا ئي گر آهن. پر اهي سڀ گر هوندي، پير ڪڻڻ ايترو سولو ناهي.

پيري نه اهو به چون ٿا جي طمع رکي ته ڏهن به پير نه هلندو. ڪاڪو سوڍو رونجهو پنهنجي دور جو وڏو پيري هو. هاڻ نه رهيو پنهنجو پير به ڪونه ٿو سجاڻي، پر هن وٽ پنهنجي دور جون وڏيون يادگيريون آهن. ڪاڪي سوڍي رونجهي جو چوڻ آهي ته هن ڪنهن ڪان به پير ڪڻڻ سکيو ڪونهي بس. پاڳيا هئاسين سدائين مال ۾ هوندا هئاسين، مال وڃائجي ويندو هو، پيا انهي مال جا پير ڪڻندا هئاسين. ايئن مال جا پير ڪڻندي ڪڻندي پير ڪڻڻ سکي وياسين. ڪاڪو سوڍو ٽيهن سالن جي عمر جو هو ته پير ڪڻڻ شروع ڪيائين، هاڻ عمر ستر ڪان مٿي هوندي چاليهه سال پير ڪنيا. ڪاڪي سوڍي ٻڌايو ته امين محمد راڄڙ جي گهوڙي ڇُٽي وئي. اسان پير اهاڙي وچي جهڏي واري تر ۾ ڏر ڪياسين. همراهن گهوڙي هانڪي به صحيح ۽ ڏيئٽي به ڪئي، اسين گهوڙي جي آسري تي اتي ٽڪياسين. صبح جو گهوڙي آڻي ڏنائون، هُوبهُو امين محمد جي گهوڙي. جهڙي مهل امين محمد راڄڙ گهوڙي جي واڳ ۾ هٿ وڌو مون، چيو ٻيلي اها گهوڙي پنهنجي ڪونهي. هڪڙي تي راڄڙ ٻي تي آئون، مون چيو جنهن گهوڙي جو پير آئون ڪٽي آيو آهيان آها اِها ناهي. راڄڙ ۽ چور هڪڙي پاسي آئون هڪڙي پاسي، نيٺ چورن هانڪيوواقعي هي اها گهوڙي ناهي. هڪڙي دفعي ڏڳو چوري ٿيو ڏوري ناري مان. چورن ڇا ڪيو جو ورتي ريل جي پٽڙي ئي پٽڙي، هاڻ پير ڪٿين هلي. اهاڙي اهاڙي نيٺ ڇا ڏسان جو ريل جي پٽڙي جي وچ ۾ جيڪي ڪاٺيون ڏنل هونديون آهن، انهن ڪاٺين تي ريل جي، تيل ۽ گريس جي سٽي ٽيڻ جي ڪري هلڪي هلڪي مٽي ڄميل هجي، انهي پٽڙي تي هلڪا هلڪا ڏڳي جي ڪرن جا ڪٽي ڪٽي نشان هئا. انهن نشانن تي پير ڪنيا. پوءِ اهي ڏڳي جا پير جا

نشان وجي پٿوري وٺان هيٺ لٿا، ڏر دنگ ڪري چوري ورائي سين. اهڙيون ڪئين يادگيريون آهن ڪاڪي سوڍي وٽ.

پر ڪاڪي سوڍي جي وڏي ۾ وڏي يادگيري آهي غلام محمد منگريئي جون وسڪاري وارن ڏينهن ۾ چوري ٿيل گهوڙيون، جنهن ۾ ڪاڪي سوڍي رات جو گولي جي روشني ۾ پير کنيا هئا. اهي چور گبول ذات جا هجن ٺٽدي آدم واري پاسي جا ويٺل. هنن اهي پير وسندي مينهن ۾ برسات جي پاڻي مان ڪڍي وجي ڏر دنگ ڪيا. رات جو يارنهن بجي چور پهتا. ساڍن يارهين بجي واهر پهتي وجي. پوءِ اهي گبول ۽ ڪٽنبر ڪاڪي سان ملڻ لاءِ ڊوري ناري آيا هئا. پاڻي ۾ به پير ڪڍي سگهجي ٿو، پلين برسات جو پاڻي هجي يا وهندڙ واهه هجي. اڳي وڏا چور ته درياءَ واري واٽ به وٺندا هئا، جنهن ۾ مينهن چوڙي درياءَ ۾ لاهيندا هئا. پوءِ درياءَ جو درياءَ ڏيئي ميلن جا ميل درياءَ ۾ هلندا هئا. پر جي چور چور هئا ته پيري به پيري هئا، اهي وري جهليندا ها درياءَ جا ٻئي ڪپ، پوءِ جتان وجي چور مينهن کي ٻاهر ڪڍي. وسڪاري جي گاهه ۾ به پير ڪڍي سگهجي ٿو. گاهه جيڏانهن ليٽيل هوندو پير اوڏانهن ئي ويو هوندو، بس پير گاهه کي ليٽائيندو ويندو، ساريڪي ۽ واريا سي زمين تي پير ڪڍڻ سولو آهي.

پر جيڪڏهن اڄ به اوهين ڪنهن جهنگ جي ماڻهو کان پڇندا ته، هو هڪڙي ئي ورندي ڏيندو ته پيري ڪڏهن به سچو ڪونه ٿيندو، هو ڪڏهن به چور جو نالو ڪونه ٻڌائيندو. جهنگ جي ماڻهن جو خيال آهي ته چور ۽ پيري هڪ ٻي جو بچاءُ ڪري ٿا وجن. چور کي پيري ئي بچائي ٿو. پر چور، پيري ۽ ياڳئي جي وچ ۾ هڪڙي چوٿين ڌر به هوندي آهي، جنهن کي پاٿاريدار چوندا آهن. اصل ڪمائي انهي جي. چور چوري ڪري وري اچي ٿميندو پاٿاريدار وٽ آهي. ۽ پاٿاريدار ڪو ايرو سيرو هوندو ڪونهي. هو وڏو سرياند ۽ راهي رسائي وارو ماڻهو هوندو آهي. اهو پاٿاريدار جو ڏنڊو آهي، بس چور کي پنهنجي مزوري ئي ملندي آهي. باقي ٻنگ پيري ۽ پاٿاريدار جي وچ ۾ وررهائجي

ويندو آهي. گهوڙو اجان ٻي ڊر آهي، سو پاڻ انهي تي بہ واري واري سان پيا ڳالهائيندا آهن.

ٻي ڳالهہ تہ هاڻ سائنس وڏي ترقي ڪئي آهي، فنگر پرنٽس واري پريڪٽس ٿئي پئي، رڳو آڱوٺو مشين تي رکو. جيڪڏهن ڪا چوري چڪاري ڪندي ڪنهن شئي ڪي چور جو هٿ لڳيو ٿو وڃي تہ پوءِ انهي نشان جي مشين ۾ خبر پئجيو وڃي. اجان وري ڪتن ڪي پير ڪڍڻ بہ سيڪاريو ويو آهي. اهي بہ نوس نوس ڪندا چون ٿا چور جي گهٽي جهليو ويهو ٿا رهن، پر انهن مان گهڻن ڪتن جا ڪنيل پير ڪوڙا بہ نڪرن ٿا، پر جهنگ جي ماڻهن جي ڦوٽو ميموري ڪڏهن ڪوڙ نہ ڪندي هئي.

***

# چورجا سؤڏٺي

هاڻ ڪاٽڙين جو چوڻ آهي تہ ڪاتڪ جي موسم اونهارو ۽ وسڪارو آهي. اونهاري ۽ وسڪاري وارين راتين ۾ واهوندي جو واءُ جيئن لڳندو آهي، ايئن رات ٺرندي آهي. جيئن وري رات ٺرندي ويندي آهي ايئن ننڊ جيئن پوءِ تيئن گهري ٿيندي ويندي آهي. ٻيو وري ڪن ڪاٽڙين جو تہ اهو بہ چوڻ آهي تہ اڪثر ڪري ياڳيا ٺاري وارين راتين جو ٻاهر اڱڻ تي سمهندا آهن، ياڳئي جو ٻاهر سمهڻ بہ ڪاٽڙيئي لاءِ وڏو وجهہ آهي. هو سولائي سان ڪاٽ هٽي سگهي ٿو. هاڻ جڏهن ڪان وري ڳوٺن ۾ لائيٽ آئي آهي تہ ڪاٽڙين ڪي لائيٽ اچڻ جو انتظار ڪرڻو پوي ٿو. ڇو جو اڪثر ڪري ياڳيا راتين جو پکو هلائي سمهندا آهن، پکي تي بہ گهري ننڊ اچي ٿي. ٻيو وري پکي جي آواز ۾ هلڪو ڦلڪو آواز ياڳيا ناهن ٻڌي سگهندا. ايئن بہ هوندو آهي جو جن ڳوٺن ۾ لائيٽ

آهي، اتي پاڳيا گهڻو ڪري اندر سمهندا آهن. سو لائيٽ ناهي هوندي؛ هڪ تہ مڇر هنن کي سمهڻ ناهن ڏيندا، ٻيو وري اندر گرمي بہ هوندي آهي. گهڻا تہ وري پڪي جا عادي هوندا آهن، هنن کي پڪي کان سواءِ ننڊ ئي ناهي ايندي. مٿان وري گهڻا ڪاڻڙيا تہ ايئن بہ ڪندا آهن جو رات جو ڪاٽ هڻڻ مهل بلب ڀاري پوءِ ڪاٽ هڻندا آهن. ڇو جو بلب ٻارڻ سان شئي آساني سان ڳولي پڄي سگهجي ٿي. جڏهن لائيٽ اجان ڪونہ آئي هئي تہ ڪاڻڙيا چنڊ جي 22يا 23 تاريخ کان پوءِ ۽ 8 ۽ 9 تاريخ کان اڳ ۾، اونداهين راتين ۾ ڪاٽ هڻندا هئا. ڪاٽ جو ٽائيم گهڻو ڪري رات جو ٻہ ٻجي ڪانپوءِ جو آهي. ڪو بہ ڪاڻڙيو ڪاٽ هڻڻ کان پهرئين انهي سڄي گهر جي مڪمل خبر وٺندو آهي. انهي گهر ۾ ڪل ڪيترا ڀاتي آهن، انهن مان ڪيترا هتي رهن ٿا، انهن مان ڪيترن جي گهر جو ٽائيم ڪهڙو آهي. جيڪڏهن ڪو گهر ۾ پياڪ آهي تہ اهو رات جو ڪيستائين جاڳي ٿو. گهڻو ڪري وڏن گهراڻن جي مخبري نوڪر بہ ڪندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن نوڪرن جو هٿ ڏس بہ هوندو آهي يا تہ ڪو ڳوٺ يا پاڙي جو گهر ۾ ايندڙ ماڻهو بہ مخبري ڪري سگهي ٿو. مخبري ڪندڙ تہ ايستائين بہ ٻڌائيندو آهي تہ سونا زيور يا نقد ڪهڙي پيتي ۾ پيل آهي. جيڪڏهن ڪو گهر ۾ ڪتو آهي تہ چور گهڻو ڪري جيڪو واءُ لڳندو هوندو انهي کي سامهون گهر ۾ ڍرندو، جيئن ڪتي کي ماڻهو جي خوشبو نہ اچي. اڪثر ڪري ڪاٽ آرهڙ يعني واهوندي وارن ڏينهن ۾ لڳندا آهن. سو گهر ۾ لڳندڙ ڪاٽ ۾ ڪتي جي موجودگي ۾ اپرنديان اندر داخل ٿبو. جي واءِ ڏکڻ پيو لڳي ۽ ڪتو بہ ڏکڻ وينل آهي، تہ ڪوشش ڪري ڪتي کان اتريان داخل ٿبو. ٻيو وري گهر جو ڪاٽ هڻندڙ کي پير ايئن سنڀالي کڻڻو آهي جو کڙڪو نہ ٿئي. ٽيون جيڪڏهن گهر ۾ ڪا ننڍڙي ٻار واري عورت هوندي آهي تہ اها سجاڳ ٿيندي دير ناهي ڪندي، انهي وٿان گذرڻ مهل خيال ڪرڻو آهي. ڪاڻڙيو انهن ڳالهين جو خاص خيال ڪندو آهي. ڪاڻڙيو واپسي جي واٽ جو پهرين سوچيندو آهي، جي پلا پاڳيا جاڳيا تہ ڀڄبو ڪٿان. جي لوڙهو هوندو آهي تہ انهي مٿان وونڻن

جا ٽارا، مرچن جا ٽارا يا ٻيو ڪجهه ڏئي واپسي جي واٽ ضرور ٺاهبي.

ٻيو وري ڊور ڊڳي يا ايئن ڪٺي چئون مال ۽ وهٽ جو چور وري اڪثر ڪري سياري جي رات جو چوري ڪندو. ڇو جو سياري جي رات هڪڙو ته ڊگهي ٿئي ٿي، ٻيو وري مال ۽ وهٽ جي چور لاءِ اها سهولت آهي. جو سياري جي رات ۾ سجهندي ئي پاڳيو اندر وڃي سوڙن ۾ سمهي رهندو آهي. انهي ۾ مال ۽ وهٽ جي چور کي، چوري ڪرڻ جو وجهه سولائي سان ملي ويندو آهي. جي هوندو مال ته ڪندو اڳ ۾ جي هوندو وهٽ ته رڳو لانگ واريندو. پوءِ سياري جي رات به وڏي، جيستائين ڏٺي سنپالن تيستائين ٽر مان ٽيندڙ چوري وڃي ڪس ٽپي. ٽر مان ٽيندڙ اٺ جي چوري جا پيرا گهٽا تٽا اچي اتي مهراڻي واري ڪس ۾ ڪٽندا آهن. ڪاٽڙيا چور ٻه ٻه هوندا آهن، پر اڪثر ڪري ڪاٽڙيو اڪيلو سٺو. اڪيلي اڪيلي ڪاٽ هٽندڙ چون ٿا ته هڪڙو راز ڪي راز ئي رکي سگهي ٿو، ٻيو ته انهي ۾ ڪنهنجي پتي ناهي،ٽيون ته ٻن مان ڪو هڪڙو بليڪ ميل به ڪري سگهي ٿو. هڪڙي ڪاٽڙيي جو اهو به چوڻ آهي ته ڪاڪا چوري قيمتي ناهي هوندي پر پاڳيو قيمتي هوندو آهي. اها چوري ڪبي ئي رڳو انهي لاءِ آهي ته پاڳئي سان واسطو ٿئي يا ايئن به هوندو آهي جو ڪنهن جوءِ ۾ واسطو رکڻ لاءِ به ڪنهن نالي واري ماڻهو جي چوري ڪبي آهي، جنهن کي ڪاٽڙيا ڏس ناهڻ چون ٿا. چوندا ڪونه آهن ته چور ڏس ضرور ناهيندو، جيئن انهي جوءِ ۾ واسطو ٿئي ته ٻي ڪنهن جوءِ مان چوري ڪري اچي اتي ٿمجي. گهٽيون چوريون دشمني ۾ به ٿينديون آهن، اها دشمني چور جي ناهي هوندي. پر جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي ڏاڍي مڙس جي ٻي ڏاڍي مڙس سان دشمني آهي ته هو ٻڇ ڪندو آهي، اها چوري انهي ٻڇ تي ٿيندي آهي. پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ٻڇ ڪندڙ اهو چوندو آهي،ته انهي جي چوري ڪر پوءِ تنهنجي مرضي جيڏانهن ڪرين واپس ناهي ڪرڻي، باقي جي جهلجي پئين ته ڇڏائڻ منهنجو ذمو آهي. يا وري

ڪي وڏيرا ايئن به ڪندا آهن جو چوندا آهن ته اها چوري ڪري اچي مونکي ڏي، پوءِ آئون ڄاڻان ڏٽي ڄاڻي تون آجو آهين. ايئن ڪٽي سمجهو ته سڄي چوري ڪرڻ وارو وري وڏيرو ئي آهي ۽ چوري ڪرائي ئي وڏيرو ٿو. ڪي وڏيرا وري پنهنجو اثر رسوخ قائم رکرائڻ لاءِ چوري ڪرائيندا آهن. ايئن سمجهو اصل چور وڏيرو ئي آهي ۽ اهي وڏيرا سياسي طرح سگها هوندا آهن. اهي اڪثر ڪري پنهنجي تر مان چوري ڪرائيندا آهن، پر انهن جي ڳوٺ مان ڪڏهن به چوري ناهي ٿيندي، اها انهن جي سگهاري هجڻ جي نشاني آهي. تر مان ٿيندڙ چوري ڪي ورائڻ لاءِ ڀاڳيو وڏيري جي در تي، چوري ٿيڻ جي ٻي ڏينهن صبح جو پهچي ويندو آهي. پوءِ هو انهي ڀاڳئي کي هلائي هلائي چڪر ڪڍائي ڪڍائي چوري ورائي ڏيڻ وارو ٿورو ڪندو آهي، انهي سان اهو ڀاڳيو انهي وڏيري جي ٿوري هيٺ ٿي ويندو آهي. گهڻي تڻي چوري انهي سببن سان ٿئي ٿي. هڪڙا وري اهڙا چور به هوندا آهن جيڪي ٻين چورن کي وٺي ايندا آهن، چوري جي انهي قسم کي هٿ ڏس چئبو آهي. انهي هٿ ڏس ۾ هڪڙو چور ٻي چور کي هٿ ڏس ڪندو آهي ته منهنجي ڳوٺ، پاڙي يا اوسي پاسي ۾ ڦلاڻي همراهه وٽ مال آهي، انهي جي چوري ڪر ۽ انهي مان حصو ڏجان. پوءِ اهو حصو ته گهٽ ئي ملندو آهي، پر هن جي هٿ ڏس تي چوري ٿي ويندي آهي. ڪاٺڙين جو چوڻ اهو آهي چور به سخي ۽ موزي ٿيندا آهن. سخي چور ڪڏهن به ماربو ڪونه پر موزي مارجي ئي مارجي. سخي چور کو لچ پريو ماڻهو مٿي آيو ته انهي کي خالي هٿين ڪونه موٽائيندو. جي هن وٽ چوري هوندي ته آسرو ضرور ڏيندو، پر موزي چور، ماڻهو کي ڪونه ڏسندو پئسي کي ڏسندو، سو مارجي ئي مارجي. ٻي ڳالهه ڀاڳئي اڳيان چور ڪڏهن به ڪونه هاڪيندو ته ڪو مون تنهنجي چوري ڪئي آهي. جي پلا چوري واپس به ڏني ته ڪنهن ٻي ڏر جي هٿان واپس ڪندو. يا چوندو ته ڏينهن ڏر ڏيو؛ ڳولا ڪريان. ٽائيم گهري معنيٰ سمجهو ته اهو ئي چور آهي. جي پلا اهو چور ناهي ته به انهي کي خبر پڪي آهي ته چوري ڪٽي آهي. همٿ واري چور ۾

اپرو سيرو ڀاڳيو به هٽ ڪونه وجهندو، ڇو جو هن جي مالڪي ٽيندي ۽ جي هٽ وڌا ۽ مالڪي ٿي ته چوري ڪونه ورندي. ڪي ڪي وڏيرا اهڙا آهن جيڪي چور جي ڳالهه به رکندا آهن ته ڀاڳئي جي ڳالهه به رکندا، نڪو چور ڪي مارائين نڪو ڀاڳئي ڪي مارائين. چور ڪي هن جي ڪري پنهنجي ڪيسي مان به ڏئي ڇڏيندا آهن. ڪي ڪي وڏيرا وري اهڙا هوندا آهن جو ڀاڳئي ڪان ورتل ڳري مان به پنهنجو حصو هٽي ويندا آهن. ڪي وڏيرا وري اهڙا هوندا آهن جو انهن جو ڌنڌو ئي چوري آهي، چور ڪٿان به چوري ڪري اچي هنن وٽ ٿمي، پنهنجي مزوري وٺي ۽ هليو وڃي. ڀاڳيا جاڻن وڏيرو ڄاڻي. ڪي وڏيرا وري ڪجهه ڏينهن چوري ٿمڻ جا به پئسا وٺندا آهن. پوءِ چور چوري ڪي اڳتي ڪيڏانهن به وڃي لڪائي هن جي مرضي، هن جيترا ڏينهن ٿمي ارترن ڏينهن جي مزوري وٺي ڇڏي. گهٽي تڻي چوري شوق مان ٽيندي، چور جا ڌٽي سئو. هو پلين سامان سوڌو جهلجي پئي پر ذات وڏيرو ٽاڻي تي پهچي ويندو، هن جي جيئڻ جو تئين مالڪي ٽيندي. وڏيرو ٽاڻي تي پهتو ته پوليس ماٺ ۽ چور جي ضمانت وڏيرو پنهنجي بنيءَ ۽ ڳاڏي جا ڪاغذ رکي ڪرائيندي دير ئي ناهي ڪندو. ايئن چور جي ڌٽيپ ٿئي ٿي. پوليس جي به هر ممڪن ڪوشش هوندي آهي ته همٿ پري چور سان هنن جي ياري هجي، اپرا سيرا چور ته پوليس به مخبر طور پاليندي آهي. ڪامياب پوليس عملدار به اهو آهي، جنهن جي وڏ ڪان وڏ چورن ۽ پاٿاريدارن سان ياري هجي. چوري جي خبر وري به چور ۽ پاٿاريدار وٽان ئي پوندي. بس ڀاڳئي جوڪير ناهي چور جا سئو ڌٽي، پاڻ وٽ وڏيرو انهي ڪري طاقت جي علامت آهي جو هو سفيد پوش وڏو ڏوهاري آهي.

***

# گهوڙا ۽ سوار

ٻيلي سڀ کان پهرين سوار جي نگاهہ هوندي آهي، گهوڙي جي عمر تي. جي ڀلا ڪچو هڏ آهي تہ سوار جي هٿ ۾ رڳو واڳ اچي، پوءِ جي ڀلو سوار آهي تہ گهوڙي کي ٺاهيندي دير ئي ڪونہ ڪندو. اهوبہ گهوڙي جي عمر تي آهي، وڌ ۾ وڌ ٻہ سالن جو هجي تہ اتان سوار جي محنت شروع ٿئي ٿي. گهٽ ۾ گهٽ ڇهہ مهينا، وڌ ۾ وڌ سال ٻن سالن ۾ سوار گهوڙي کي هلڻ سيکاري ڇڏيندو، کهڙو بہ جڙو هجي. پر جي گهوڙو عمر جا پهريان پنج سال ويو ٽپي تہ، پوءِ کهڙو بہ سوار هجي، انهي گهوڙي کي ٺاهي ڪونہ سگهندو. ڇو جو پوءِ گهوڙو هڏ پڪا ڪري ويندو آهي. پوءِ وڌ ۾ وڌ ڏُگ هلندو. انهي ڪانپوءِ ٻي نگاهہ سوار جي هوندي گهوڙي جي وصفن تي. انهي ۾ سوار سڀ کان پهرين گهوڙي جو پير جانچيندو، گهوڙو پيرن ۾ ٿاڌو معنيٰ ٿڌو نہ هجي، انهي ڪانپوءِ گهوڙي جو سينو سنهو نہ هجي، سينو

ويڪرو هجيس. ڪنڌ جا وار گهاٽا نہ هجن، صفا سنها هجنس. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ گهوڙو گڏهہ ڪُرو نہ هجي، سڌي ڳالهہ هن جي پير جو سڀ سوڙهو نہ هجي. انهي ڪانپوءِ سوار جي اک جو ٽيون نشانو هوندو آهي تہ گهوڙو ڪهڙي نسل مان آهي. هون تہ دنيا وڏي پئي آهي، پر پاڻ وٽ هتي گهوڙن جا چار مشهور نسل آهن. پهريون پهريون آهي ڪاٺياواڙي نسل جو گهوڙو، ڪنڌ سنهو، ڪن ڪيٽا، ڪيٽا بہ ايئن جو ڪن ڪن تي چڙهيو پيو هوندو. ٻي نمبر تي عربي نسل جو گهوڙو، قد جو وڏو، پير جو ڏاڍورو بہ وڏو، ڪن صفا سڌا گز. انهي ڪانپوءِ سنڌي نسل، هي گهوڙو قد جو پورو، سينو ويڪرو، ڪنڌ پورو، ڪن چوٽا پر سڌا هوندا. پڇ ڊگهو پير جو ڳاريو سنهڙو هوندو، پوئتي سنڌي گهوڙي جي پٺ بہ سنهڙي هوندي، ڪارائي نسل قد جو صفا ننڍو، ڪن ننڍڙا پر سڌا، پڇ هوندس ڊگهو پر ٿلهو. ڪاٺياواڙي نسل جو گهوڙو سراڙي ۾ هلندو وڌ ۾ وڌ، من ۾ هلي تہ هلي پر هن جو ڪم آهي ٽپڻ. لغام رڳو مٿي ڪڻ ڪهڙي بہ جڳهہ هجي گهوڙو سپوٽ هجي ڪوٽ ٽپندي بہ دير ڪونہ ڪندو. عربي سراڙي جو پلو آهي هي گهوڙو ريسن ۾ ڊوڙائبو آهي، ست ميل اٺ ميل سراڙو ڪڍي ويندو. سنڌي ميل ملاڪڙن جي ڪم ۾ پهرئين نمبر تي آهي. ڪارائي هلڻ جو سچو ٽيندو آهي پر هن نسل سان مصيبت وري اها آهي جو وڙهندي دير ئي نہ ڪندو. جي بگڙيو تہ نہ سوار جي حيا ڪندو،نہ وري ڌڻي جي حيا ڪندو. عربي نسل جو گهوڙو ڪڏهن بہ وڙهندو ڪونہ، باقي سنڌي نسل جي گهوڙن مان سون ۾ ڪو هڪڙو وڙهي تہ وڙهي، ٻيو ٽيو خير. انهي ڪانپوءِ سوار ايندو گهوڙي جي رنگ تي. سڀ کان پهرين نمبر تي ڳاڙهو ڪميت،انهي ڪانپوءِ سرڪو جيڪو گهٽو اڇو هوندو، پر ڪي ڪي وار ساوا هوندس، پوءِ سنجاپ اڌ اڇو، اڌ وري مٿي ڪارا پٽا هوندا، انهي ڪانپوءِ بور، بور مان شور ڪونہ ويندو، هلندو ڪونہ وڙهندي دير ڪونہ ڪندو. جي پلا هلي پيو پوءِ بور شهزور آهي، انهي کي ڪير بہ پڇندوڪونہ. سنجاپ سيني گهوڙن مان ڪپوٽ گهوڙو آهي. انهن ڪانپوءِ گهوڙن جا ٻيا بہ ڪيترا ئي رنگ آهن.

مٽيون سڀ خوبيون ۽ خاميون ڏسڻ ڪانپوءِ ئي سوار ڪنهن گهوڙي ۾ هٿ وجهندو آهي. انهي ڪانپوءِ ئي محنت شروع ٿئي ٿي، سوار جڏهن گهوڙي کي هلڻ سيکاريندو آهي، تڏهن هو گهوڙي کي روز ٻه ڪلو ڪير، پاءُ مکڻ، ٻاجهر جا داڻا، اٽو ۽ ٻيو مصالو ڪارائيندو آهي جي پلا گهوڙي کي هلڻ سيکاريندي. گهوڙي جا پير ريشو ڪري ويا، هن جي ڪرن وچان ڦوڦا ٿيا ته انهن ريشو ڪندڙ پيرن تي تيل لوڻ ۽ هئيڊ گرم ڪري رات جو انهن جا پها رکندو. صبح جو وري گهوڙي جو ميل ۾ سراڙو هوندو. ڪڏهن ڪڏهن وري پيرن ۾ هڏ ڪري ويندو آهي. انهي هڏ ڪيل ڳهوڙي لاءِ ٻه سوار پانپرا ڪندا آهن.

هينئر گهوڙي جي ڊوڙ ۾ چوبازي يا چورسائي جو رواج آهي، اڳي ڊوڙ واري هئي. چوبازي ۾ گهوڙو تکو ته وڃي ٿو، پر سوار کي تنگ ڪري ٿو. گهوڙي کي سوار سڄو لغام تي سيکاريندو آهي، پهرين من، پوءِ رلو، پوءِتکو. من جنهن کي "جاجهه من" ٻه چئبو آهي. من ۾ پهرين جاڙيون هٽندو پوءِ جاڙيون ڇڏي ويندو. آخر ۾ ڊوڙ جي انداز کي پهريون جوڙ، ٻيو جوڙ ۽ ٽيون جوڙ چئبو آهي. جي سوار پلو هوندو ته ٻي جوڙ وارو گهوڙو پهرين جوڙ واري گهوڙي کان ڪڍي ويندو. سوار گهوڙي کي واڳ تي نچڻ ٻه سيکاري سگهي ٿو، باقائدي گهوڙو نچندو بيٺو، گهوڙي جي واڳ کي جيئن هلائيندين ايئن ئي گهوڙو هلندو، ٿورو چڪي ڏيندين ته، منهن اڳيئن ٻنهي ٽنگن وچان ڏيندو. انهي کي گونگهٽ چوندا آهن. گهوڙو گونگهٽ ۾ ئي سنو لڳندو آهي. سوار ته گهوڙي کي ترڻ ٻه سيکاري سگهي ٿو. گهوڙو ترندو سڄو ڪنڌ جي زور تي آهي، جي لغام ٿورو مٿي ڪرڻ سان پاڻي ۾ لهندي گهوڙي پنهنجو ڪنڌ مٿي ڪري ڇڏيو ته تري ويندو پوءِ پلين درياءَ هجي. جي ڪنڌ هيٺ ڪيائين ته ٻڏي ويندو ۽ ٻيو جي گهوڙي جي ڪن ۾ ڇنڊو ٻه پاڻي جو ويو ته سمجهه گهوڙو ٻڏو ئي ٻڏو. گهوڙو هوئڻ ٻه عادتي وهٽ آهي، جي هن کي ترڻ جي عادت پئجي وئي ته پوءِ پيو ترندو. جي هن کي اوهين جنگ جي ميدان ۾ لاهيندا ۽ هو انهي ميدان ۾ لهڻ

جو عادي ٿي ويو تہ ڪونہ ٺهندو. ڪنهن شئي جي پنيان شڪار ۾ ڏيو. هڪڙي دفعا، ٻہ دفعا، ٽي دفعا پوءِ پاڻهي انهي پنيان ڪاهي پوندو. جيڪو هلڪي رسي جي لوڏي تي نچندو بيٺو آهي. اهو جي بگڙيو تہ خفتي چون ٿا ڪنهن کي ٻہ ويجهو اچڻ ڪونہ ڏيندو. هي پنج واتي بلا آهي. چار پير ۽ پنجون وات. چئني پيرن ۾ وات سان وڙهندو آهي. ڪاڪو سڄڻ چانڊيو جڏهن رهيو ۽ ڪٽ تي ڪريو، تڏهن بہ چوندو هو منهنجي ڪٽ گهوڙي جي پاسي ۾ رکو تہ هن جي ڏاڻ جو آواز ٻڌان تہ ننڊ اچي نہ تہ ننڊ نٿي اچي. خفتين جا وري گهوڙن ۽ گهوڙين تي عجيب نالا هوندا آهن ۽ هو انهن نالن سان ملڪان ملڪ مشهو هوندا آهن. جيئن چانڊين جي "ڪبوتر گهوڙي" جنهن ٻاڊر تان ٻانهن ڪنئي هئي. شهبيگ جو اپالو گهوڙو، محمد يوسف جو طوفان گهوڙو. بس اهو ئي آهي گهوڙن جو خفت، ڪاڪي فضل چانڊيي جهڙن جي تہ عمر انهي خفت ۾ وئي.

***

# اٺن جا سوار

جيئن اٺ ٻي پتي ذات آهي، ايئن وري سوار ٻـ ٻي پتو ٽئي ٽو. جي سوار پنهنجي تي اچي تہ اهڙو ناهي ڇڏي جو هڪ ساهي ۾ رات پيٽ ۾ هڪ ساهي ۾ رڻ اڪاري، جي سوار جي ڪل ٽڙي ۽ ڏٽي سان ورچي پئي تہ هڪڙي سراڙي ۾ هٽي اُٺ کي اهڙو ڦٽائي ڇڏي جو وري کهڙو ٻـ سوار هجي، اٺ کي ناهي ڪونہ سگهي. ڀلي ڪيترا هيلا ٻهانا ڪري پر جي نهيل اُٺ ڦٽو تہ ٽڪو لهي هڪڙو. سوار تہ سوار آهي اهو تہ اٺ جي پير جي وڄت مان ئي صحيح ڪري وٺندو تہ اٺ چوٽ ۾ پيو وڃي يا من ۾ آهي يا سراڙي ۾، بس سوار پير جو آواز ٻڌي صحيح ڪري ويندو تہ اُٺ ڦلاٽي هلٽي ۾ پيو هلي. ڀلا جي اُٺ کي سوار سختي ڏيندو، تہ ايئن ڪندو جو هن کي هڪ ساهي ۾ وڏي ۾ وڏي منزل هڪليندو، بس ساهي ڪونہ ڏيندو، سانجهڙ جو زيپٽ هوندو. ڪٽي

جهٽ ساهي پٽائي حرام جي ويساهي ڏي. بس سوار جو سانپڙ جي زيپڻ سان گڏ هڪڙو ترهي وارو پٽڪو پيو لڏندو، اهو سوار جو ماهه مرڪ آهي. سوار ڪڏهن به اگهاڙي مٿي اُٺ تي سواري ڪونه ڪندو. جي پلا هوندو سوارته پوءِ ٽوپي به ڪونه پائيندو. اُٺ تي چڙهڻ کان پهرين پٽڪو ضرور ٻڌندو. بس ٻئي ٽنگون پيون لڏنديون، اڙي هٽندو ويندو. تيلو اُٺ سوار جو پسنديده اٺ آهي. جي سوار کي تيلي رنگ جو اُٺ ملي وڃي ته ٻيو ڇا کپيس. اُٺ جي پنهنجي چرڪي آهي. گهوڙي جي وري پنهنجي چرڪي آهي. اُٺ کي سوار مهار تي نچائيندو ته نچندو بيٺو. سوار جو هٿيار مهار آهي، اُٺ جي هڪڙي مهار ٺاهڻ جي ته ٻي وري ڦٽائڻ جي آهي. جي اُٺ ساڄي مهار تي ٺهيل آهي انهي کي ڦٽائٽو آهي ته رڳو کاٻي هٿ جي مهار کي جهٻيون ٻه چار ڏي. پاڻهين ٺهيل اُٺ ڦٽي ويندو. ٻن سالن جي محنت پاڻي ۾ رڳو جهٻي سان سڄا انگ وساري ڇڏيندو. ساڄي هٿ جي مهار ڪيڏني ته اُٺ ڦٽو، بس اهو سوار تڏهن ڪندا آهن جڏهن هنن کي پنهنجي مزدوري صحيح ناهي ملندي ته يا اُٺ جي ڏٺي سان ڪنهن ڳالهه تي اٽبٽت ٿيندي آهي. هونئن ته هر سوار جي پنهنجي مهار آهي ڪنهن جي ساڄي ڪنهن جي کاٻي، پر ڪي ڪي سوار وري اُٺ کي جهٻگيندا آهن، ٻئي مهارون پيون هلنديون آهن. بس اهي وک کان وٺي ڇيڙي تائين جهٻگيندا ويندا آهن. ڪي ساڄي هٿ جي اشاري تي وڃي ڇيڙو ڪندا آهن، ته ڪي کاٻي هٿ تي وڃي ڇيڙو ڪندا آهن. بس سوار جي پلا ڪو ٻيو اٺ تي ويٺو ته اٺ کي اوڏي مهل مهار ڏيندو ته هو کهڙي مهار تي ٺهيل آهي. اهو صرف سوار ئي صحيح ڪري سگهي ٿو، تو مون جهڙو ڪو اٺ تي ويٺو ته ٺهيل اٺ خراب ڪري ڏيندو. جيئن تيلو اٺ سوار جو پسنديده اُٺ آهي، ايئن وري تورو اٺ ڪنهن ڪم جو ناهي. اٺ نديڙو هوندو تڏهن کان سوار هن تي ڪم شروع ڪندو، چوڳو ٿيو ته ڪنهن ڪم جو ناهي. هڏ پڪا ڪري ويندو. هن تي کهڙو به ڪاريگر سوار محنت ڪري تڏهن به گهٽي ۾ گهٽو هلندو من ۽ وک بس ٻيو ٿيو خير. مٿي سراڙو ڪٽي ويندو ته ڪونه ٺاهيندو.

جي اُٺ ڪڏندو تہ انهي کي ڊبل سيلهو هٽبو آهي. سوار اُٺ کي
ٿاهڻ ۾ ٻہ سال لڳائي ڇڏيندا آهن. اهو ايئن جو سوار اٺ کي
سياري جي ڇئن مهينن ۾ ئي ٿاهيندو، سياري ۾ چار مهينا ٿاهڻ
۾ لڳايائين تہ چار مهينا اڳئين سياري جا هوري ڇڏي ڏيندو. انهي
وچ ۾ اٺ کي هٿ بہ نہ ڏيندو. نہ وري انهي وچ ۾ ڏٽي انهي تي
ڪو بار ڪڻندو، نہ پاڻي جي پکال پريندو، نہ ڪانين جو لڏ ڪڻندو.
معنيٰ تہ اٺ کان ڪوبہ ڪم ڪونہ ونندو. اٺ پلو هوندو تہ هڪڙي
ساهي ۾ ٽيهہ ڪلوميٽر جو پنڌ ڪڍي ويندو. جيڪو اٺ ڦيڻ
ڪڍندو ويندو اهو ٿڪبو قطعي ڪونہ، ڦيڻ معنيٰ رڙندو ويندو ۽
وات مان گگ ڪڍندو ويندو. جڙي اُٺ کي جهلي هن جا گوڏا ٻڌي
سيلها هٽبا آهن، سڀ کان پهرئين جڙي اٺ جي مهار پنيان ويهي
ڪوتل جهلبي، چار کان پنج ميل ڪوتل جهلي هلائبو پوءِ ڪوتل
ڇڏائبي. انهي ڪانپوءِ آهستي آهستي پنيان وڪ ۾ شروع ڪبو.
مهينو وڪ پڪي ڪرائبي، پوءِ جڏهن ڏسبو تہ هاڻ وڪ پڪي
ڪري ويو آهي تہ پوءِ تيز ڏئي قدم من ۾ هٽٹو پوندو. اهي سڀ
هلٽين جا نالا آهن. وڪ ۾ سوار کي لوڏو ڪو نہ ايندو، پلي مهنجا
راٽا ڪير جي چئونري تري تي رکي ڪٽي پيو وڃ. ٽي مهينا من يا
قدم پڪا ڪرائبا، چٽا وارا چار مهينن کان اٺ کي ڪٽائبا.
سيڪاربو سياري ۾ انهي ڪري آهي جو اونهاري ۾ اٺ ٻہ وارا ٻہ
ڪونہ ڪٽي سگهندو. سوار اُٺ کي تيار ڪندا آهن تہ روز ٻہ ڪلو
ٻاجهر رڌي ڪارائيندا آهن. اڌ پاءُ ڦٽڪي، اڌ ڪلو گُڙ روز ڪارائيندا
آهن، صبح جو پنج بجي ڪانپوءِ گوار جي ڪٽي بہ ڪارائبي. بس
چار پنج ميل جا ور ڏئي اُٺ کي ڇڏي ڏبو. بس جيڪو اٺ ٿهڻ لاءِ
سوار وٽ هوندو آهي، انهي تي باقي سڀ ڪم معاف هوندا آهن.

پاڻيانو اُٺ لٺ تہ ٿهيو ڪپڙو بہ ڪونہ سهندو. اهو تہ ٿهيو
چڙهي وينين تہ ڪپڙو ٿاهڻ بہ ڪونہ ڏيندو، بس واءُ مينهن ڪندو
ويندو. ٽڏو اٺ لٺ جي پري پيو مار، حرام جي وڪ بہ ڪٽي.
پاڻياڻ اٺ هلندي هلندي ويهي رهندا آهن، ڪوٺا ٽيندا آهن. انهي
کي بہ ڏڪ ڪونہ هٽبو، بس رڳو انهي جون اکيون ٻڌي ڇڏبيون،
ڏتاري اٺاربو ۽ آهستي آهستي روان ڪبو. ميلي لاءِ ٿهيل اٺ

ٻاهين وٺيو اچي ته واهه واهه، ٻلي ٻلي ٿي ويندي پر جي وچ وٺي آيو ته پوءِ ناڪام آهي. گهمايل ڀلو اُٺ چار لک رپيا ڪندو آهي. سوار وڪ ڪونه سنڀاليندو من سنڀاليندو آهي. سوار ته وڪ پرينندا به آهن ته ڪيترا پيري وڪ آهي. وڌ ۾ وڌ اُٺ جي وڪ ٻاويهه ڪان ٽيويهه پير وڪ هوندي آهي. ويهه پيرن ڪان گهٽ وڪ ڪم جي ناهي. اٺ کي پس ڏيڻو آهي پوءِ ميل تي ڏي يا ڏيڍ تي، پر ايتري تي پس ويساهين ضرور ڏي. ڪي اُٺ وري اهڙا به هوندا آهن، جن جا سيلا گرم ٿي ويندا آهن وري مهار انهي مان ڪڍي نئون سيلو هڻي انهي ۾ مهار وجهبي.

پاڙ واري ملڪ ٿر ۾ هڪڙي اٺ ٺاهڻ واري سوار کي ڏهه هزار روڪڙا ۽ هڪڙي سُئا ٻڪري مزدوري ۾ ڏيندا آهن، باقي ميلي جي گهور سوار جي. جي سوار هوشيار هوندو ته انهي جو گهمايل اُٺ کهڙو به سوار هجي گهمائي سگهي ٿو، باقي اڻري سوار جو گهمايل اُٺ هرڪوئي سوار نٿو گهمائي سگهي. جي ٻيو سوار چڙهيو ته ساڳيا انگ ڪونه ڏيندو. اُٺ پرجي ٽڪجي پوندو ته واڻ ڇڏي ڏيندو، انهي جي اڪين تي پٽي ٻڌي عادت ڇڏائبي. ڪڏهن ڪڏهن ڪاري انڌاري رات ۾ به سوار اُٺ تي محنت ڪندو آهي. اٺ لاءِ سختي منزل آهي. جي سوار اُٺ کي پانئيندو آهي ته ٽي ٽي ڏينهن ڪانپوءِ پاءُ گيهه يا ترن جو تيل ڏيندو آهي. ميلي ڪان اڳ ۾ سيلها نوان هڻندا آهن، پراڻي سيلهي تي ٻلي ٻار اُٺ تي چڙهيو وينو هجي اٺ انگ ڪونه ڇڏيندو. هرڻ اُٺ کي ڏسي ڪونه پڄندو. اٺ چون ٿا ته جن غيبات جو ٻاڙي آهي. سيڙهه ڪڍي بيهي رهندو. چون ٿا اُٺ ٻي پٽي ذات آهي انهي ڇان ڪا وفا ڪونه ٿيندي. جيڪو اُٺ ڏينهن جو ناهي هلندو انهي کي رات جو ٺاهيندا آهن، ڪجهه هلڻ جهڙو ٿيندو آهي. پوءِ وري ڏينهن تي وٺي ايندا آهن سوار اُٺ کي گهمائڻ لاءِ خاص پٽي رستو ٺاهيندا آهن، انهي تي ئي اُٺ کي هلڻ سيکاريندا آهن. گهمايل اٺ کي ڇاهوڙ مهار وجهندا آهن، جنهن ۾ ڇهه سرون هونديون آهن، اهي سخت هونديون آهن، انهن ۾ چار اگر گوتو به هوندو آهي. گوتي ۾ وري ٻگسو به اگر جو هوندو آهي، جيئن

مهار ڳري تئي، اُٺ لڏي هلي. پلو اُٺ اهو جنهن جو ڪنڌ مٿي هجي، پويون حصو هيٺ هٽي هلي ۽ اڳيون حصو جسم جو مٿي هجيس. جيڪو اٺ ڪڏندو آهي، انهي ڪي مهار جي سهاري سان ڌڪو ڏيندا آهن، جيئن ڪڏڻ ڇڏي وڃي. هڪ ٻن ڌڪن ڪانپوءِ ڪڏڻ ڇڏي ويندو. نہ مڃيندڙ ڪي ڦڻڪي ۽ ڳڙ ڪونہ ڏبو، وڏي منزل هٽائبي ڪڏڻ ڇڏي ويندو. بس منهنجا سائين سوار ۽ اٺن جون کهڙيون ڳالهيون ڪجن، انهن جو تہ ڇيهہ آهي ئي ڪونہ. پاڻ واري ٽر ۾ اجا ايترا رودڙ ڪونہ ٺهيا آهن. سو گهٽي ٽٽي سواري آهي ئي اُٺن جي، سو اجا سوارن ۽ اُٺن جو پاڻ واري ٽر ۾ مانُ آهي.

***

## ڊيني ۽ بينن جو سنڌ ۾ ڳوٺ

ڊيني تہ بينن جي ڌيءُ هئي. بينن تہ پنهنجي انهي ڌيءُ
جي پٺيان انهي فارم جو نالو ڊيني سر فارم رکيو هو، جيڪو
نبي سر ٽيشن سان لڳو لڳ ڏهاڪو ڪلوميٽر اوڀر طرف نبي سر
ٿر واري روڊ تي آهي. هون تہ ڊيني ۽ بينن جو اصل وطن برطانيہ
هو، پر هتي اوڪاڙه پنجاب ۾ رنالا خرد اسٽيٽ هو. جتان مڇل
فروٽ جون ٽافيون اچن ٿيون. هتي برٽش گورنمنٽ بينن کي
فضل پنيري ڪان وٺي ويندي رسول آباد، ٽالهي، نبي سر تائين
نوانوي سالن لاءِ ليز تي ڏني هئي. 1915ع ۾ اها زمين بينن کي
ملي. جنهن وقت اها زمين هن کي ليز تي ملي هئي، تڏهن هتي
ڪوبہ زرعي نظام ڪونہ هو، رڳو گھاٽا ٻيلا هئا. چون ٿا ڏڳي
گاڏين ۾ نانگ چڙهي ويندا هئا. هي جيڪا گھٽي آبادي پنجابين
جي نبي سر ۽ ٽالهي جي آس پاس ڏسو ٿا يا جيڪي هتي سک
رهندا هئا، اهي سڀ وٺي اچڻ وارو بينن ئي هو. هي اتان غلام

محمد کي وٺي آيو، جنهن کي پوءِ خانصاحب جو لقب بہ مليو. جيڪو هتي هنن جي اها، ڏيني سر فارم واري ويهہ هزار ايڪڙ واري اسٽيٽ کي سنڀاليندو هو. شير احمد ۽ چوڌري انعام جو والد صاحب چوڌري برڪت الله انهي اسٽيٽ جا اسسٽنٽ مئنيجر هئا. ايئن هتي پنجابين جي آبادڪاري ڪئي وئي، باقائده ڏيني سر فارم تي انهن پنجابين جون ڪالونيون انهي دور ۾ ٺاهيون ويون جڏهن هو هتي آيا هئا. تڏهن اجان نبي سر واري ريل بہ ڪونہ هلندي هئي، اها تہ پوءِ هنن جي ئي ڪري 1925ع ۾ هلڻ شروع ٿي. انهي کان اڳ ۾ اهي جهڏي مان أٺن ۽ گهوڙن تي ڏيني سر ايندا هئا. اهي انگريز گهوڙو ٿورو پوڙهو ٿيندو هو تہ انهي کي گولي هڻي ماري ڇڏيندا هئا، جيڪو گهوڙو پنڌ ڪرڻ جهڙو نہ هوندو هو، اهو جهڙوڪر ويو بندوق جي گولي جي منهن ۾. پوءِ جڏهن نبي سر واري ريل پٽڙي وڇائي تہ هنن جهڏي مان گهوڙن ۽ أٺن تي اچڻ ڇڏيو، ريل مان اچي نبي سر تي لهندا هئا. انهي زماني ۾ هن تر جي ماڻهن مان صرف بينن ۽ خانصاحب غلام محمد بہ اهڙا ماڻهو هئا، جن وٽ چڙهي لاءِ ڪار هئي، پر اها صرف نبي سر کان ڏيني سر تائين ايندي ويندي هئي. انهي ڪري جو انهي زماني ۾ ڪو روڊ يا رستو تہ هو ڪونہ گاڏين لاءِ، صرف أٺن ۽ گهوڙن لاءِ واٽون هونديون هيون. پوءِ هنن نبي سر کان ڏيني سر تائين بنّي وارين سرن جي جو چوري جو روڊ ٺاهيو، انهي سان لڳو لڳ ڏڳي گاڏين لاءِ بہ رستو ٺاهيو. انهي جي ٻنهي پاسن کان واٽر ٺهرايا، جن جي پاڻي مان انهي روڊ ۽ رستي تي روز صبح جو ڇٽڪار ٿيندي هئي. هنن انهي زماني ۾ اتي ئي سرن جو بٺو لڳايو، جنهن مان پنجابين لاءِ انهن ڏينهن ۾ ڏيني سر ۾ پڪيون ڪالونيون ٺهيون ۽ بيس بہ هڪجهڙا بنگلا پنهنجي لاءِ ٺهرايا. چون ٿا اهڙا ئي هوبهو بنگلا هنن جا اوڪاڙا ۾ رنالا واري اسٽيٽ ۾ بہ آهن. پر اها رنالا اسٽيٽ هينئر آرمي وٽ آهيءَ هي چوڌرين وٽ آهي، 1919ع ۾ اتي اسڪول بہ ٺهيو، جنهن ۾ پنجابين جا ٻار پڙهندا هئا، پر هينئر تازو ئي اهو اسڪول موجوده ڏٽين چوڌري بابو انور وارن ڊهرائي ڇڏيو.

انهن چوڌرين بينن جو ٺهرايل هڪڙو بنگلو تہ انهن ڏينهن ۾ ئي ڍهرايو، جڏهن پٺي صاحب اسٽيٽون ٽوڙيون پئي، هنن اهو انهي ڍپ کان ڍهرايو تہ ڪٿي پٺو هنن جي اسٽيٽ نہ ٽوڙي، پر هن جي اسٽيٽ انهي بنگلي ٽنڻ جي ڪري نہ پر انهي ڪري بچي وئي جو سيني پائرن جا شيئر هئا. خير اهو بنگلو تہ ٽٽي ويو، پر اجان هڪڙو بنگلو بچيل آهي. اهو بنگلو جيڪڏهن ڪير اڄ ڏسندو، تڏهن بہ اهڙو لڳندو جهڙو تازو ٺهيل هجي. انهن ڏينهن ۾ بہ ڪاري تيل تي جرنيٽر هلندو هو. اهو رات جو ٻارنهن بجي تائين مقرر هو، جيڪو مستري سلطان هلائيندو هو. انهي بنگلي جي اڳيان پارڪ آهي، جنهن ۾ ويهڻ سان اوهان اڄ بہ اهو محسوس ڪندا تہ اوهان سنڌ ۾ سانوري شاخ جي پوڇڙي واري ڳوٺ ۾ نہ پر ڪنهن سڌريل ملڪ جي سڌريل شهر جي ڪنهن بنگلي ۾ ويٺا آهيو. هر قسم جا وڻ اوهانکي اتي ملندا. ڊيني سر جا موجوده رهاڪو اجان تائين مينڊي شهر مان ناهن وٺندا. هتي مينڊي جا جام وڻ آهن. چڪُن جو باغ، انبن جو باغ، ليمن جو باغ، نر ڪجين جا وڻ، گدامڙي، هر وڻ آهي. انهي ئي بنگلي جي بلڪل پنيان پاڻي جو فلٽر پلانٽ لڳل آهي، انهن ڏينهن ۾ هو پاڻي فلٽر ٿيل پيئندا هئا. انهي فلٽر پلانٽ جا ٽي حصا آهن، جيڪي ٽي تلاءِ آهن. هيٺ آڏيون، مٿان ابتيون سرون رکي، مٿان ڏيڍ فٽ جيترا ڪانين وارا ڪوئلا پري انهي مٿان وري ڏيڍ فٽ سنهي صاف واري وجهي، مٿان پاڻي وجهندا هئا. اهو پاڻي اتان سيمو ڪري واري، ڪوئلن ۽ سرن مان فلٽر ٿي گذرندو هو. اهو پلانٽ اجان بہ نبي سر جي ڪافي پنجابين جي گهرن ۾ لڳل آهي، چوڌري طارق وٽ اجان گهر ۾ لڳل آهي. انهي بنگلي سان لڳو لڳ ٽينس کيڏڻ لاءِ ميدان ٺاهيو آهي. جنهن ۾ رڳو انگريز ٽينس راند ڪندا هئا. هنن نہ رڳو مسجد ٺهرائي هئي، پر انهي مسجد لاءِ اٺ ايڪڙ زمين بہ مخصوص ڪئي هئي، جنهن جي ڪمائي مسجد کي ويندي هئي، جيڪا اجان تائين مسجد کي ئي وڃي ٿي. مهمان خانا وغيره هر شئي هئي. هتي هو هتان جون رانديون بہ ڪرائيندا هئا. ڍڳن جي ڊوڙ، گهوڙن جي ڊوڙ، ملاکڙو وغيره. چون ٿا بينن

پاڻ رسي چڪڻ واري راند کيڏندو هو. انهي بنگلي ۾ هڪڙو چيئن تي پڪو هو جيڪو اجا آهي. هو جتي ويهندا هئا، چيئن جي مدد سان پکي کي اوڏانهن چڪيندا هئا، پکو اتي اچي پهچندو هو. بنگلي جي دروازي تي پليٽ لڳل هئي، جتي گهر ۾ داخل ٿيڻ مهل جتي صاف ڪري سگهبي هئي. ٻاهرين ڇپر جي مٿان ڇٽيون لڳل هونديون هيون، جنهن هيٺ هو وسندي برسات ۾ ويهندا هئا. انگريز شڪار به ڪندا هئا. انهن ڦٽي جو ڪارخانو به انهي اسٽيٽ جي ڪري نبي سر ۾ ٺهرايو، جيڪو هاڻ ڪجهه عرصو ٿيو جو ناهي رهيو. هن اسٽيٽ ۾ انڊيا جي ضلعي مٿرا جا ماڻهو به ڪم ڪندا هئا. پنگي، لوهار، ڪاسائي هر ضرورت واري ذات هنن لڏائي اچي هتي ويهاري هئي. اسٽيٽ جي اندر سڌا ۽ ساريڪا رودِ هئا، جنهن تي پنگي ٻهارو ڏيندا هئا. مالٽي جا وڻ جام هئا. انهي اسٽيٽ جو هڪڙو باقائده زرعي نظام هو، ڦٽي ۽ مرچ کان سواءِ هر فصل جو حصو ڪري تي ملندو هو، جيڪو اجان به ملي ٿو. باقي ڦٽي ۽ مرچ جو وهنوار اوڏي مهل ملندو هو. هر شئي جو مڪمل نظام ۽ سسٽم هو، انهي سان اسٽيٽ هلندي هئي. ويهه هزار ايڪڙ زمين ئي هنن آباد ڪئي، هنن جهنگل ۾ منگل ناهي ڇڏيو. هو لوڪل مال وارو پاڻ استعمال ڪندا هئا. 1947ع ۾ انگريز ليز تي مليل اها زمين وڪرو ڪري ويا، جيڪو جتي ويٺو هو، انهي کي اتي زمين ڏنائون. تڏهن زمين ٽيهه کان چاليهه رپيا ايڪڙ هئي. نبي سر وارو ڦٽي جو ڪارخانو خانصاحب غلام محمد کي ڏيئي ويا. انهي ويهه هزار ايڪڙ زمين مان هزار ايڪڙ بودر فارم تي رهندڙ غلام حسين کي ملي. اسٽيٽ ٽٽي ايڪڙ ايڪڙ ٿي وئي، انهي تر ۾ اڄ به گهڻي زمينداري پنجابين جي آهي. هاڻ اهو ئي جهنگل مان سرسبز ٿيل علائقو وري پاڻي جي کوٽ ۽ چوري جي ڪري ديوين جي جهنگ ۾ تبديل ٿي ويو آهي. انهي ئي علائقي جي مال کي گدڙ ڏينهن جو ماري ٿا وڃن. چوڌري کي هزار ايڪڙ مليل زمين مان صرف ٻه سئو ايڪڙ مس آباد ٿئي ٿي. ڊاڪٽر لڇمڻ جهڙا ڏيني سر جا رهاڪو ته اهو ٿا چون ته هي جيڪو ڏيني سر آهي. انهي جي پنجين پتي به ناهي رهيو،

جيڪو رڳو ويهه سال اڳ ۾ هو. سڄي اسٽيٽ جي پنن تي وڏا وڏا وڻ هئا، جيڪي وڍجي ويا. ڏيني ۽ بينن جو سنڌ ۾ ڳوٺ ۽ اسٽيٽ ويران آهن، بس بينن جي بنگلي جي چوڌاري سوين مور ۽ ڏيلون ڪوڪي رهيون آهن. ڪٿي انهن مورن ۽ ڏيلن ۾ بينن ۽ ڏيني جو روح ته ڪونهي. هاڻ ٻاويهه سالن جي ڏيني جي اسٽڪ جو آواز ڪير به نٿو ٻڌي. هن ڳوٺ ۾ ڪو به گهوڙو پوڙهو نٿو ٿئي ۽ نه ئي ڪير پوڙهي گهوڙي کي گولي ٿو هڻي، ڇو جو گهوڙا هاڻ آهن ئي ڪونه هن ڳوٺ ۾. نبي سر کان اينڊڙ روڊ ته رڳو نالي جو روڊ آهي، جتان موٽر سائيڪل به هلائڻ مسئلو آهي، ديوين رستو ڍڪي ڇڏيو آهي. اڳوڻي مالهي جو مال چاريندڙ پٽ اهو بينن جو نهرايل روڊ انهي روڊ ۾ ڳولي رهيو آهي ۽ چئي پيو: "سائين ڪيا ٿا، بس ڏيني ٿي، بينن صاحب ٿي، مالٹون کي بڙي بڙي باغ ٿي اور ڪيا هم مترا سي آئي ٿي. اڙي سائين مروائو گي تو نهين، سب ڪجهه برباد هو گيا." هاڻ هن جي اها ذهني حالت به ناهي رهي. هي اهي اکيون آهن جن ڏيني سر جو اوج به ڏٺو ته زوال به، ڏيني به ڏٺي ته بينن به. ڏيني سر جي اسي سيڪڙو آبادي لڏي نبي سر اچي وئي آهي، باقي نبي سر اڇٽلاءِ سنيريل آهن، ايئن نه ٿئي جو اهو بنگلو اڪيلو رهجي وڃي.

***

## اومومَل مسافر

انيا اسي واري اليڪشن ۾ ڪامريڊ اومي مل ڊاڪٽر ڪٽومل جي ايم پي واري ٽڪيٽ بيگم نصرت ڀُٽي کان ضد ڪري ورتي. هتي نہ تہ انهي ٽڪيٽ جي مخالفت پي ڪي شاهاڻي کان وٺي گهڻن اقليتي ميمبرن ڪئي هئي. چون ٿا تڏهن ڪامريڊ اومي مل کي ايم اين اي جي ٽڪيٽ پنهنجي نالي سان پي ڪي شاهاڻي ڏئي چڪو هو. هنن صرف ڪٽو کي ٽڪيٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيو هو. تڏهن ڪامريڊ اومون مل مَخدوم طالب مولا وٽ نہ صرف شڪايت ڪٽي ويو، پر هو محترمہ بينظير وٽ مخدوم صاحب کي گڏ وٺي ويو. پر انهي جي باوجود محترمہ ڪٽو مل کي ٽڪيٽ ڏيڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيوتہ: ڪامريڊ اومي کي ٽڪيٽ ڏيو. پر ڪٽو مل کي نہ ڏيو. پوءِ ڪامريڊ اومو نصرت ڀٽي سان وڃي مليو ۽ چيائين: ”ڇا هن پارٽي ۾ مونکي

هڪڙي ٽڪيٽ جي بہ اميد ناهي" چو ڻا تہ انهي تي نصرت ڀٽي، محترمہ بي نظير کي فون ڪيو تہ سنڌ ۾ اقليتن جون بہ ٽڪيٽون؛ هڪڙي قومي ۽ هڪڙي صوبائي جي مونکي ڏيو، باقي سڄي سنڌ ۾ اوهانجي مرضي آهي. انهي تي محترمہ مجبور ٿي ايم پي اي جي ٽڪيٽ کٽو مل کي ڏني ۽ قومي جي ٽڪيٽ هو اڳ ۾ ئي ڪامريڊ اومي مل کي ڏئي چڪي هئي. نہ تہ انهي کان اڳ ۾ ڊاڪٽر کٽومل جيوڻ صاحب ليٰاري ۾ ڊاڪٽري ڪندو هو. انهي ئي اتيا اسي واري اليڪشن ۾ کٽومل ايم پي اي جي سيٽ تي ڪامياب ٿيو ۽ ڪامريڊ اومون مل چار سؤ ووٽن تان هارائي ويو. انهي ئي ڪامريڊ اومي مل کي 79 واري اليڪشن ۾ ايم پي اي جي پ پ پ پاران ٽڪيٽ ملي هئي، پر ضياءَ اليڪشن ڪينسل ڪري ڇڏي. اها انهي دور جي پيپلز پارٽي هئي، جنهن ۾ گوٺن مان هڪڙي مال جون ڪلون وٺي وڪڻندڙ اڇوت قبيلي جي مينگهواڙ جي ايڏي حيثيت هئي.

هاڻ تہ ٿر جو مينگهواڙ قبيلو، ٿر ۾ باقي سيني قبيلن کان گهڻ پڙهيو ۽ سياسي شعور رکندڙ قبيلو آهي، پر ٽي چار ڏهاڪا اڳ ۾ هو مال جي کلن کي رڱڻ ۽ انهن کلن مان موچڪيون جتيون ناهڻ جو ڪم ڪندڙ اڇوت قبيلو سمجهبو هو، جنهن جا ٿانءُ بہ الڳ پيل هوندا هئا. هي بہ موچڪي جتي پائيندو هو ۽ انهي مال جي کلن جو ڪاروبار ڪندڙ هو. 20 جون 1968 پ پ پ جي ميمبر ٿيندڙ اومي مل، انهي ميمبر شپ سرٽيفڪيٽ ۾ هن، پنهنجو ڪاروبار بہ اهو ئي کلن جو واپار ڏيکاريو آهي. انهي ئي اڇوت اومي مل مينگهواڙ کي ذوالفقار علي ڀٽي، پير غلام رسول شاهہ ميرپور واري جي پٽ پير آفتاب حسين شاهہ جيلاني جي شادي واري يت ۾ چني ۾ بيٺل ڏسي، سڏ ڪري پاڻ سان گڏ ماني ڪارائي هئي ۽ انهي ئي شهر ميرپور خاص ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي جلسي ۾ جن چار پنج ماڻهن تقريرون ڪيون هيون، انهن تقريرون ڪندڙن ۾ گوٺن مان ڪلون وٺي وڪڻندڙ هي اڇوت ڪامريڊ اومون مل بہ هو. انهي ئي ڪامريڊ اومي مل کي ذوالفقار علي ڀٽي سائيڪل تحفي طور موڪلي

هئي. انهي سائيڪل سان گڏ خط لکيو هو، جنهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو لکي ٿو: ” اوهان جيڪي پنهنجي ذات لاءِ خدمتون ڪيون آهن، انهي جي صلي ۾ آئون بطور چئرمين پيپلز پارٽي، اوهانکي سائيڪل جو تحفو موڪليان ٿو. مونکي اميد آهي ته اوهان سواري جي انهي سهولت سبب پنهنجي ذات جي وڏيڪ خدمت ڪري سگهندا.“ اها ڳالهه ته هُئين گهڻي مشهور آهي ته لاهور جي ڪنهن جلسي ۾ ذوالفقار علي ڀٽي هجوم مان ڪامريڊ اومي مل کي سڏ ڪري اسٽيج تي ويهاريو هو. چون ٿا جڏهن سانگهڙ واري پ پ پ جي جلسي ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي گاڏي تي گولي هلي هئي، انهي گاڏي ۾ ڪامريڊ اومون مل به ذوالفقار ڀٽي سان گڏ هو. ڪامريڊ اومي مل جي سچائي ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي کي پانڻ جا ڪيترا ئي واقعا آهن، جيڪي صرف هاڻ هن جي خاندان ۽ سندس ويجهن دوستن جون يادگيريون ٿي رهجي ويا آهن. جڏهن ذوالفقار ڀٽو وزير اعظم ٿيو ته ڪامريڊ اومي کي ڪراچي گهرايائين. تڏهن جيئن ئي هي پنهنجي ڳوٺ فضل چوپاڻ واري ڀٽ لٿو ته ڳوٺ ۾ موجود اڪيلي کوهه تي ڪجهه مسلمان عورتن هن جي مينگهواڙ قبيلي جي عورتن کي نفرت مان چيو: ”ڊيڊٿين گهڙا پرها ڪرو.“ پوءِ هو جڏهن ذوالفقار ڀٽي سان مليو ته ذوالفقار سان ٿيل اڪيلائي ۾ ڪچهري دوران وقت جي وزير اعظم هن کي چيو: ”ڪامريڊ گُهر جيڪو ڪپي.“ هن ذوالفقار ڀٽي کان گهريو ته گهريو به ڇا؟ هن چيو: ”سائين پيئڻ جو پاڻي ناهي کوهه ڏيو.“ انهي گُهر ۾ هڪڙي ٽرئي جي صدين جي پياس سمايل هئي. ذوالفقار ڀٽي چيو ڪامريڊ تون پهچندي ئي کونه ته پاڻي جو مسئلو حل هوندو. جڏهن ڀٽي صاحب سان ميٽنگ ڪري ٻاهر نڪتو ته گڏ ويل وڏيرن چيو ڪامريڊ ڀٽي کان ڇا گُهريئي؛ ڪجهه ورتئي يا نه. ٻڌايئن ها سائين پاڻي لاءِ کوهه ورتو آهي. پوءِ اهو کوهه کوٽجي ويو. هاڻ ته اهو ذوالفقار ڀٽي جو ڏنل کوهه به پورجي ويو آهي. پر انهي کوهه مان پاڻي ٻاهر ڪڍڻ لاءِ جديد مشين به ڀٽي صاحب موڪلي ڏني. ٿيو ڇا جو ڪامريڊ سڏائيندو ئي مسافر هو، جيڏي محل مشين

آئي تہ مسافر گهر ۾ هو ڪونہ. انهن ماڻهن پڇيو ڪامريڊ جو ڪوهہ ڪهڙو آهي؟ انهي تي جنهن ڪوهہ تي طعنو مليو هو ڇيائون اِهو آهي. پوءِ اها مشين وري بہ مسلمانن واري ڪوهہ تي لڳيون. پنو صاحب وچي تختئہ دار تي چڙهيو. ممتاز پنّي فرنٽ ناهي پلين واري ڊيبي ۾ آيو تہ هن ڪامريڊ اومي کي سڏايو. ڪامريڊ ممتاز پنّي سان مليو، ڪامريڊ کي ممتاز پنّي پنهنجي پارٽي ۾ اچڻ جي آڇ ڪئي، انهي تي ڪامريڊ چيو واسطو اوهان سان آهي باقي پاڻ سياسي مسافر پنّي جي واٽ جا آهيون. ايئن ئي هن مسافر کي ڪراچي جي روڊن تي هلندي، هڪڙي دفعي ڄام صادق علي ڏسي ورتو، گاڏي روڪي چيائين شام جو مونسان اچي مل. هي ويو ڪونہ پوءِ چون ٿا ڄام ڪامريڊ کي ٻڌرايو بہ صحيح. جيل ۾ وڃڻ جا تہ ڪئي واقعا آهن، سکر جيل ۾ 21 ڏينهن رهيو، ايم آر ڊي تحريڪ ۾ بہ جيل ۾ ويو. هن جو خاندان اڄ بہ اها ڳالهہ مڃي ٿو تہ ڪامريڊ کي پنّي تائين رسائڻ وارو پير غلام رسول شاهہ هو، جنهن ڇاڇري جي ڪوٺڙي جي ڏٺي لڇمڻ سنگهہ کي بہ ڇڏايو هو. ٿيو ايئن جو پير غلام رسول شاهہ اليڪشن ۾ بيٺو ۽ ورڪن لاءِ ڊوري ناري آيو. ڪير پير سان نہ مليو، اهو جماعت سڳوري جي عروج جو دور هو. ڪامريڊ اومي پاسي واري دڪان تان ڪرسي کڻي پٽ جي ڦٽل ريڊيا ناهڻ واري دڪان تي ويهاري ڇانهہ پياري. پير صاحب چيو ڪامريڊ ڪئين ٿيندو. چيائين سائين ڪجهہ ناهي اليڪشن پاڻ کٽينداسين. پوءِ چون ٿا ڪامريڊ 18 سؤ ووٽن تان اتان پ پ پ کي کٽرايو. جڏهن پير کٽي ويو تہ ڪامريڊ مبارڪ ڏيڻ لاءِ هار وٺي ويو، ٻين ماڻهن جڏهن پير کي هار پئي پارايا تہ پير چيو هار مونکي نہ ڪامريڊ اومي کي پارايو. اتان پير غلام رسول شاهہ سان واسطو ٿيو ۽ هن وري پنّي صاحب سان واسطي ۾ معرفت جو ڪردار ادا ڪيو. ايئن هن اومي مل مسافر جو سياسي سفر شروع ٿيو.

خير هاڻ تہ "مسافر" جي مسافري پوري ٿيڻ کي بہ لڳ ڀڳ اڍائي ڏهاڪا اچي پورا ٿيا آهن، پر انهي مسافر جي مسافري واري سفر جا پيرا اڄان انهن واٽن تي آهن. هاڻ هڪ تہ هن جا هم

سفر به وڃي ابدي آرامي ٿيا آهن ۽ انهي واٽ تي هاڻ هن جا پيرا سجاڻڻ وارو ڪو پارکو پيري رهيو ئي ڪونهي، جيڪو هن جي پيرن جا نشان سڃاڻي ابتا پيرا ڪڍي اچي فضل چوپاڻ واري ڳوٺ ۾، انهي پڳل ڇت واري اوطاق جي اڱڻ تي ڪڻائي، جتي انهي سفر جي سڀني مسافرن جا پير اچي ڪڻندا. پر ڪجهي ڇا جو نه همسفر رهيا آهن نه وري ڪي پارکو پيري رهيا آهن. هي انهي پيپلز پارٽي جي قافلي جو شروعاتي مسافر هو، جيڪو قافلو هاڻ ملڪي اقتدار جي اعليٰ مسند تان موٽ ڪائي اچي سنڌ تائين محدود ٿيو آهي. جي اهو ئي قافلو فضل چوپاڻ جي پٽ تي انهي ڇيٽي سان راڳيل اوٺي ۽ پڳل ڇت واري اوطاق ۾ ويهي ته هن کي انهن سڀني سوالن جا جواب جيڪو ملي ويندا. جيڪي جواب هو ٽڏن اي سي وارن ڪمرن ۾ ڳولي رهيا آهن ته هي قافلو ايئن محدود ڇو پيو ٿيندو وڃي، اڄ ڏينهن تائين پ پ پ هن جي خاندان کي ٽڪيٽون ۽ ٻيون مراعتون ته گهوريو، پر مڙي نهاريو به ناهي، سواءِ پيرآفتاب شاه جيلاني جي، جيڪو به هاڻ رڳو مرڻي ۽ پرڻي تي ڪڏهن اچي ٿو، ته ڪڏهن نٿو اچي. هڪڙي دفعي اومي جي پٽ هاٿي کان پير آفتاب بلدياتي وارو ڪائونسلر جو ووٽ گهرڻ آيو، انهي تي هاٿي پير کي ڇيو اوهان ڇو تڪليف ڪئي، ڇا ڪامريڊ اومي جو پٽ پير غلام رسول شاهه جي پٽ کي ووٽ ڪونه ڏيندو. هري رام ڪشوري هنن جي سار لهي ٿو، باقي اڄ به ڪامريڊ اومي جو پٽ ڊوروونارو ۾ ڦٽل ريڊيا ناهي ٿو ۽ ٻاءِ ڪلن جو واپار ڪري ٿو. جن کي هنن ناهيو انهن نانگن کي کير پيارياٺون، جن اٿندي ئي هنن کي ڏنگيو. هاڻ هنن کي بس اها اميد آهي ته سائين سردار علي شاهه هن تڪ مان چونڊاٺون آهي. جيڪو سنڌ جو سرت پريو ڏهن آهي، اهو انهي ڪهاڻي کان واقف به هوندو. انهي جي گاڏي انهي اوطاق تي ٿي سگهي ٿو ته اچي به وڃي ۽ اهو ڇيٽي سان راڳيل اوٺي تي ٿي سگهي ٿو ويهي به رهي.

***

## پارومل ڪولهي

هو تہ ھِي پارڪريو ڪولهي، پر پارڪرين جي بہ پرمار
نڪ مان هو. پارڪر ۾ هن جي پيڙهين جي پيرن جا نشان ڇٽيندا
ڳوٺ ۾ آهن. هن جو پيءُ پرڪو ڪاتر جي ڏڪ جو وڏو چيتو هو.
اڏندي پڪي ڪي بہ ٻولائي ڏڪ هٿندو هو، اهو ڏڪ هو پڃندڙ
صحيح ڪي بہ ٻولائي هٿندو هو. ڏسندي ئي چوندو هو هن ڪي
ڏڪ ڪٽي هٿان، پير ۾ ڪنڌ ۾، پوءِ اهو ڏڪ اتي ئي وڃي لڳندو
هو. ڏيڍ ايڪڙ تائين ڪاتر جو ڏڪ ڪونہ گسندو هو. هو بہ
پنهنجي پيءُ وانگر ڪاتر جو وڏو چيتو هو، اها ڪاتر آخر تائين
هن سان رهي پر جڏهن هن پارڪريي ڪولهي ڪي جنرل ضياءِ
جهڙو ماڻهو اسيمبلي ۾ ڏسندو هو تہ هن جي ڪلهي تي هٿ
رکي چوندو هو: ”پارو مل هم آپ ڪو اس لئي پسند ڪرتي هين
ڪي آپ هميشہ اپني ڪلچرل ڊريس ۾ هوتي هين.“ هو سدائين

ڏوتيءَ، ڦيڻٽي ۽ صدري ۾ هوندو هو ۽ اڪثر ڪري پن جي اڇي ڏاڳي واري ٻيڙي مٿ تي پيئندو هو. هڪڙي دفعي هي پنهنجي گهر واري ڪيسر ٻائي کي اسلام آباد وٺي ويو، انهن ڏينهن ۾ پي ٽي وي تي سڪان واري ڊرامي جي ڌوم متل هئي. ايئرپورٽ تي جيئن ئي ميڊيا وارن پارو مل سان گڏ ڪيسرٻائي کي، پنهنجي ڪلچرل ويس جهڙي، پڙي ۽ الهي ڪُلهي ٻانهين سان ڪلچرل زيورن ۾ ڏٺو ته ڪيميرا جي فليشن جا چمڪا ٿي ويا، هرڪو پيو چوي "سڪان آ گئي، سڪان آ گئي." پوءِ اها ڳالهه ڪيترا ئي ڏينهن اخبارن ۽ ٽي وي تي ايندي رهي. پارو مل پنهنجي ڪلچر کي ڪيش ڪرائڻ وارن مان ڪونه هو، هن کي پنهنجي ڪلچر سان پيار هو. هو نبي سر جي وچ شهر ۾ ڪولهين جي ڪلچرل راند ڏوڪي، جنهن کي ڏانڊيا راند چون ڪندو هو. ايئن اين اي هوندي به هر سال ڪانهوڙي جي ڏينهن تي هو سڄي شهر ۾ دهل تي اها ڏوڪي راند ڪندو هو، مرڻ کان هڪ سال اڳ به اها راند هن ڪئي هئي. نانگن واري ميلي ۾ ڪامريڊ غلام محمد لغاري جي ورسي ۽ ادبي ڪانفرنس ٿيندي هئي. اتي به هي ڏوڪي راند ڪري پوءِ ڪامريڊ غلام حيدر لغاري، عبدالواحد آريسر ۽ ٻين مقررن سان گڏ اسٽيج تي ويهندو هو. انهي ڏوڪي راند ۾ ٻن ٻن جون به جوڙيون هونديون آهن هڪڙو ڏانڊيو هڻندو آهي، ٻيو هن "جو بچاءَ ڪندو آهي، هي هڪڙي جنگي تربيت هئي. استاد پارو مل ڪولهي راڳ جو وڏو پارکو هو، اڄ به هن جي پٽن وٽ استاد پارومل جو باجو، بينجو ۽ پکواس پيل آهن. هن کي هر راڳ جي خبر هئي، ڪهڙو راڳ ڪهڙي ٽائيم ڳائجي اهو به سمجهندو هو. روز صبح جو اٿي پهرين ڳائڻ جي پريڪٽس ڪندو هو. ايستائين جو عام محفلن ۾ به نبي سر شهر ۾ ڳائيندو هو. استاد پارومل ڪولهي جو ڪتاب "پريم ساگر جا موتي" ڪلچر ۽ اصلوڪن رهاڪن ۽ ريتن رسمن تي ڪمال جو ڪتاب آهي، هن جو ڪتاب "لڪ لساٽيا لوڪ" اڻ ڇپيل رهجي ويو. هڪ ٻيو، ڪتاب به اڻڇپيل آهي.

هن پيءُ پرڪو ڇٽيندن مان نڪتو ته لڏو اچي ڏاجهيري ۾

لاٿائين. پارومل ڏاجهيري ۾ وڏيرن جو مال چاريندي فائينل پاس ڪيو ۽ پوءِ انٽر تائين پڙهيو. پارڪر ڪانپوءِ هنن جو مڙهه مقام ڏاجهيرو هو اتان پڙهي نڪتو ته ماستري ملي وئي. ماستري ملي وري نبي سر ۾ سو اتان لڏو ڪٽي اچي نبي سر روڊ ۾ ويٺا. هن پنهنجي ماستري جو پورو دور نبي سر روڊ ڪي ڏنو، انهي دور جا هن جا شاگرد سنڌ ۾ چوٽي جا ماڻهو ثابت ٿيا آهن. پاڻ وارو مظهر لغاري، "هوائون نه روڪيو." استاد جو شاگرد رهيو آهي. ذلفي منصور ۽ ادي گلشن لغاري به سائين وٽ پڙهيا. هن جو هڪڙو شاگرد اڪرم بحريه ۾ وڏو آفيسر آهي، هڪڙي شاگرد خالد صديقي وڃي آمريڪا جا وڻ وسايا. ڊاڪٽر جنيد به پرديس ۾ وڏو ڊاڪٽر آهي. اتي ئي نبي سر ۾ رهڻ دوران هن جو واسطو لغاري ڀائرن سان پيو، جن هن جي سياسي تربيت ڪئي. هو سياست ۾ انهن لغارين غلام محمد ۽ غلام حيدر کي پنهنجا سياسي استاد مڃيندو هو. اتي ئي هن ستر ڏاري ڪولهين جو وڏو ڪٺ گڏ ڪيو، جنهن ۾ هن پهرين ڪولهي ايسوسيئيشن ٺاهي. اهو هن جو سياست ۾ پهريون قدم هو، پر انهي ڪولهي ايسوسيئيشن جو ڪوبه عهدو پاڻ وٽ ڪونه رکيائين. انهي ڪانپوءِ هي ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو ميمبر ٿيو، پر تڏهن ڊسٽرڪٽ ڪائونسل جو چئيرمن ارباب غلام رحيم ٿيو ۽ هن ميرن جي حق ۾ ووٽ ڪيو هو، جيڪي هارائي ويا. 1985ع وارين غير جماعتي چونڊن ۾ هن قومي اسيمبلي جي سيٽ تي فارم ڀرايو. ايستائين هي ماستري تان رٽائر ٿي چڪو هو. هن وٽ فارم ڀرائڻ لاءِ پئسا به ڪونه هئا، گهر ۾ بيٺل به سوئا ٻڪريون وڪيون ۽ ڪجهه پئسا ملندڙ ماهوار پينشن جا گڏائي هن اهو فارم جمع ڪرايو. فارم بحال ٿيڻ ڪانپوءِ هن وٽ هڙ ۾ ته ڪجهه هو ڪونه پوءِ هن پنهنجا ورڪ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن سائيڪل تي ڪڏهن پنڌ، پر اڪثر ڪري بيل گاڏي ۾ ۽ بس جي ڇتن تي چڙهي پوري سنڌ ۾ ورڪ ڪيو، هن وٽ ماڻهو دعوتون ڏيڻ ايندا هئا. هو چوندو هو منهنجي ورڪ مون نه پر ماڻهن پاڻ ڪئي آهي. حقيقت ۾ جيڪو جتي هن جي برادري جو ماڻهو هو، انهي

اتان هن جي ورڪ ڪرڻ شروع ڪئي سڄي برادري سڄي سنڌ ۾ هن لاءِ اٿي بيهي رهي. انهي برادري هن جي چندو ڪري مدد به ڪئي. اهو ڪولهين ۾ آيل پهريون انقلاب هو. انهي لاءِ هن 1970ع کان ڪولهي ايسوسيئيشن جي پليٽ فارم تان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو هو. ايئن هن جو ورڪ هن جي برادري ڪري، هن کي 1985 ۾ قومي اسيمبلي جي سيٽ کٽرائي. ڪنهن کي ڪهڙي خبر هئي ته بسن جي ڇتن تي ويهي مٺ تي پن جي بيڙي پيئندڙ، هي ماڻهو ايم اين اي ٿيندو. هرڪو هن تي ٺوڪون ڪندو هو ته بس جي ڇت ۽ ڏڪي گاڏين تي چڙهي ايم اين اي ٿو ٿئي ۽ وري ڪولهي؟ هي پهريون ڪولهي هو جيڪو پاڪستان ۾ قومي اسيمبلي جو ميمبر ٿيو، نه وري هن کان پوءِ اڄ ڏينهن تائين ڪو ڪولهي قومي اسيمبلي جو ميمبر ٿي سگهيو آهي. هو ڪمال جو مقرر هو، انهي ڪري قومي اسيمبلي ۾ به ايئن ئي ڳالهائيندو هو. چون ٿا ته ۾ آيل 1986ع واري ڏڪار تي هن قومي اسيمبلي ۾ پرپور تقرير ڪئي، جنهن جي ڪري محمد خان جوڻيجي انهي اجلاس ڪانپوءِ ٻي ڏينهن پوءِ ٿر جو دورو ڪيو. ٿر ۾ جيڪا وڏن داڻن واري دال ۽ گيهه سان گڏ ٻي امداد ملي، جنهن کي اڄ به ٿريا وساري ناهن سگهيا، اهو پارومل جي تقرير جو ڪمال هو. انهي ئي قومي اسيمبلي ۾ هن سيتا ڪولهڻ ڪيس تي پرپور تقرير ڪئي، اها ڪولهڻ ڏکهڙي جي هئي، جيڪا نوحاڻين اغوا ڪئي هئي. انهي ڪري ذات ڪولهي اڇي ميرپورخاص ۾ گڏ ٿيو، چون ٿا انهي احتجاج ۾ ڏهه هزار ڪولهي گڏ ٿيا. پوليس انهن ڪولهين تي وچ شهر ۾ گولي هلائي هئي، چار ڪولهي مارجي به ويا هئا. پارو مل جي قومي اسيمبلي ۾ ڪيل تقرير جو اهو نتيجو نڪتو جو اسيمبلي چار رڪني جاچ ڪاميٽي ٺاهي. اها ڪاميٽي جاچ ڪري واپس پهتي ئي ڪون ته اسيمبلي ٽٽي چڪي هئي. پوءِ ڪرشن چند پارواڻي انهي خاندان کي لڏائي پنهنجي ڳوٺ وهاري ڇڏيو. انهي وقت جي ڊي سي ۽ پارواڻي ملي انهي ڇوڪري جي مائٽن کي راضي ڪيو ۽ ڇوڪري کي مسلمان ڪري نوحاڻين حوالي ڪري ڇڏيو. پارو مل ڪا وزارت نه ملڻ

جي ڪري ڪولهين جي اها خدمت نہ ڪري سگهيو، جنهن جي ڪري ڪولهي اڄ بہ چوندا آهن "پارو مل ڪي ڪيڏو." انهي هوندي بہ هن ڪولهين کي ڪجهہ هلڪيون نوڪريون ضرور ڏنيون، پر تڏهن بہ ڪولهين جو هڪڙو ليڊر قرض حسنہ تان هن سان وڙهي پيو. پارو چيو سيني غريبن کي ملڻ کپي، هن چيو اڌ فارم مونکي ڏي. اهو قرض غريب بي واهن لاءِ هو. انهي ليڊر هن تي ايف آءِ اي ۾ ڪيس ڪيو تہ پارو مل وڏي ڪرپشن ڪئي آهي، هن پنهنجي پيءُ پرڪي تي سرڪاري خرچ مان ڏيوري (مقبرو) ٺهرائي آهي. ۽ هاڻ هو ڪروڙين رپيا ڪٺي انڊيا پڄڻ وارو آهي. انهي ڪيس ۾ سورنهن ڪولهين جا نالا ايف آءِ اي جو ڊائريڪٽر اسلام آباد مان ڪيس جي پڇا ڳاڇا لا آيو. قبرستان ويو، تہ پرڪي جي قبر جهڙي ڪلر ۾ هئي اهڙي ئي هئي، ڪا ڏيوري ڪونہ هئي. پارو مل جي اڪائونٽ ۾ رپيو بہ ڪو نہ هو پٽ جي اڪائونٽ ۾ بہ هزار رپيا هئا. باقي ٻين پندرنهن ڄڻن جا بئنڪ اڪائونٽ ئي ڪونہ هئا.

هن جي ايم اين ٽيڻ سان ڪولهين ۾ اينڊڙ اليڪشن ۾ جام پٽيل پئدا ٿيا، هر ڪنهن فارم جمع ڪرايو. نتيجن هر اليڪشن ۾ ڪولهي فارم ڀرائيندا آهن، پر ڪٽيندو ڪير بہ ڪونهي. پارومل بہ انهي ڪان پوءِ بہ دفعا بيٺو ۽ هارائي ويو. هاڻ تہ ڪولهي ايسوسيئيشن بہ جام ٺهي ويون آهن. ڪستوري ڪيس کي ڪيش ڪرائي حادثاتي طور پئدا ٿيل ليڊر حيدر آباد ۾ روپلي ڪولهي تي ڪانفرنس ڪرائي، انهي ۾ پارو مل کي پنڊال جي آخري ڪرسي ڏني. جڏهن پروگرام شروع ٿيو تہ پارومل پنڊال مان اٿي چيو اسٽيج تي ويٺل ڪو اهڙو ماڻهو آهي جيڪو روپلي تي مونسان ڳالهائي. عطائي ليڊر تہ عطائي هئا، هو نواب جي پٽ کي بہ منهن تي چئي ڇڏيندو هو. پارومل انهي پروگرام مان اٿي هليو آيو، هڪ ماڻهو بہ روپلي تي هن سان نہ ڳالهايو. روپلي جي وارث سڏائيندڙ انهي ڪولهي جا ڪستوري ڪانپوءِ تازو نيلو ڀبر جيڪا ڪولهي اغوا ڪئي انهي ۾ بہ رڳو هٿ نہ پر پير بہ هئا. پرويز مشرف جي دور ۾ ڪٽڻ ذريعي

اگوٽن ايم اين ايز کي اسلام آباد ۾ پلاٽ ٿي مليا، انهي ۾ سائين پارو مل جو ڪٿو بہ نڪتو. اهو پلاٽ وڪڻي ڪار ورتائين، جيڪا هن جو پٽ شهر ۾ ٽيڪسي طور هلائي ٿو. هن جو هڪڙو پاءُ اجان هاري آهي، هڪڙو پاءُ پڪي موڙ ڪنري ۾ ڪاٽو هلائي، ڦٽي مرچ وٺي شام جو سيٺن کي وڪڻي ٿو. آخر ۾ سائين ٽي بي، دم ۽ گردن جي بيماري ۾ 2006 ۾ گذاري ويو. هن جي هڪڙي پوٽيءَ سائين ديودر جي ڌيءَ لمس ۾ پڙهي. هاڻ ڪولهين پارو مل کي وساري ڇڏيو آهي پر هن جو پنهنجي ڪاتر سان گڏ مجسمو، جنهن ۾ هن جي زال ڪيسرباٽي داٿا پئي چنڊي، اڄ بہ سنڌالاجي حيدرآباد ۾ پارڪر جي ڪلچر جي نشاني آهي. پارو مل لاءِ ڪولهين جا ڪجهہ حلقہ اهو چون ٿا تہ هو رنگين مزاج هو، انهي ڪري هن ايم اين اي ٽيڻ ڪانپوءِ بي شادي بہ ڪئي ۽ هن قرض حسنہ ۾ ڪرپشن ڪئي. پر هن جي خاندان جون موجوده معاشي حالتون ڏسي چئي سگهجي ٿو تہ هو ڪرپٽ نہ هو.

***

# فقير

جڏهن مسڪين اڪيون پوريون هيون ۽ مٽي جو پور ٿيو هو، تڏهن پارڪريا ڪولهي ۽ ڪولهڻيون پار ڪڍي رُنا هئا. هر پارڪريي ڪولهي پنهنجي دل ۾ نہ رڳو مسڪين جو تڏو وڇايو هو، پر هنن هر ڪنهن پنهنجي دل ۾مسڪين جي قبر کوٽي هئي. هاڻ انهن ڪولهين مان لڳي ٿو تہ ڪو ورلي ئي بچيو هوندو، جنهن جي دل ۾ مسڪين مدفون هجي. مسڪين واري پيڙهي ڪانپوءِ پارڪرين ڪولهين لاءِ وري هڪڙو بيو ڪوسو جنهن جي هٿ ۾ ٻانوري جو گيڏيو تہ نہ هوندو هو، پر هن پنهنجي دل ۾ هنن جي درد جو دم ڀريو هو، اهو پارڪر جي پهاڙن جو پهريو الستي عاشق دلبر خان ڪوسو هو، جنهن جي دوستي ۽ دلبري هن فقير جي دل ۾ پارڪر جو عشق اوتيو هو. هن کي اها ونڊ دلبر خان جي دل واري دڪان تان ئي ملي هئي. پارڪر سان عشق جو پهريون سبق دلبر خان ئي پڙهايو هو. هي فقير اهو عشق جو

پهريون سبق ئي پڙهيو هو. ها عشق جو سبق هوندو ئي هڪڙو آهي. پوءِ جڏهن دلبر خان جي دل بيهي رهي ۽ هن ڏڙڪڻ ڇڏي ڏنو هو تڏهن پارڪر جا پهاڙ ڇورا ٿي ويا هئا. مورن ٿهوڪڻ ڇڏي ڏنو هو، اوڻ جي واندئي ڪان وٺي سڪپور جي ريٻارين تائين سيني ريهون ڪيون هيون ۽ جي ڪنهن ڪي ڪن آهن ته اهي ريهون اڄ به پارڪر جي پهاڙن ۾ پڙاڏو ٿي گونجي رهيون آهن، هوائن اڄ به انهن ريهن کي پنهنجي پانڌ ۾ سنڀالي رکيو آهي. تڏهن رڳو دلبر خان جي دل ڪونه بيهي رهي هئي. پر پارڪر ۾ وقت جي ڪانٽن تي برف ڄمي وئي هئي. تڏهن هي فقير هو جيڪو منٺي ۾ ديوي هيٺان ويهي گهڙا وڪڻندو هو. هي ڪنڀار هو ۽ هن کي ڪچي پڪي ۽ موري جي خبر هئي، هن سمجهيو هو ته پارڪر جي ڪڇ تي پيل ڪورو گهڙو ڀڳو آهي، هاڻ پارڪر کي ڪيترا ڏينهن ٿڌو پاڻي ڪونه پي سگهندو. هن جون اکيون دلبر جي عشق ۾ اوهيرا ڪونه ٿيون هيون، هنن رنو ڪونه هو، پر هو ايئن وهيون هيون جيئن گوڙدرو ۽ پٽياٽي وهنديون آهن. هو دلبر جي وصال کي ڪڏهن به وساري ڪونه سگهيو هو. هُو دلبر جو يار دوست نه پر، دلبر جو عاشق هو ۽ دلبر وري پارڪر ۽ پارڪرين ڪولهين جو عاشق هو. هو ڪي ڪيترا ڏينهن انهي ديوي هيٺان روئيندو رهيو. هن انهن ڏينهن ۾ گهر اڇڻ وساري ڇڏيو هو، هو گهر ڪونه ايندو هو نه وري هو ڪي ڪيترا ڏينهن دلبر خان جي تڏي تي ويو. ڪير هن کي هلڻ لاءِ صلاحيندو هو، ته هو ڪنڌ هيٺ ڪري روئيندو اڳتي وڌي ويندو هو ۽ چوندو هو ڪنهن وٽ هلان يار ته اڪيلو ڇڏي هليو ويو. هو درد ۾ چور هو، پوءِ هن جو ئي اونرو يار، جيڪو هن جو پٽ آهي هن جو يار آهي يا هن جو پاءِ آهي، اهو فيصلو توڙي جو هو پاڻ ئي ناهي ڪري سگهيو. ڪرشن شرما هن فقير کي گهر وارن جي زور پرڻ تي ننگراونرو ۽ اجرو تي وٺي ويو هو. ڪرشن ڪانسواءِ ٻيو ڪير ٿي وٺي وڃي سگهيو. اهو پهريون ماڻهو ڪرشن شرما ئي هو، جنهن فقير مقيم کي محبوب جي محبوب پارڪر سان پهريون ڀيرو ملايو هو. جڏهن پهريون ڀيرو

پارڪر ويو هو تہ ڪي ڪيترا ڏينهن دلبر خان جي تڏي تي وينو رهيو ۽ اتي ئي هن جي پهرين ملاقات پارڪر سان ٿي. محبوب جو محبوب تہ حسن جي انتها هو ۽ انهي ئي حسن هن کي سوگهو ڪيو. پوءِ فقير مقيم ۽ پارڪر هڪ ٻي جي سڃاڻپ بڻجي رهجي ويا. پوءِ هن پارڪرين ڪوسن ۽ پارڪر سان توڙ نڀايو ۽ پارڪريا ڪوسا بہ محبت ۾ مجاز ۽ حقيقت وارو فرق وساري ويٺا. دلبر جي وصال ڪانپوءِ هن جو آخري آشرم پارڪر ئي هو، هو دلبر خان ڪان پوءِ پارڪر جو ٻيو الستي عاشق هو. جيڪڏهن پارڪر ويندو هو تہ ڏينهن مهينا مٽي ويندا هئا. پر ورڻ واري ڪونہ ڪندو هو. ساڙدري تي راتين جون راتيون رهڻيون، ڪهڙيون بہ حالتون هجن پر هو ساڙدري جو ميلو ڪونہ ڇڏيندو، هر هيلي بهاني ساڙدري تي تہ ضرور وڃبو. انچلاسر تان گهوئي ڪرٽي، چام خان جي واندئي تي چانهہ پيٽي چاچي الهرکي سان پارڪر تي پلان ٺاهڻا، عباس ڪوسي سان بحث ڪرٽو هجتون ڪرٽيون، ڦري گهري رات اچي چاچي دلبر جي اوتاري تي سڪندر ڪوسي وٽ رهڻي. پوءِ هن شايد دلبر خان کي چاچي الهرکي ڪوسي ۾ پئي ڳوليو، ڇو جو دلبر خان ڪانپواءِ هن جي پارڪر ۾ گهاٽي ياري الهرکي سان ئي هئي، ڪير ڪٽي ڪهڙي راءِ جو هجي. پر جيڪڏهن ڪير پارڪر ويو آهي ۽ چاچي الهرکي سان ناهي مليو، ڇڻ اهو پارڪر ويو ئي ڪونهي. هاڻ سائين پارڪر ۾ گرينائيٽ پٿر ٽڪڻ لاءِ ٿين ڌماڪا. هي ڪڏهن ڪنهن جي آفيس ۾ درخواست ڪڏهن ڪنهن جي آفيس ۾، ڪڏهن پريس رليز ڪڏهن اخبار ۾ ڪالم، ٻيلي پارڪر جي بدن تي بم نہ ڪيرايو، اوهانجي ڌماڪن سان مورن جون دليون ٽيون ڦاٽيو پون، پارڪر ٻي ڏٺياتو ڪونهي ڌماڪن سان مور ٿا مرن ڌماڪا نہ ڪريو. بس ايئن سمجهو پارڪر جو ڌماڪو هن جا ڪن مٿي ۾ ٻڌندا هئا ۽ ايئن محسوس ٿيندو هو هن ۾ ماڻهو نہ پر مور جي دل هجي جيڪا ڌماڪي سان ڦاٽي پوندي، يا وري ايئن محسوس ٿيندو هجي ڇڻ هي ئي اهو ڪارونجهر جبل هجي ۽ اهي ڌماڪا هن جي ئي وجود تي ٿيندا هجن. ڪڏهن ڪڏهن تہ اها حالت

هوندي هئي جو انهي گرينائيٽ واري اشو تي راتين جو راتيون سمهندو ڪونہ هو، ڪارونجهر تي ڏماڪن جي ڳالهہ ڪندي ڪندي هن جي دل جو درد لفظن بدران چهري تي اچي ويندو هو ۽ هن جي چهري جو رنگ ئي تبديل ٿي ويندو هو. هن جو پارڪر ۽ ڪارونجهر سان عشق هو، هي ڪارونجهر جو عاشق هو. ڪارونجهر تي ايئن ڳالهايئندو هو، جيئن عاشق پنهنجي محبوب جي ساراهہ ۾ ڳالهائيندو آهي، پنهنجي محبوب جي محبوب جو ايئن عاشق هو، هي فقير مقيم اهو ماڻهو هو جنهن قلم ۽ دل ڪٽي پارڪر تي پهرو ڏنو، هي پارڪر جي پهاڙن جو عاشق پهريدار هو. سائين ڳالهہ ٿي تہ ڪارونجهر جبل مان نڪرندڙ ندين تي ڊيم نهڻ ڪپن يا نہ، انهي تي گهڻا ڏاها انهي ڳالهہ جا ٻہ هجن تہ نہ نهڻ ڪپن، هنن انهي جا غلط يا صحيح سائنسي سبب ٻڌايا پر هي انهي راءِ جو ٿي بيهہ رهيو تہ ڊيم نهڻ گهرجن هن وٽ ان لاءِ پنهنجا دليل هوندا هئا تہ انهن سان پارڪر خوشحال ٿيندو. پارڪريا ڪولهي لڏي سنڌ لابارا ڪرڻ ڪونہ ويندا، ڪنهن وڏيري وٽ جهڳي ڻاهي ڪونہ ويهندا، پارڪر آباد ٿيو تہ پارڪر مان ٿيندڙ لڏ پلاڻ رڪجي ويندي، مال ۽ ماڻهو سولا ٿيندا. ٻيو هن کي وڻندو هو پوڏيسر واري سوڍي ڪيسوٻاءَ جو ڪردار. ڪتان ڪيسوٻاءَ جو ڦوٽو هٿ اچي ويس، انهي کي وڏو ڪرائي دڪان ۾ هڻي وڍنو هو، هاڻ ڪنهن ڪيسوٻاءَ ڏٺو هجي تہ انهي کي سڃاڻي. ٻيو سو جيڪو ايندو اهو ڦوٽو ڏسي پڇندو هو فقير ڏي خبر هي ڪنهن جو ڦوٽو لڳايو وينو آهين، انهي پڇڻ واري کي سڄي وارتا ڪري سڻائڻي، پوءِ جيڪو فقير کان اهو وارتا سڻندو هو انهي جو ڌرتي سان عشق جوان ٿي پوندو هو. فقير جي واتان اها وارتا هلندي هئي تہ ٻڌڻ واري جي رون رون ۾ ڌرتي جو عشق اوتبو ويندو هو. هوڏانهن وارتا پوري ٿيندي هئي، هوڏانهن ٻڌڻ وارو ڌرتي جي عشق ۾ ٽٻ ٿيندو هو. ڳالهہ ڪرڻ جو هن جو پنهنجو انداز هو، هر ڳالهہ ڪلي شروع ڪندو هو، جڏهن جنهن جملي کي اچاريندو هو تہ اهو احساس هن جي چهري تي هوندو هو. هو ڳالهہ زبان بدران دل سان ڪندو هو ۽ اها ڳالهہ چهري تي

پڙهي وٺبي هئي. بابا، هي اهو ڪيسوباءَ آهي جنهن ورهاڱي ۾ به پنهنجي ڌرتي ڪونه ڇڏي، هن ڪي ٻلونت سنگهه ڏاڙيل سرحد پار وٺڻ لاءِ آيو پر ڪيسوباءَ ڪونه ويو. جڏهن ٻلونت سنگهه هن کي چيو آئون توکي ٻڌي به وٺي ويندس، تڏهن هن گيڏيو ڪٽي ٻلونت سنگهه کي چيو ”ٻليا تون موني بيهاڙي.“ پوڊيسر جو راڻو هو، هن کي ڌرتي جومجنو ڪيسوباءَ وڻندو هو. ڪيسوباءَ ته ويو اگني سنسڪار تي، هو انهي جي پٽ کي به بي انتها پيار ڪندو هو. انهي ڪيسوباءَ تي خليل به نظم لکيا، ٻليو ۽ ڪيسوباءَ. جڏهن خليل اهي نظم پڙهندو هو ته هن جي اکين ۾ عجيب احساس محسوس ٿيندو هو، هن جي سڄي چهري تي ڌرتي سان عشق جي لاٽ ٻري پوندي هئي. آخري ڏينهن ۾ هن جو خيال هو، ته هو پارڪر ۾ ئي رهي، انهي تي هن عباس ڪوسي ۽ ڊاڪٽر سوني سان وڏا بحث ڪيا. هن جو خيال هو ته ڪارونجهر جبل جا اهي پٿر جيڪي اجايو پيرن ۾ ٿڏجن پيا انهن جو بهتر استعمال ڪجي. هن جو اهو خيال هو.ته انهن پٿرن کي تراشي انهي مان پيپر ويٽ ٽيبل سيٽ انهن کي تراشي انهي مان مورتيون ٺاهجن. بهرحال هر حال ۾ ڪارونجهر جبل جو ذرو به ضايع نه ٿئي. هن جي هر ممڪن ڪوشش اها هئي. هن کي جڏهن ڪارونجهر تي ڳالهائيندي ٻڌبو هو ته ايئن لڳندو هو ڄڻ هي مهاوير جي فقير جو ڪو ٻيو جنم آهي. ڇو جو مهاوير جا فقير به سفيد پوش هوندا هئا ۽ هن به پنهنجي سڄي ڄمار سفيد پوشي ۾ ڪٽي. ٻيو هو ساڪريئي واري ارجن سنگهه جي ڌرتي سان عشق واري ڳالهه گهمرو گهمرو ڏئي ڪندو هو. بابا ارجڻ سنگهه جو سڄو جو سڄو ڳوٺ سرحد پار ويندو رهيو پر جڏهن هن پٽ تي چڙهي گهوڙي جي رڪاب ۾ پير وجهي ڌرتي ڏانهن نهاريو، هڪ نظر هن چنڊ تي وڌي ۽ هڪ نظر پنهنجي ڳوٺ تي ته هن گهوڙي جي رڪاب مان پير واپس ڪڍي چيو ”هون مانهجي باپ ري گواڙي رڙي ڪو ڇڏان.“ پوءِ ارجڻ سنگهه ساڪريئي واري سان دوستي جو دم جيئڻ جو تئين پريائين. بس جيڪي ڌرتي جا عاشق هئا انهن جو هي به عاشق هو، پوءِ اهو ڪيسوباءَ هجي، ارجن سنگهه هجي يا

دلبر خان کوسو هجي. هي ڌرتي سان عشق ته ڪندو هو پر هي ڌرتي جي عاشقن جو به عاشق هو. سائين عبدالقادر منگي انهن ڏينهن ۾ ٿرپارڪر جو ڊي سي هجي انهي ڪي به هي فقير وڻندو هو. سو انهي ڪرايو مارئي جو ميلو، انهي مارئي جي ميلي ۾ ذات ڏاهو آيو، اڪابرن جو ڇيهه نه هجي. ڳالهائڻ لاءِ پيلي هن جو وارو آيو ته هن ڇا ڪيو جو جُتي اسٽيج کان هيٺ لاٿي پيرين اگهاڙو اسٽيج تي چڙهي ويو. چيايئن آئون ڌرتي جي مقدس ڪردار تي ڳالهائڻ لاءِ آيو آهيان ۽ اسان وٽ روايت آهي ته مقدس شين ۽ ڪردارن تي ڳالهايو ته عقيدت مان جُتي هيٺ لاهي اچو. بس هن جو ڌرتي سان عشق ايئن هو ۽ هو روايتن جو باغي ڪونه هو، هو روايتن جو قدر دان هو. هو ذات نڪر جي عزت ڪندو هو ڇو جو نڪر ئي هن ڌرتي جا اصل ڏٺي هئا ۽ هي قبيلو فطرت جو پوڄاري قبيلو هو. هو روايتن جو ايئن قدر ڪندو هو جو پٽڪو ٻڌڻ شروع ڪيائين ته پوءِ جتي به ويندو هو پٽڪو ٻڌل هوندو هئس. هو ايئن پٽڪو ڪونه ٻڌندو هو، هڪڙو ته هن کي پٽڪي جي ور ور جي تقدس جي خبر هئي جيئن فقير آسڻ تي ويهنداآهن ايئن هو ڪٽ جي وچ تي آسڻ ٺاهي ويهندو هو ۽ پوءِ پٽڪي جي هر ور ڏيئڻ تي پورو ڏيان لڳائيندو هو، هڪ هڪ به ٻه ڪلاڪ لنگهي ويندا هئا، رڳو پٽڪو ٻڌڻ ۾. هو پٽڪي جي ور ور ۾ ٿر جي پٽ پٽ محفوظ ڪندو هو، هو پنهنجي سر تي پٽڪو نه پر پورو ٿر ۽ پارڪر کڻي هلندو هو. جڏهن گهر اچي پٽڪو لاهي کٽ جي پاڳي وٽ رکندو هو جي پولاري ۾ ڪنهن ٻار جو هٿ لڳي ويو ته ڄڻ هن جي دل جي ڪنهن چيز ڪئي هجي، سڄو ڳاڙهو ٿي ويندو هو. پاڻ پنهنجي هٿ سان پٽڪو کڻي صحيح جڳهه تي رکندو نه ته امان کي چوندو پٽڪي رکڻ لاءِ پر جي امان کان پٽڪو ڏريو يا ڪو ور ڊرو ٿيو ته پوءِ بس جهيڙو، اوهانکي پٽڪي جي کهڙي خبر ڪئين ڪٿجي جهڙو ڪُنڙو ٿيون ڪٿو. هميشه پير ۾ ٿر واري موچڪي جُتي پائيندو هو. وينو وينو فون ڪندو يار چور واري مينگهواڙ کان جُتي نه ٺهرايو اچ جيئن ٿي مهينان چوٿين مهينان اها فرمائش. پير جي

ماپ ڏاڳي تي ڏيندو. پير جيترو ڏاڳو ڏيندو. جُتي پوءِ ڪڏهن چوٽي ٿيو وڃيس تہ ڪڏهن وڏي پر پاڻڻي اها ئي جُتي چم جي موچڪي جُتي. انهي ڪي پاڻ ئي وينو ڪاري تيل ۾ ٻوڙيندو هو چم نرم ڪرڻ لاءِ. يار جتي چوٽي ٿي وئي پير ٿي وڏي سو تيل پيو ڏيان. هاڻ اها بہ ٿر جي ثقافت انهي ۾ بہ ساھ جتي ويندو هو ڪٿي مان نهيل گودڙي ڪچ ۾. آخري وقت ۾ بہ اها گودڙي هن جي ڪمري ۾ ٽنگيل هئي پر آخري وقت ۾ انهي گودڙي ۾ هيون تہ رڳو آغاخان اسپتال ڪراچي جون دوائون ئي هيون، ٻيون ٽيسٽون ۽ ايڪسري. جتي ويندو هو هن جو ويس اهو ئي هو. سياري ۾ اجرڪ، ٽوال يا لوئي نہ پر ڪٿو، پوءِ پلين چاليهو سيارو هجي يا هلڪا سيءُ هجن پر هوندو ڪٿو هو. ممتاز ڀٽو نگران وڏو وزير ٿيو اتي وزير اعليٰ هائوس ۾ بہ انهي ويس سان ويٺو. جي پريمي ڪولهي وٽ پارڪر ويٺو تہ بہ انهي ويس سان ويٺو. هن جي واسطي جي پنهنجي دنيا هئي جيڪو هن فقير جي آشرم تان هڪڙو گهمرو ڪري ويو پوءِ اهو گهاريءُ ڪونہ وڃهندو هو، هن جو ملڻ ئي اهڙو هو. هن پريم جو دريا پنهنجي پور مستي سان وهندو هو، هرڪنهن سان مرڪي هٿ ملائي ٻئي هٿ جوڙي يڪو پيو ڪلندو هو، هن جي مسڪراهٽ هر ڪنهن ڪي منڊي چڏيندي هئي. هن جي هٿ جوڙ سان هرڪنهن جي دل جڙي ويندي هئي. وڏي نوڙت ۽ عاجزي هئي هن ۾ انهي ڪري ئي پارڪر جي ڪولهين ڪان وٺي ممتاز ڀٽي تائين، ٿر جي اربابن ۽ جاگير جي اڳئين راڻي ڪان وٺي گهرٽياري جي ريباڙين تائين هن جي واسطي جي وڏي ۽ وسيع سر زمين هئي. پنهنجي آخري ڏينهن ۾ نهٽي ۾سائين مطلب شاھ واري دڪان جي ٿلهي تي پٽ ڪي ٽيڪ ڏيو وينو هوندو هو، پوءِ جيڪو اتان گذري اهو گاڏي ڪي بريڪ هٽي، هرڪو غريب امير بس ميلو لڳو پيو هوندو هو. بچائي وساڻ جي هوٽل تان زوري مهمان ڪي چانهہ پيارٽي هٿ جوڙ ڪرٽي، پر انهي واسطي جو اڪيلو سبب ٿر ۽ پارڪر هو، انهي ڪري اڪثر اليڪشنن ۾ ٽريو اميدوار ڪهڙو بہ هجي انهي جي ذر ٿي بيهي رهندو هو، باقي امپورٽ ڪيل

اميدوارن جي سري عام مخالفت بيهي وچ چوڪ تي بہ ڪري چڙهيندو هو. انهي جي هن سزا بہ ڀوڳي. حاجي مير حسن هن جو ٻچپن جو جگري دوست هو. هو بہ وڏو قلندر ماڻهو هو. هڪڙي اليڪشن ۾ ڪو فقير جي پيڻ ڪائونسلر ٿي. حاجي مير حسن چيو اهو ووٽ تون مقيا لاٽ کي ڏجان. هاڻ سامهون هجي ارباب عطا الله هاڻ مقيو ٻاهران آيل لاٽ کي ووٽ ڏي تہ ڪيئن ڏي. پر حاجي صاحب جي حڪم عدولي بہ نہ ٿي ڪري سگهيو پر هن ووٽ اربابن کي ڏنو. حاجي صاحب ڪاوڙجي پيو. ڪاوڙيو پر هن کي بي انتها ڏک ٿيو. پوءِ فقير پاڻ مرڻ گهڙي تائين چوندو هو تہ آئون غلط هئس، حاجي صاحب صحيح هو. پر آئون اربابن جي سامهون لاٽ کي ڪيئن ڏيان. پر ڳوٺ ۾ لڳائڻ وارا بہ گهڻا هئا جيڪي ٻچن شل اڃان بہ حيات آهن، انهن چيٽا پورڻ سان گهٽ نہ ڪئي. ڄام ساقي ٻيئو اليڪشن ۾ نشان هجيس گهڙو، سڄو ڳوٺ وڏيرن سوڌو مخالف اميدوار جي پاسي، هي سائين اڪيلو ڄام ساقي جي پاسي. جيئن تيئن ڪري ٻوٿ ۾ وڃي ڄام ساقي کي ست ووٽ ڏياري ويو. پوءِ تہ سائين ڳوٺ ۾ وڏو ممڻ متو پر هن فقير انهي کي هٿ جوڙ سان ختم ڪيو. هن کي ڳوٺن جي ڀيٽ ۾ شهرن ڪان وڏي چڙ هئي، هن کي شهر تہ نهيو پر شهري ماڻهو بہ مڙئي نالي جا ماڻهو لڳندا هئا. اڪ پورڻ تائين چوندو ويو ٻيلي نهڻو متان چڙيو. هن کي ڳوٺ وڻندا هئا. باقي ننگر ڪانپوءِ هن جو عشق هو نهڻي سان. ڳچ سال ٿيندا جو هو صبح سوير ۽ ڏينهن نرندو هو تہ شامڙي جو نڪري ويندو هو. ڪڏهن نهڻي واري ڪچي پڙي تي ڪڏهن جڪري واري پڪي پڙي تي ڪڏهن پرين واري ڪنڍي وٽ. اتي پيو پراڻن آستانن کي ڪاٺي سان ڪوٽيندو هو، واپس ورندي ٻنهي هٿن ۾ نڪريون ۽ ڪڏهن ڪو سڪو ڪٽي پيو ايندو هو. پوءِ گهر وينو وينو انهن نڪرين تان مٽي لاهي صاف ڪندو هو. جيڪي سڪا ملندا هئا تہ انهن کي وري وٽي ۾ جهڻ وجهي انهي ۾ ٻوڙي ٽي ٽي ڏينهن پڇندي تي رکي چڙيندو هو. ٽن ڏينهن ڪانپوءِ انهن سڪن تان ڪٽ لهي ويندو هو پوءِ پيو انهن کي جانچيندو هو. گهر ۾ بہ وڏا ٽين (ڏٻا)

نڪرين جا پريا هئائين. هڪڙو پولڙو بہ پڙي تان هٽ آيو هئس، اهو وري خيرن جو مون وجائي ڏنو. پوءِ جيڪو نهٽي جي تاريخ جي هن سان ڳالهہ ڪندو هو تہ هي وري جي آئون ويٺل هوندو هئس تہ چوندو هو، هي جيڪو جوڳيڙو آهي نہ منهنجو فلا۔سافر، انهي هٽي منهنجو پولڙو وجائي ڏنو. پيو نهٽي جي تاريخ اٿلائيندو هو، عمر ورياهہ ۽ جروار واري ڌاڙي جي ڳالهہ ڪندو هو. اهو ڌاڙو ڪنهن هٿايو انهي تي وينو بحث ڪندو هو. نهٽو ڪئين ڦٽو، واٽيان ڪئين لڏيا، مطلب تہ نهٽي جي پوري تاريخ هن وٽ هئي. هڪڙي سنڌ جي وڏي محقق ڪي سڪا ڏنا هئائين، انهي ڪو انهن سڪن تي قبضو ڪيو پوءِ تہ سائين انهي جي نالي ونڻ تي ڪاوڙجي پوندو هو.

ننڍڙو هو تہ پيءُ وصال ڪري ويس. هن کي انهي جي پوري صورت بہ ياد ڪونہ هئي ۽ ماءُ پيءُ جو اڪيلو پٽ هو، بہ پيٽون هيون، سڳو چاچو بہ ڪونہ هئس. نهٽي جي پوري راڄ ۾ تڏهن ڪنيارن جو گهر ئي هڪڙو هو. پوءِ ڏاڏيءَ سان گڏ ٿانءَ وڪڻندو هو. هڪڙي پيري هي ننڍڙو هو تڏهن ڏاڏيءَ پيڙو ويو ٿر ۾ ٿانءُ وڪڻڻ. پويان صاحب آيو امتحان ڪري ويندو رهيو. هي ۽ ڏاڏيءَ شام جو آيا تہ ٻارن ڳالهہ ڪئي اڄ صاحب آيو هو امتحان ڪري ويندو رهيو، مقيئي جا امتحان ڪونہ ٿيا. ڏاڏي مرهيات اهي آٿر گڏهہ تان لاٿا ئي ڪونہ مقيئي کي ڪنيائين گڏهہ تي اڳ ۾ صاحب پنيان هي، ڏس مليو صاحب ڏڙيلي ۾ امتحان پيو وٺي، ويا ڏڙيلي صاحب نڪري ويو دڙيلي وري اهو ئي گڏهہ تي آٿر ۽ وري ويا دڙيلي، خبر پئي تہ صاحب عالم پلي نڪري ويو آهي. هي بہ پنيان ويا عالم پلي. پوءِ ڏاڏيءَ بابا جا انهي سال امتحان عالم پلي ۾ ڏياريو. انهي هوندي بہ بابا فائينل تائين پڙهي ڪونہ سگهيو ۽ اهو ڏک هن کي عمر ڀر رهيو تہ هو فائينل تائين نہ پڙهي سگهيو. پوءِ ڪنيارن وٽ مٽي وارو ڪم سکڻ شروع ڪيائين پر ڪنيار بہ چوري ٻار کي اهو ڪم چو سيکارين، سو اهو بہ رڳو مٽي ڪٽائيندا ۽ ڳوهائيندا هئا. پر مٽي وارو ڪم بہ سکي ڪونہ سگهيو. پوءِ جيڪو ڏاڏي ٿانءُ وڪڻي آهتين مان

ڍڳي، ڳابو، ٻڪري وٺي ايندي هئي اهو ڪپائي هر سال دڪان ۾ لڳائيندو هو، اهو به هر سال اوڌريا ڪٽي ويندا هئا. اڪثر ڪري اسانجي گهر ۾ رات جو ڪٽڪ جي رب رڌبي هئي، هڪڙو ڏينهن اهڙو آيو جو پاڻ ڪيڏانهن نڪري ويو ۽ سائين سليم ڪي ٿالهي جي ڪنهن واٽيي تي چٺي ڏئي ويو ته انهي ڪان اوڌر تي مڻ ڪٽڪ جو ڪٽي اچجان، اهو سائين ٿي ڏينهن ٿالهي جا چڪر ڪڍيا پر ڪٽڪ نه ملي. تيستائين امان سڄو ڳوٺ اڌاري ويٺي. پوءِ رات جو ٽائيم هجي گهر ۾ ڪائڻ لاءِ ڪجهه نه هجي، هاڻ ڇا ڪيائون جو هن جي ختم ٿيل دڪان جا امان ۽ سليم وجي ڏٻا ڳوليا سواءِ ردي اخبارن جي ڪجهه نه مليو. اهي ردي اخبارون ڪٽي ڳٽيش مينگهواڙ جي دڪان تي ڏنيون، اتان ٿي پاءُ چانور مليا، هاڻ ٿي پاءُ چانور هوڏانهن پوري آڪاهه سو امان جيئن تيئن ڪري ڪنهن ڪي ڏوئي ڪنهن ڪي اڌ ڏوئي چانورن جي آخر ۾ ڏوئي هڪڙي بچي. امان ۽ سليم وجي رهيا، پوءِ امان چوي سليم ڪي تون ڪاءُ سليم چوي تون ڪاءُ روئيندا ويا ۽ تباڪ هڪ ٻي ڏانهن سوريندا ويا. ٻي ڏينهن گهر ۾ ٻڪري هئي هڪڙي اها وڪٽي مڻ ڪٽڪ جو ورتو ۽ ٻيو سليم پاڙو ڪري ڪراچي ڪمائڻ ويو. سو اهي حالتون هونديون هيون اسانجي گهر جون، انهي مان هي فقير مقيم اڀريو. پوءِ اتان ناني الف ٿالهي واري ٿانون جي گاڏي ئاهي ڏني جيڪو ڪٽي وجي هن مني ۾ ٿانون جي پيڊي ڪولي ۽ اتان ڪان هن جو پارڪر ۽ ٿر واري عشق جو داستان شروع ٿيو، اتي جي آوي ۾ پچي راس ٿيو، انهي ۾ هو سڀ ڪان گهٽو ڪردار ڪرشن شرما جو سمجهندو هو.

جنهن ڏينهن وصال ڪري انهي ڏينهن ڪان ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ ادي پناٽي ڪي فون ڪري چيايئن اڄ ڏسي وڄ. آئي ته هن جي پيرن تي پاٽي هاريائين، چيايئن گل ته آهن ڪونه جو چنيان. هو اسانجي سڄي گهر مان سڀ ڪان وڏيڪ ادي پناٽي سان پيار ڪندو هو. ادي ڪي فاطمه جناح ايوارڊ مليو ته ڏاڍو خوش ٿيو. وصال ڪان به ڏينهن اڳ ۾ ايس ايم ايس ڪيايئن: ”جوڳيئڙا خدا حافظ،“ منهنجي پيرن هيٺان زمين ويندي رهي، جوڳي مون تي

بابا نالو رکيو هو. وصال وارن لمحن ۾ آئون ۽ حيدر ئي گڏ هئاسين. انهي کان هڪ ڏينهن اڳ ۾ ڏاڙهي ۽ وار ٺهرايائين، انهي ڏينهن وڏي تڪڙ ڪيائن تہ جلدي ڪريو پاٽي رکو وهنجان صفا چگو پلو. بس فقيرن کي خبر پوندي آهي تہ هنن وصال جو لمحو اچي ويو آهي، ايئن هن کي بہ گهڻو اڳ ۾ خبر پئجي وئي هئي. بس درد هن کي اڏيو، درد هن جو اڏيندڙ هو. ڪاڪي سانگيڏان چواٽي هن کي جنهن ڏک ڏنو، انهي کي هن پاليو ۽ انهي ڏک مان هن جي اندر گل ٽڙيا، انهن جي ئي خوشبو هئي جنهن وڻ ٽڻ واسي ڇڏيو. بس ڇڏيو يار يار جي ڳالهہ آهي ڪنڻي تہ آهي ڪونہ. پر هلو هڪڙي ڳالهہ ويندي ويندي ڪريو، هو مولا علي جو حبدار هو. حسيني هو پر تصوف جي وهندڙ دريا مان ڍڪ پريا هئائين سائين اياز شاهہ جي تڪيئي تي عمرڪوٽ ۾. تڪيئي جا سڀ فقير، ولي محمد سائين جي اها ڪافي ڳائي رهيا آهن:

تنهنجو ڳالهيون سجڻ ٿيون ياد پون.

***

# بي چين روح جو ڏٽي

ڊاڪٽر هرچند راءِ لڪاڻي بہ وڃي پرلوڪ پڌاريو. جڏهن پڌاريو هو تہ وڻ وڻ جي ڪاڻي اڇي عمرڪوٽ پهتي هئي، پر ڪيترن ئي پنهنجن جا ڪلها هن جي ارٿي کي نصيب ڪونہ هئا، سي ڪونہ مليا. ڇو جو اهي رت جا راڻا وري سرحد کان هن پار ٻاڙمير ۾ هئا. اڄ جي دور ۾ عمرڪوٽ ۽ ٻاڙمير ڪو ايترو پنڌ بہ ڪونهي، پر تند تہ تند آهي سو ڪونہ ٽپي سگهيا. ڊاڪٽر هرچند کي پارڪر پورڻ واهہ کان وٺي اڇڙي ٿر تائين ڪو اهڙو ڳوٺ ورلي هوندو جنهن ۾ سڃاڻڻ وارو ڪونہ ڪو نہ هجي. هن جي انهي سڃاڻپ جو هڪڙو ئي سبب هو، هن جي پنهنجي پيشي سان ڪميٽمينٽ. هن ڊاڪٽري نہ پئسن لاءِ ڪئي هئي، نہ وري نوڪري سمجهي. هو انهي ڪم ۾ گم ٿي ويو هو، جيئن ندي سمنڊ ۾ گم ٿيندي آهي. هو هرچند رهيو ئي ڪونہ ڊاڪٽر ٿي ويو. سرڪاري نوڪري هن جي مزاج ۾ ڪونہ هئي

پر هن کي ڪرڻي پئي هئي. 1939ع ۾ بمبئي يونيورسٽي مان ايل سي پي ايس ڪئي، جيڪا هينئر واري ايم بي بي ايس جي برابر آهي. هو بنا ڪنهن فرق جي نہ رڳو علاج ڪندو هو، پر انهن مريضن کي رهائش ۽ کاڌي جي سهولت ڏيندو هو. جيئن پاڻ وارو ماسترسچل جنجهي ڪندو هو، جيڪو نہ رڳو ڳوٺن ۾ وڃي ٻارن کي داخل ڪرائڻ لاءِ زور پريندو هو پر انهن ٻارڙن کي رهائيندو بہ هو ۽ پنهنجي ٻچن جيئن سنڀاليندو ۽ پڙهائيندو هو. هنن ٻنهي ۾ هڪ جهڙائي هئي. اهو ئي ڊاڪٽر هرچند مريض جو علاج نہ رڳو دارون درمل سان ڪندو هو پر هو ماڻهو جي نفسياتي، سماجي ۽ بيماري جو گڏيل علاج ڪندو هو. ناڙ بہ ڏسندو هو تہ نراڙ بہ ڏسندو هو. جڏهن ڊاڪٽر ٽيو تڏهن نڪو ايڪسري هئا نہ وري ٻيون کي ٽيسٽون هيون رڳو ناڙ ڏسي مريض جي بيماري جي باري ۾ طئي ڪبو هو. ان وقت نہ وري ايترا ڊاڪٽر هئا نہ وري ڊاڪٽر تائين پهچڻ ٿر مان ايترو آسان هو. چو جو تڏهن نہ روڊ هئا نہ گاڏيون، مريض انن تي پاڻ ڪٽائي پهچندا هئا. اهي بہ انهي حالت ۾ جڏهن پيرن فقيرن جا ڦوڪا ڦيٽا ۽ جهنگ جي ڏس ۾ مريض ٺيڪ نہ ٿيندو هو. هو ڊاٽڪي ٻولي واري لهجي ۾ ڳالهائيندي مريض کي اهڙو متوجهہ ڪندو هو، جيئن ڊاڪٽر اشوڪ بختاڻي ڪندو آهي. هن جا مريض نہ رڳو ٿر پارڪر عمرڪوٽ ۽ اڇڙي ٿر جا هوندا هئا، پر هن وٽ مريض بهاولپور مان بہ ايندا هئا، خيرپور مان بہ ايندا هئا. هو محمد خان جوڻيجي جو فيملي ڊاڪٽر بہ رهيو، انهي ڪري هڪڙو لڏو اهڙو بہ آهي جنهن جو چوڻ آهي تہ ضياءَ لابي جو ماڻهو هو. پر محمد خان جوڻيجي جو فيملي ڊاڪٽر رهڻ هن جو پروفيشن هو. هو جهر جهنگ مشهور ڊاڪٽر رهيو. عمرڪوٽ جو ن ڊياريون جتي پرڻجي ويندڀون هيون، اتان ڊاڪٽر وٽ مريض ضرور ايندا هئا. هو پنهنجي مزاج ۾ عجيب ۽ ڪڙو ماڻهو هو. ڪڙو ايترو جو هن جي ڪڙاڻ هن جي مقبوليت جو ٻيو سبب بڻي. هو مريض کي ڪري ۾ چوندو هو، ڦاهو نہ ڪائجان، ڏوڙ نہ ڪائجان ٻيو جيڪو وٽي سو ڪائجان ۽ نينگرين کي چوندو هو جلال جي ڪيسٽ نہ ٻڌجو. طنز مزاح ۽ ڪڙاڻ واريون ڳالهيون هن کي جهر جهنگ مقبول ڪنديون ويون.

نيٺ ڊاڪٽري لهجي ۾ ٿر جي ماڻهن سان ڳالهائيندو هو ۽ ٻئراجي ماڻهو سان وري نيٺ سنڌي ڳالهائيندو هو.

هو جيئن ڊاڪٽري ۾ ڪامياب ويو، ايئن سياست ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو. هي 3جنوري 1965 واري صدارتي چونڊن ۾ محترمہ فا طمہ جناح جي ڌر هو. جڏهن تہ پنو صاحب ۽ جاگير جا راڻا ايوب خان جي ڌر هئا، انهن ورڪن لاءِ پنو صاحب مٺي بہ آيو هو، دڪي مارڪيٽ جي ٿلهي تي چڙهي پنّي صاحب تقرير ڪئي هئي، جيڪا ڳالهہ اڃا مٺي وارن کي ياد آهي، پر تڏهن بہ ڊاڪٽر هرچند ايوب مخالف هو. 1968ع ۾ پ پ پ ٺهي انهي، جي پهرين ميٽنگ مٺي ۾ آسن داس بختاڻي جي اوطاق تي ٿي هئي جنهن ۾ ڪامريڊ لڏو مل بيٺو هو، جنهن کي هاڻ ڪير بہ ڪو نہ سڃاڻي. پر ڊاڪٽر هرچند ايوب مخالف هو، سو انهي جي ڪري ڊاڪٽر تي ڊي پي آر (ڊفينس پاڪستان رول) تحت ڪيس ٿيو ۽ ڊاڪٽر هرچند لاءِ انهن ڏينهن ۾ اها ڳالهہ بہ هلي تہ هن جي گهر مان بندي ماترم واري جهنڊي، يعني چندر شيکر آزاد ۽ ڀڳت سنگهہ وارن جي نعري واري جهنڊي جو وهاڻو مليو هو. بهرحال اهو بہ چوڻ ۾ اچي پيو تہ اهو هتان جي مڪاني سياست جي چال هئي. پر اهو ڊي پي آر تحت ٿيل ڪيس، فاطمہ جناح کي سپورٽ ڪرڻ جي ڪري سچو ڊرامو رچايو ويو. انهي ڪيس ٿيڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر جو سمورو خاندان دربدر ٿي ويو، هن جا ٽي پٽ ۽ چار ڏيئرون سرحد پار ويندا رهيا، اتي هن جو موٽي پٽ بہ گذاري ويو. هن جو پاءُ ڊاڪٽر ڪيت، جيڪو حيدرآباد مان ايل پي سي ايس پاس هو ۽ ڊاڪٽر ڪيت پسند جي شادي هڪڙي ديوان چوڪري سان ڪئي، جيڪا پڻ ڊاڪٽر هئي ۽ ڪابي ڌر جي هڪڙي وڏي سياسي ڪارڪن جي ڌي هئي، اهي بہ سرحد پار ويندا رهيا. هتي ڊاڪٽر سان گڏ صرف سندس پٽ مهندر ديو ۽ هن جي گهرواري ۽ پاڻ رهيا. انهي ڊي پي آر واري ڪيس ڪانپوءِ هي خاندان مڪمل دربدر ٿي ويو. پوءِ پنو صاحب ۽ ايوب وڙهيا، پ پ پ ٺهي ۽ اقتدار ۾ آئي. پوءِ بہ ڊاڪٽر جي سرحد پار وڃڻ تي ڊي پي آر جي ڪري پابندي رهي، پر هينئر هو سرحد پار ويو. خير انهي

ڪانپوءِ 70 واري اليڪشن ۾ راڻو صاحب بينو ۽ ڊاڪٽر هرچند بہ بيٺو ۽ 7 ڊسمبر 1970 تي اليڪشن ٿي. ڊاڪٽر صاحب آزاد اميدوار هو ۽ هارائي ويو. 1985 ۾ غير سياسي اليڪشن ۾ بيٺو پر 107 ووٽن تان رامسنگھہ سوڍو ڊاڪٽر صاحب کان کٽي ويو. ڊاڪٽر 83 کان 87 تائين ٽائون ڪاميٽي عمرڪوٽ جو چيئرمين بہ رهيو. 1988 ۾ ڍٽ جا جاگير وارا راڻا ۽ ڊاڪٽر هرچند جو پٽ مهندر ديو ٺهي ويا، انهي ڪانپوءِ ڊاڪٽر هرچند سياست واري واٽ کي الوداع ڪيو. انهي ڪانپوءِ سندس پٽ مهندر ديو 1993 واري اليڪشن ۾ پ پ پ جي ٽڪيٽ تان بيٺو ۽ 250 ووٽن تان هارائي ويو، ايئن هن گهراڻي کي سياست صاب نہ پئي.

ڊاڪٽر هرچند سياست واري واٽ کي الوداع ڪيو تہ هن ٻي واٽ ورتي، اها هئي ٿر جي ڪلچر ۽ تاريخ تي ڪم. هن تاريخي سڪن، نوادرات ۽ هٿ جي هنرن جا مختلف هنڌن تي اسٽال لڳايا، جتي بہ ڪو ثقافتي ميلي جون سڏ ٿيندو هو تہ هي هڙ سان حاضر هوندو هو. هن وٽ مختلف قسم جا سڪا گهڻي تعداد ۾ ۽ ڪلچرل زيور ۽ هٿ جي هنر جو شيون هونديون هيون، جنهن تان هن کي صدارتي ايوارڊ "تمغہ امتياز" سان نوازيو ويو. جڏهن هن کي اهو ايوارڊ ملڻ وارو ليٽر مليو تڏهن هن چيو هو: "جڏهن آئون ڏينهن رات ڪم ڪري رهيو هئس ۽ ماڻهن جي ڪم پئي آيس تہ مونکي جهلي ڪاٺ ۾ هٽي چڙيائون، انهي ئي ملڪ ۾ غدار سڏيائون ۽ جڏهن اڄ آئون ڪجھہ بہ ناهيان ۽ پرائي ڪمائي مان ٽڪر پيو ٽوڙيان نڏهن وري مونکي ايوارڊ پيا ڏين، ڳالھہ سمجھہ ۾ نٿي اچي." هن کي تمغہ امتياز ڊاڪٽري نہ پر نوادرات، تاريخ ۽ ڪلچر جي ڪم تي مليو هو ۽ ٻيو هيندس وارن بہ ڊاڪٽر هرچند کي ايوارڊ ڏنو هو. هن ڪجھہ لکڻ پڙهڻ وارو ڪم بہ ڪيو جيڪو اڻ ڇپيل رهجي ويو يا هن ڇپرائڻ ڪونہ چاهيو. ڊاڪٽر اشوڪ بختاڻي جيڪو ڊاڪٽر هرچند کي ڪافي ويجهو رهيو ان جو چوڻ آهي تہ هن سنڌي ڊاٽڪي لغت تي بہ ڪم ڪيو هو، جيڪو هن اڪين سان ڏٺو هو. ڊاٽڪي مان سنڌي ڊڪشنري جيڪو ڪم پڻ اڻ ڇپيل رهجي ويو. هو

هڪڙو بي چين روح هو جنهن هن سماج ۾ ڪجهه عملي طرح ڪرڻ ٿي چاهيو جيڪو هن سماج هن کي ڪرڻ ڏنو يا نه ڏنو هو انهي مان مطئمن هو يا نه هو، سوال آهن. ڊاڪٽر کي عمر ۽ پانڌي ملاح واري ڌاڙيلن جي ٽولي اغوا پڻ ڪيو هو، انهي ٽولي ۾ ڪارو چانهيون به هو. عمر ملاح ۽ پانڌي ملاح تي هڪڙي پنهنجي دل جي ڌڙي گوليون هلايون ۽ پوءِ سنڌ پوليس مقابلو ڄاڻايو ۽ پانڌي کي هڪڙو ڪولهي گاهه جي پري ۾ ٻڌي مٽي تي لڪائي ڪٽي ويو پر پوءِ ڌڪن جا علاج ڪرائيندي پوليس هٿان جهلجي ويو. پر هن پوليس کي پڙي تي چيو ته مونکي گوليون هڻي ماري ڇڏيو، آئون بچي ويس ته ڪير نه بچندو. ڪارو چانهيي کي به هڪڙي راڄڙ پوليس آفيسر مقابلي ۾ ماريو. انهي ڏينهن چون ٿا ڪارو جي هٿيار ساٿ ڪونه ڏنو. انهي ٽولي ڊاڪٽر کي به اغوا ڪيو پر پوءِ پير سائين بادشاهه اڳوڻي پير پاڳاري ڊاڪٽر کي آزاد ڪرايو. اهي ڌاڙيل اتي ڊاڪٽر کي چوندا هئا ته تنهنجي زبان ٿا ڪٽيون تون علاج لاءِ اينڊڙ کي گاريون ٿو ڏين پوءِ چون ٿا ڊاڪٽر اتي روئندو هو.

بس ڊاڪٽر هرچند وڏو محنتي ۽ بي چين روح جو مالڪ هو. هن ڪڏهن پيرسني واري دور ۾ به ويهي هٿ ڪونه ڏنو، هر عام خاص کي اٽي هٿ ڏيندو هو. جيڪڏهن ڪير هٿ ڌورائڻ لاءِ پاٽي ڪٽندو هو ته هو چوندو هو، باقي سڄو جسم آئون پاڻ ڌوئان ٿو ته پوءِ هٿ نٿو ڌوئي سگهان ڇا؟ ۽ جيڪڏهن ڪير هٿ اگهڻ وارو ٽوال ڪٽي ڏيڻ چاهيندو هو ته هو چوندو هو ڇا آئر ٽوال نٿو ڏسان يا ڪٽي نه سگهان ڇا. آخري وقت ۾ ڪنن ڪان جهڪو ٿي ويو هو. سو جيڪو هن سان ڳالهائيندو هو اهو ڪن جي پرسان وڏي آواز ۾ ڳالهائي پنهنجي ڳالهه سٽائيندو هو. جيڪڏهن ڪير اٿارڻ لاءِ سهارو ڏيندو هو ته اهو هن کي ڏکيو لڳندو هو، هو وڏو خوددار ماڻهو هو.

***

# جھنگ جا ماڻھو

ٻيلي پاڻ آھيون جھنگ جا ماڻھو،سو ھتان ھتان گھمرو ڏئي وري ڳالھ جھنگ جي ڪنداسين. ڪڏھن ڪنھن سير جي تہ ڪڏھن وري ڪنھن سير جي، انھن ڳالھين ۾ پڪي پڪڻ جا پير بہ ھوندا ۽ جي وس پڄو تہ اھي پير اوھان کي ڏڪ سان ليکي ۽ سڃاڻي بہ ڏينداسين تہ او ھي ڦلاڻي پکي جو پير آھي. اتي جو اتي پيري بہ ھوندا جيڪي پاڻ سان پيڙا پيڙا پير اوھاڙيندا بہ ھلندا، جي ۽لا پنھنجو وس نہ ھليو تہ وري ڪنھن ڏاھي کان پڇي وٺنداسين. اتي ئي وري گھمرو ڏئي اوھانکي حال سارو ڪنھن جناور سان دوبدو ملائي وٺبو جي جھنگ ۾ لٿاسين تہ پوءِ پانت پانت جون ماڻھو بہ ملندو ۽ انھن جو وري پنھنجيون اڪابريون بہ ھونديون، ڪٿي ڪٿي اھڙيون وينا خبرون ڪنداسين جو گھڻن اڪابرن جو عقل ئي دنگ رھجي ويندو وينا متا پيندا ڪٽيندا تہ ھي ڪھڙي بي تکي ڳالھ وينا

ڪن. سو پاڻ اڪابرن جي ڳالهه تي ڪن ڌنوسين تہ پوءِ جهنگ ۾ وڪ بہ هلي ڪونہ سگهنداسين. سو اڪابرن جو عقل بہ اڪين تي پر جهنگ جون ڳالهيون تہ جهنگ جون آهن، نہ اهي تہ ڪبيون پوءِ ڪپي ڪوئي ڪن ڌئي ٻڌي يا ٻئي آڱريون ڪنن ۾ وجهي، اها هن جي سندي مرضي آهي.

هون تہ ڪاري متي جو ڏٽي ماڻهو ڏاڍو آهي پر جي ٽرئي جي ڳالهه ڪجي تہ اهو ٻنهي ڪا بلا آهي. سو هن جو ڏينهن رات ڪم ئي جهنگ سان آهي، هو انهن سان ئي گذاري ٿو. انهن ٽرين ۾ وري پاڻي ڏاڙيل هڪڙي بہ منهين بلا جو نالو آهي. هي جيڪي پاڻي ڏاڙيل هئا انهن جو گهٽو ٽٺو مرڪز جيسلمير رهيو آهي. اهي پاڻي ڏاڙيل بہ منهين بلا چا ڪندي هئي ڊاڻ اُٺ تي ٻڙهو ڪري وهندي هئي ڊاڻ جي پوئين چوڪ ۾، پوءِ جي پلا ڊاڻ سراڙو ڪري تہ ڪير رسي، ڊاڻ جي سراڙي ۾ ٻٺيهو رڻ بہ سڏ پنڌ تي ايندو هو. هنن پاڻي ڏاڙيلن جي ڪري پٽن ۾ ڊاڻ اُٺ جي جيڪا واڪاڻ ٿي، تنهن وجي ملڪان ملڪ مشهوري ماڻي. پر انهي ڊاڻ اُٺِ تڪي ڊوڙ جا سبب ڪنهن ڪونہ ڳوليا تہ آخر ڊاڻ اُٺِ ۾ اهڙو ڇا آهي جو سراڙو ڪري تہ جهڙي گولي نڪتي ۽ جي ويجي ذرو بہ ملي وئي تہ پنيان پلين بندوق ڇوڙي ڇڏ پر اها بہ ڊاڻ کي ڪونہ رسندي. هڪڙي ڳالهه اها پئي هلي تہ انهي جي تڪي هجڻ جو سبب بت ۾ هلڪي آهي انهي ڪري تڪي ڊوڙي ٿي. پر جهنگ جا ماڻهو وچان ئي ٻي ڳالهه ٿا ڪن، هنن جو چوڻ آهي تہ هرڻ جي تڪي ڊوڙ جو سبب هن جي اج آهي، ايئن ڊاڻ جي تڪي ڊوڙ جو جيڪو وڏي ۾ وڏو سبب آهي، اهو آهي هن جي اج اهو ڊاڻ اُٺِ جو نسل هن جي نالي مان ئي صاف ظاهر آهي تہ اهي اُنيون جيڪي ٿر جي ڊٽ واري علائقي جون هجن. هاڻ جيڪڏهن ڪير ڇاچرائي واري پاسي ڊٽ ۾ لٿو آهي تہ اتي پاڻي ڳوليو نٿو لڀي ۽ جي پاڻي آهي تہ ايترو اونهو جو 60 پرهہ تان وينو ورت ڳڏهن ۽ اٺن ڪان ڇڪائي، سو اتي اُنن کي روز جو پاڻي پيئڻ لاءِ نصيب ۾ ئي ڪونهي، تسي تي ٻي ڏينهان يا ٽي ڏينهان پاڻي نصيب ٿئي ٿو. انهي سبب جي ڪري ئي ڊاڻ جي اج

ڏاڻ کي پنڌ ڪرائي ٿي. جي ڏاڻ وارو نسل به پٽن جا پاساڙا ۽ ٽونڪارون ڇڏي هيٺ لٿو ۽ جي پيتائين واٽر جو پاڻي ته اهڙو پڄندو جهڙي سنڌ ٿي پڄي، پوءِ پلين حيلا هتر ڪري بيهه رهه وک اها ئي هوندي. اهو ته ٿي پاڻي ڏاڙيلن واري ڏاڻ اڻ جي ڳالهه، پر هڪڙي ٻي ڳالهه به پاڻي ڏاڙيلن جو حوالو ڏئي اڪثر ڪري ڪئي ويندي آهي ته پاڻي جڏهن به ڪنهن پنڌ تي ڏاڙي لاءِ نڪرندا هئا ته هميشه سوڻ ٻولائي پوءِ نڪرندا هئا جي سوڻ سنو ٿيو ته نڪرندا نه ته اُٺ اتي ئي جهيڪاري ويهي رهندا هئا. جهنگ جا ماڻهو ته اهو ٿا چون ته فطرت جا سڀ کان وڏا ڄاڻو پاڻي هئا. پاڻين جي حوالي سان هڪڙي ڳالهه مشهور آهي ته اهي چا ڪندا هئا جو پاڻي جا ڪُنڙا پري جهنگ ۾ ڪن وڻ جي هيٺيان رکي ڇڏيندا هئا پوءِ هر ڪو جيت جڻو پکي پکڻ ۽ جناور انهي ڪُنڙي مان اچي پاڻي پيئندو هو. انهي ڪنڙي تي ڪاڙهو به ايندو هو ته ڇانو به پوندي هئي، انهي ڪنڙي جي پاڻي ۾ مٽي به ڪرندي هئي.وڻ جا پن به انهي ڪُنڙي ۾ اچي ڪرندا هئا، هوا به لڳندي هئي رات جو چنڊ ۽ تارن جا عڪس به انهي ۾ نهندا هئا. ايئن سمجهو ته سموري نيچر انهي ڪُنڙي ۾ سمائجي ويندي هئي. جڏهن انهي ڪُنڙي جو پاڻي ڪٽي ويندو هوته وري انهي ڪُنڙي کي پري ڇڏبو هو. پوءِ جڏهن پاڻين جي گهر ۾ ڪو اولاد پيدا ٿيندو هو ته انهي کي سڀ کان پهرين ستي انهي ڪُنڙي واري پاڻي مان ڏني ويندي هئي، جنهن به ٻارڙي کي انهي ڪُنڙي مان ستي ملندي هئي ته سموري فطرت هن جي اندر ۾ سمائجي ويندي هئي ۽ هي پلجي نپجي وڏو ته هيئن فطرت سان گڏ ٿيندو هو، پوءِ هو وڏو ٿي فطرت جي زبان سمجهندو هو، فطرت ۽ هن جي وچ ۾ رشتو ٿي ويندو هو. ڪاڪي سانگي ڏان سنگهه جو ته اهو چوڻ به آهي ته اهو ڪُنڙو ته اسان پاڻ به ڏٺو هو، ٿر جي ٻهراڙين ۾ نڪر به ايئن ڪندا هئا، انهي جي ستي ڏيندا هئا. پر انهن پاڻين جا ٻولايل سوڻ ۽ انهي وقت برسات ڏڪار لاءِ ڪيل اڳڪٿيون هڪ ٽڪ هونديون هيون. پاڻ واري دانشورن وارو حال ڪونه هوندو هو، هڪڙي ڏينهن هڪڙي ڳالهه ته وري ٻي ڏينهنان

ٻي ڳالهہ، انهن فطرت جي چاڙن وٽ ايئن ڪونہ هوندو هو هنن جي ڳالهہ هڪ ٽڪ هئي، جيڪا اڳڪٿي ڪئي اها ئي ٿيندي. پر هڪڙو ٽر جي پٽن ۾ ايئن بہ آهي تہ پکين جي ٻولين تي سوڻ ٻولائيندا آهن. پر اهو جهنگ جا ماڻهو چون ٿا تہ طئہ ٿيل ناهي تہ ڪو مالهاري پکي ساڄي پاسي ٻولي تہ هيئن ٿيندو يا کاٻي پاسي ٻولي تہ هيئن ٿيندو، اهو سوڻ ڪرڻ واري تي آهي جيئن سوڻ ٻولائي. جي هڪڙو ماڻهو اهو ٿو سوچي تہ مالهاري پکي ساڄي پاسي ٻولي تہ سٺو ۽ کاٻي پاسي ٻولي تہ خراب ۽ جي ٻيو ماڻهو اهو ٿو سوڻ ٻولائي تہ جي مالهاري پکي کاٻي پاسي ٻولي تہ سٺو ۽ ساڄي پاسي ٻولي تہ خراب، تہ اهو ٻولائڻ واري تي آهي. جنهن مالهاري لاءِ سوچيو تہ ساڄي پاسي سٺي آهي ۽ کاٻي پاسي خراب تہ هن لاءِ ايئن ئي ٿيندو، هن لاءِ ساڄي پاسي مالهاري ٻولي تہ سٺي هوندي ۽ کاٻي پاسي ٻولي تہ خراب هوندي، پر جنهن کاٻي پاسي سوچيو سٺي آهي ۽ ساڄي پاسي خراب آهي تہ انهي لاءِ وري کاٻي پاسي سٺي هوندي ۽ ساڄي پاسي خراب هوندي. سو پکين تي سوڻ ٻولائڻ لمحي جي ڳالهہ آهي، انهي لاءِ هرڪنهن جو پنهنجو خيال آهي ۽ هرڪوئي پنهنجي خيال سان آهي. پر اهو سڀ فرد واحد لاءِ آهي. اهي پکي موسمن جي حوالي سان وري طئہ ٿيل هوندا آهن تہ هاڻ هي پکي ٻولي پيو تہ ڇا ٿيندو، جيئن تاڙو مينهن اچڻ کان ٿورو ئي پهرين ٻولڻ شروع ڪندو آهي تہ جهنگ جا ماڻهو سمجهي ويندا آهن تہ آ ڪِ آ برسات آئي يا جيئن ڏهاڪو سال اڳ ۾ جڏهن زلزلو آيو هو تہ مورن کو ڪون ڪري پورو مالسرئي جو ڳوٺ خالي ڪرايو هو ۽ ڏوڪرا مورن جي ٻولي سمجهي ڳوٺ خالي ڪري ويا هئا. انهن جيئن ڳوٺ ڇڏيو تہ ٻي ڏينهن زلزلي هٽي ڌرتي ئي ڌوٽي ڇڏي هئي، يا جيئن اڪثر ڪري ڳوٺن ۾ گهگهہ پکي رات جو ٻوليندو آهي تہ سمورو ڳوٺ پريشان هوندو آهي ڇو جو جهنگ جا ماڻهو گهگهہ پکي لاءِ چون ٿا تہ اهو جي ڪنهن ڳوٺ ۾ رات جو ٻوليو تہ اها بد سوڻي آهي. ڪو اڻ وڻندڙ واقعو پيش ايندو يا ڳوٺ جو ڳوٺ ويران ٿيندو. سو پکين جا حواس ايئن ڪم ڪندا آهن. باقي جيڪي وڻن،

زمين، جيتن ۽ اُپ ۾ ڏسي جيڪي اڳڪٽيون ڪيون وينديون آهن، انهن جو نشانيون طئہ ٿيل آهن. اهي ڦري گهري نہ ٿيون سگهن ۽ اهي اڳڪٽيون صرف برسات يا ڏڪار لاءِ طئہ ٿيل ناهن هونديون. جهنگ جا ماڻهو چون ٿا ڏڪار ڪانسواءِ ٻي ڪا آفت، بيماري، جنگ، حڪومت جي ڦير گهير سڃني جو نشانيون فطرت وٽ پيل آهن، بس رڳو ڪير سڃاڻي سگهي. ڪنڊي جي سگرين، نم جي نمورين، هوا جي تبديل ٿيندڙ رخن، زمين جي بدلجندڙ رنگ، آسمان ۾ تبديل ٿيندڙ ستارن، جيت جڻي جي حرڪتن، پکين جي ٻولين مان سموري جهان جي خبر پوي ٿي. پر اها خبر صرف انهن کي ئي پوندي جيڪي انهي مان سمجهندا هوندا، باقي هرڪنهن جي وس جي ڳالهہ ناهي. مثال طور جهنگ جا ماڻهو چنڊ جي پڙ ۾ برسات وارن ڏينهن ۾ غور سان نهاريندا آهن، هڪ تہ انهي پڙ کي ذهن ۾ رکي اندازو ڪبو آهي تہ ورهيہ ڏڪار آهي يا سڪار آهي، پر اهي تہ ايستائين بہ هليا ويندا آهن جوچنڊ جي پڙ ۾ ڪيترا ستارا آهن ۽ اهي ستارا ڪيتري ڪيتري ويڇي تي آهن. هو ڏسي ٻڌائيندا آهن تہ هيل ڪيتريون برساتون پونديون ۽ اهي برساتون ڪيتري ويڇي سان پونديون، اهي ستارا روشن ڪيترا آهن. انهي مان اندازو لڳائيبو تہ برساتون ڪيتريون ڀرپور پونديون يا ٿوريون ٿوريون هلڪيون پونديون، ياڳيا وري پنهنجي مال جي حرڪتن مان اندازو ڪندا آهن، سو ايئن فطرت جي جهان جا ڄاڻو هلن ٿا. سو اسان وارا اڪابر جيڪي سائنسي اوزارن ۽ سياست واري مفاهمت ۽ حڪمت عملي مان اندازو لڳائڻ جي عقل ۽ اڪابري سمجهن ٿا. اهي جهنگ جي علم کي مڪمل رد ڪرڻ واري رينگٽ ۾ لڳل آهن. انهن کي پنهنجو رڳو هڪڙو عرض آهي ٻيو گهوريو اوهين ٽرين وانگر مال جي پيرن جا نشان پلين نہ سڃاڻيندا هجو، اوهين پنهنجي آڪاهہ تہ پرتي رهي پر جي پنهنجي ئي پير جو نشان سڃاڻي ويا تہ بہ اوهانکي سلام آهي، سو فطرت جي علم ۽ فطرت جي ڄاڻن کي مڪمل رد ڪرڻ جهالت آهي.

***

# جهنگ ۽ آسمان ۾ نشانيون

ٻيلي جهنگ جا ڏاها چوڻا: "جهنگ ننگ آهي." سو جهنگ جڏهن ننگ آهي تہ انهي ننگ ڏانهن نگاهہ بہ ايئن هجڻ کپي، جئن اوهانجي پنهنجي ننگ ڏانهن هوندي آهي. وري اهي ئي ڏاها ڏوکرا هکڙي ٻي ڳالهہ بہ کندا آهن تہ ٻيلي آپ مان آسرو کونہ پلبو. کٿي کجهہ بہ ٿي پئي. پر هکڙي ڳالهہ آهي، کڏهن آپ مان نہ چاهيندي بہ آسرو پلٽو پوي ٿو، سو کنهن کنهن سال اسان ورا ٿريا آپ مان آسرو پلي ويندا آهن. پر اهي ڳالهيون ڏوکرن تہ آڳاٽيون کري ڇڏيون هيون، اهي آسمان ۽ جهنگ تي هک نگاه وجهي، موسم جو حال ٻڌائيندڙ ڏوکرا اڃان پيا آهن. انهن ڏوکرن جون آسمان ۽ جهنگ ۾ نشانيون رکيل آهن، هي اهو اندازو انهن نشانين تي نگاهہ وجهي ئي لڳائيندا آهن. انهن نشانين کانسواءِ کجهہ اندازا هو سوڻ مان بہ

لڳائيندا آهن. اهي ئي بہ طريقا اڳڪٽين لاءِ جهنگ جي ماڻهن جا آهن ۽ اهي انهن سوڻن سان موسمن جي احوال ڪانسواءِ ٻيون ڪيتريون ئي اڳ ڪٿيون ڪندا آهن. جهنگ ۾ هنن جون نشانيون وڻن ۾ بہ رکيل آهن ۽ پکين ۾ بہ رکيل آهن. آسمان ۾ هنن جون نشانيون وري تارن ۾ بہ آهن، پر تارن وارو موضوع ئي الڳ آهي انهي تي بہ ڪڏهن ڳالهائينداسين، پر پهرين اچون ٿا چنڊ ۽ سج تي.

جهڙو پڙ چنڊ جي چوڌاري هوندو آهي، اهڙو ئي پڙ سج جي چوڌاري بہ هوندو آهي. انهي پڙ ۾ ٿورو گهڻو ڦير هوندو آهي، اهو ڦير چنڊ ۽ سج واري پڙ ۾ نہ پر اهو ڦير هوندو آهي هوا ۽ برسات واري پڙ ۾ هوندو آهي، هوا جو پڙ ڏنڌلو هوندو آهي. پر برسات وارو پڙ چٽو ۽ صاف هوندو آهي، انهي برسات واري صاف ۽ چٽي پڙ جي چوڌاري وري هلڪو سائو ليڪو هوندو آهي، انهي ئي پڙ مان برسات يا ڏڪار جو اندازو ڪبو آهي. ايئن سمجهوانهي پڙ مان ئي موسمن جي سموري خبر پوي ٿي، اهو پڙ چند جي ٽيهن ئي تاريخ مان ڪنهن بہ تاريخن تي ٿي سگهي ٿو. پرانهي موسم واري خبر ڪانسواءِ چنڊ جي پهرين، ٻي ۽ ٽي تاريخ تي چنڊ واري ليڪ ۾ ڏسي بہ ڏوڪرا ٻڌائي سگهن ٿا تہ هي مهينو ڪئين گذرندو. چنڊ جي سال جي پهرئين مهيني جو آهي تہ انهي مان اهو اندازوبہ لڳائي سگهجي ٿو تہ هي سال ڪئين گذرندو. جيڪڏهن چنڊ جي ليڪ ساريکي آهي تہ ٺيڪ، پر جي چنڊ جي ليڪ جي ڪنڊ مٿي آهي تہ چنڊ آڪرو آهي، ڪا نہ ڪا مصيبت آهي. پر ڏوڪرا هيلوڪا چنڊ ڏسي اهو ٿا چون تہ هيل ڏڪار آهي، انهي ڪري جو هيل برساتون موسم ڪان پوءِ دير سان پونديون پر خير جون ناهن، ڪٽي نہ ڪٽي نقصان ڪنديون. ٻيو ڏينهن جو آسمان ۾ ڏسي بہ ڏوڪرا اندازو ڪري ويندا آهن. آسمان ۾ پچ پڪي آهي يا ڪچي، پڪي پچ برسات جي اچڻ جو آثار آهي ۽ ڪچي پچ برسات لاءِ آسرو پلڻ آهي. ڪڏهن ڪڏهن وري ڪچي پچ مٿان پئي هلندي آهي. پر انهي ڪچي پچ جي هيٺان پڪي پچ بہ هوندي آهي. اڪثر ڪري ڪچي پچ آسمان تي

صبح جو سوير پئي هلندي آهي. ڪچي پچ تيز هلندڙ پچ کي ڇنبو آهي، پڪي پچ بہ هلندي آهي پر انهي کي محسوس نہ ٿو ڪري سگھجي تہ ڪا هو هلي رهي آهي. ڪڏهن ڪڏهن هوا وري پڪي پچ کي ٿوڙي ڇڏيندي آهي ۽ ڪڏهن وري هوا پڪي پچ ٺاهيندي بہ آهي. پچ وارو سڄو ڪم هوا تي هوندو آهي. پچ ٺاهيندي ۽ ڊاهيندي هوا آهي. جيئن اڪثر ڪري ڏوڪرا چوندا آهن تہ اگتيو (اڀرندين هوا) فيٺائو آهي ۽ اتر جي هوا جوڙيندي آهي. هوا جي ڀلين هلڪي ڦرڪ لڳندي هجي پر جهنگ جا ڏوڪرا انهي ڦرڪ مان بہ محسوس ڪري وٺندا آهن تہ ڪهڙي هوا پئي لڳي. هيل اجان تہ پڪي پچ ڪٿي نظر ئي ڪونہ ٿي اچي باقي ڪچي پچ روز وڏي اُسر جو هلڻ شروع ڪري ٿي. ايئن بہ آهي تہ ڪچي پچ ڪڏهن ٻيڙ بہ پئي هلندي آهي، معنيٰ هڪ ٻي ڪي سامهين پچ پئي هلندي آهي، هڪڙيون پچون اوڀر پيون وينديون تہ وري ٻيون پچون اولھ پيون وينديون. هڪڙي ئي وقت پچن جو ٻن رخن ۾ هلڻ بہ برسات جو آثار آهي. هاڻ انهن آسمان وارين ڪجھ نشانين کان پوءِ هلون ٿا جهنگ جي ڪجھ نشانين تي.

جهنگ جون نشانيون ٽن قسمن جون آهن. وڻن جون نشانيون، پکين جون نشانيون ۽ جيتن جون نشانيون. جيتن ۾ هڪڙي چٽي نشاني آهي بلا جي. بلا مينهن سارينديي آهي تہ ٽڪ چڙهي ويندي وڻ تي. ٻي نشاني آهي ماڪوڙي جي. ماڪوڙي لاءِ اڪثر ڪري چوندا آهن تہ ماڪوڙيون پونگلا ٺاهڻ شروع ڪن تہ سمجھو برسات ساري ائن. پر ڪاڪو سيرخو نهڙي وري ٻي ڳالھ ٿو ڪري، سندس جو چوڻ آهي تہ جڏهن ماڪوڙي برسات سارينديي آهي تہ اها پونگلا ٺاهڻ بدران نگري ۾ هلڻ شروع ڪندي آهي. جڏهن ماڪوڙيون اُن ڪٽي نگرو ٺاهي ڪنهن وڻ جو ٿڙ جهلين يا ڪنهن پٽ جو پاسو جهلي اتي ان گڏ ڪرڻ شروع ڪن تہ ايئن سمجھو تہ ماڪوڙين مينهن ساريو آهي. انهي ڪانسواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي برسات جي حوالي سان جيتن جو نشانيون آهن پر اهي بہ عام نشانيون آهن. سو نکو ڪنهن اجان بلا وڻ تي وينل ڏٺي آهي ۽ نہ ئي وري ماڪوڙين جو ڪو نگرو جهنگ ۾ هلندي ڪنهن ڏٺو آهي.

وٽن ۾ وري ڪنڊي ۾ جي ڳرنڊيو ٿيا ته سمجهو ڏڪار آهي ۽ جي سگر جام ٿيا ۽ ڪرڙ ۾ ڏونئرا ۽ ڄارين ۾ پيرون جام ٿيا ته وسڪارو ڀلو آهي. ڪنڊي ۾ ويساک ۽ جيٺ جي مهينن ۾ لوئين نالي جيت لڳندو آهي، جڏهن ڪنڊي کي لوئين لڳندي آهي ته ڪنڊي جا سڄا پن ڪائي ڇاڻي ڇڏيندي آهي. ڪنڊيون ٺوڙهيون ٿي وينديون آهن. ڪنڊن ۾ لوئين لڳي معنيٰ وسڪارو چوٽ ڀلو آهي. نم وري برسات سارينڊو آهي ته هن ۾ منڊيڙا ٿيندا آهن، منڊئيڙا معنيٰ نم ڳاڙها گونچ جهلينڊو آهي. اهي به ڀلي وسڪاري جي نشاني آهن. جهنگ مينهن سارينڊو ته وسڪاري وارن ڏينهن ۾ سڪي ناٺ ٿي وينڊو ۽ جي جهنگ ڏڪار ساريو ته وسڪاري کان پهرين ئي سائو ڇهچ ٿي وينڊو ۽ جهنگ جا ماڻهو سمجهي ويندا ته هائو ڀيلي ڏڪار آهي. وٽن مان سال جي ڏينهن جو پڇ مان ۽ سج چنڊ مان مهينن جي موسم جي خبر پوي ٿي. اڪن ۾ ڦليا جام ٿيا ته ٿر پلا ٿيندا. اٺ وياٽ وهٽ جي پيشاب ڪري ۽ واپس سونگهيائين ته سمجهه برسات آ ڪِ آ، آئي بيٺِي آهي. ڊڳي جي پڻي تي مر چڙهندو، ٻڪريون وٿاڻ مان اتي اوپر روانيون ٿينديون، اُٺ جهير ڪري منهن ڪنڊي ڪاڇيل ۽ نڪو چري نڪو ڪري، ڪاڙهي ۾ وچ پٽر تي ويهي رهندي، اهي آهن وسڪاري جون مال ۽ وهٽن ۾ ڪجهه نشانيون.

ڪانءُ ٻچا اٿارينڊو. جهرڪيون واري ۾ وهنجنديون، پر ڪاڪي سيرخي نهڙي ته جهرڪي جي حوالي سان هڪڙي ٻي ڳالهه ڪئي. ڪاڪي چيو آئون هڪڙي سال سيم ۾ ويس وسڪاري جا ڏينهن ئي ويا هليا هئا، ڇا ٿو ڏسان جهرڪي جڙ پئي ڪوٽي، مون صحيح ڪيو هائو ڀيلي برسات آئي ڏس اڄوڪي ڏينهن ۾، وري جهٽ رڪي جهرڪي ڊري وئي پاسي ۾ هڄي ڄار جي ٻٽ انهي ۾. اتي ويهي ويچاريو برسات ته اچي پئي، پر هي جهرڪي ٻٽ ۾ ڇو ڊري وئي. اتي مون صحيح ڪيو ته برسات ته اچي پئي، پر اچي تيز هوا ۽ جک سان پئي، وڻ ئي پاڙهان اکيڙي ڇڏيندي. سو گهر ورندي ئي مون ڇوڪرن کي چيو اوهين ڀلين پنهنجو مال جهنگ کي ڪاهي وڃو، پر منهنجون رڍون مون واڙي ۾ ڏڪي ڇڏيون. اڄان شام ٿي ئي ڪونه ته اچي وائنور ۽ تيز هوا سان گڏ برسات نه ڇڏيائين

کو وڻ نه ڇڏيائين کو اپرو جيوو پوئي تي. ڪاڪو سيرخو نوهڙي آهي ئي جهنگ جو ماڻهو، سو هلي ئي سچو جهنگ جي اشارن تي ٿو. انهن اشارن ۾ به هن جا سمورا اشارا جهرڪي تي رکيل آهن. سو جيڪو جهرڪي هن کي اشارن ۾ ٻڌائي ٿي ايئن ئي هن جو اعتماد آهي ته ٿئي ٿو. هڪڙي ڀيري سال هجي پاڇاٽو، سڄو ڏوڏارئي جو ڳوٺ لڏي سنڌ جي بئراجي علائقن ڏانهن ويو هليو، هي پنهنجي مال سان ڏوڏارئي ۾ ئي وينو هو. هڪڙي ڏينهن پاٽي ٽانڪن مان ڪڍي گهڙا ڀري رکيائين ته هڪڙي ڏينهن جي توڻ جيترو پاڻي مس هو. پڪال اٺ تي وجهي چور پاڻي ڀرڻ لاءِ روانو ٿيو، پر وچ ۾ جهرڪي سائوڙي ٻولي، هن صحيح ڪيو ته برسات آ ڪِ آ، ڪٽڻو بار آهي پر ڪٽون ٿا. جيئن ئي هي پڪال ڀري واپس ٿيو وري جهرڪي ٻولي اهو به سائوڙي، هن ڪٽي پڪال جا منهن اتي ئي کوليا. واپس ڏوڏارئي رسيو ئي ڪونه جو اچي برسات پئي هٽي ٽوڀا ئي ڀري ڇڏيائين.

جهنگ برسات کي سارينڌو آهي، ڇو جو جهنگ آهي ئي برسات سان. هاڻ اهي نشانيون ۽ سوڻ جهنگ ۾ آهن جام، پاڻ وقفي وقفي سان انهن تي ڳالهائيندا رهنداسين. پر هتي هڪڙي ٻي ڳالهه ڪري ٿا ڇڏيون جي سائنس جو ڪو شاگرد يا استاد، انهن جهنگ جي ڳالهين تي سوچي ۽ انهي جا سائنسي سبب ڳولڻ جي ڪوشش ڪري ته چنڊ تي ڏنڊلو پڙ ڪڏهن ٿيندو آهي ۽ ڇٽو پڙ هوندو آهي ته، هوا جو دٻاءُ ڌرتي کان ڪيتري مفاصلي تي ۽ ڪيترو هوندو آهي. ڇا انهي هوا جي دٻاءُ جي ڪري ڪٿي برساتون ڪيئن پونديون وٽن تي هوا جي ڪري ساوڪ ۽ سڪڻ جا ڪي سبب ٿي سگهن ٿا. اهو سڀ سائنس جي شاگردن کي سوچڻ گهرجن ايئن بنا سوچڻ جي رد نه ڪرڻ گهرجن انهن جا سائنسي سبب به ٿي سگهن ٿا ۽ سائنس آهي ئي ڳولا جو علم شڪ ڪرڻ واري سوچ سو شڪ ڀلين ڪري پر ڳولي به صحيح، اهين ئي ڄٽن جون ڳالهيون سمجهي رد ڪري ته به سائنس آهي وس واري.

***

# ڏڪار

ڏڪار ۾ ٿر جو ماڻهو گهڻو تڻو ڏتڙجي دربدر ٿئي ٿو. ماڻهن ۾ پيل ۽ مال ۾ ڏڳي. ٻئي ذاتيون ڏاڍيون ٻه حد آهن. جي ڏڪار پيو ته پارڪر جي ڏڳي ۽ ٻانيڻ ٽوپي جا پيل اوهانکي سکر، نوابشاهه ۽ سانگهڙ کان اورتي ڪونه ڏسائيندا. ۽ جهڙي وري پنڌ جي ڏاڍي ڏڳي اهڙو ئي وري پنڌ جو ڏاڍو پيل آهي. جيئن ٺڪرن ڪانپوءِ وڏي زمينداري ٿر ۾ پيلن جي پنهنجا تڙ ۽ پنهنجا تڏا، ايئن وري ٻڪري ڪان پوءِ ٿر ۾ گهڻو تڻو جانور ڏڳي آهي. ٻر جي ست ڏڪار ساريڪا پون ته ٻه ٺڪر ذات جو ماڻهو لڏو ڪڻي پٽ هيٺ لهي ٻئراج ڪونه ويندو. اوهان کي ٿر جو ٺڪر ٻئراج ۾ مال چاريندي يا لاباري ڪندي ڪڏهن ٻه ڪونه ملندو. ايئن وري هلڪي سلڪي ڏڪار جي ٻڪري کي ٻه پرواهه ڪونهي، ٻنيهه ٽينيهه وڻ ٻه ٻڪري چري ويندي، رڳو تسي تي

پاڻي ملي. اڪ جي پنن ڪان وٺي ڄار جا پن، پيرون، ڪنڊي جا پن، ٻيرن جو پلڙ اهي ٻڪري شوق ڪري کائيندي. پرپيل ڍڳار جو تر پاڙي آهي. رڳو ڏيندو لوڙهي ڪي ڍينگهر، جي پلا وسڪارو پلو ٻه ٿيو ته ڪرو ڪٽيو يا نه ڪٽيو، راڄن جون ڍڳيون ڪندو اڪ ۾ منهن ڪندو اتر ۽ نڪا اچي ڪندو بئراج. پر انهي جي پيٽ ۾ ڍڳي سڪار سال ٿيو ته ٻارنهن مهينا ٿر ڪونه ڇڏيندي پر جي ڏڪار سال هوندو اڪين مان پاڻي پيو وهندو ۽ منهن ڪندي مٽي. ٻئي اب ڪي ايلاز ڪندي من ڪا چنڊ ڪيرائي. ذات جانور مان ڪهڻي ۾ گهڻو اوسيئڙو برسات جو ڍڳي ڪي هوندو آهي ۽ ڪهڻي سرهڻي ٻه برسات جي ڍڳي ڪي ٿيندي. پر ڍڳي جي دربدر ٿيڻ جو وڏو سبب اهو آهي ته ڍڳي پلين بک ۾ پاهه پئي ٽئي پر حرام جي ڪنهن وڻ ۾ منهن هڻي. ڪوبه وڻ ڍڳي کائي ٿي ڪونه ڪيتري ٻه ڪٽي بک هجي، وڏ ۾ وڏ سڻ ۽ ٻوهه کائيندي سو ڍڳي جي سنڌ وڃڻ لاچاري آهي ۽ پيل جو سنڌ وڃڻ شوق آهي. پيل ته ڪنڪن جي لاٻارن ۾ ٻه لڏا ڪٽي سنڌ ڪمائڻ اچي ٿو. اهي جيڪي سنڌ ۾ گهڻا پيل ٿا ڏسو نه هاري، انهن سان لک ساعت ويهو. اهي سڀ جا سڀ اوهانکي ٿر جا ملندا. اتان ڏڪارن ۾ دربدر ٿي ۽ سنڌ جي شوق ۾ اچي هتي آباد ٿيا آهن. ڍڳي ۽ پيل ڪانپوءِ وري ٻي نمبر تي ٿر ۾ آيل ڏڪار جو شڪار ڪولهي ۽ رڍ ٿين ٿا. هون ته چوندا آهن رڍ ٻي زبانو جانور آهي. خير زبان ته آهي هن کي پر آهي صفا ڳوپ اهو جانور ٿريا انهي ڪري رکندا آهن جو ٻين سڀني جانورن مان گهڻو فائدو وري رڍ مان آهي. ڇو جو رڍ سال ۾ ٻه تور ڏي ٿي. ڏڪارن ۾ پٽن جو پنڌ ڪري بئراج پهچي ايتري ست رڍ ۾ ڪونهي.خير هاڻ روڊ نهيا آهن ٽرڪون پري ٻه رڍون سنڌ جي ٻين حصن ڏانهن رسائي سگهجن ٿيون، پر اڳي ايئن ڪونه هو سو ڏڪارن ۾ ٿري پاڳيا رڍن ڪي سستيون مهانگيون ڪپائيندي دير ئي ڪونه ڪندا هئا. هتان اپ مان آسرو پليندا هئا هتان رڍون ٿيون واپارين جون. رڍ سان مصيبت اها آهي جو هو صرف ۽ صرف زمين وارو گاهه ڪنڌ هيٺ ڪري پٽي کائيندي. باقي وڻن سان هن جو واسطو

ڪونهي. ايئن ئي رڍ وانگر ڪولهي به صفا سياڻو. گهڻن تڻن ڪولهين جي ٿر ۾ ايتري زميناري ڪونهي، هو اتي به هاري آهن ۽ نه ئي وري ٿر ۾ ڪولهي وٽ گهڻو مال آهي. ڪولهي جي ڪمائي جا ذريعا وري ٿر ۾ پنهنجا آهن، جهيرٽا ناهڻ گگر يا ڪوئنر لاهڻ، ماڪي لاهڻ، ڪاڻيون وڪڻڻ، سو ڪولهي جهڙو هتي تهڙو هتي. ٿر ۾ پارڪر ڪانسواءِ ڪولهي آهي ئي تمام گهٽ، جيئن ٿر ۾ رڍ به ايتري گهڻي ڪونهي. سو جي وسڪارو ٿيو ته به ڪولهي چار مهينا وسڪاري جا ڪمائي وري ويندو سنڌ، اتي وچي لابارو ڪندو ۽ گهڻا تڻا ڪولهي بئراج ۾ هاري به ٿر ڪي ويجهي واري پٽي ۾ آهن ۽ سڀ جا سڀ پارڪريا ڪولهي آهن. انهن ڪولهين ۾ سٺي ڳالهه وري اها آهي جو ڪم جا صفا چٽا وڏا محنتي، پر ڪولهين سان مصيبت وري اها جو آڪاهه هوندي وڏي، اسان وٽ ڪاڪي ڪينئري ڪولهي جا رڳو ٺو (9)ته پٽ آهن. ڪولهي ۽ رڍ ڪانپوءِ ٿر ۾ گهڻو آهن اٺ ۽ مينگهواڙ، سو اٺ ڪي به ڏڪار جي پرواهه ڪونهي ۽ نڪو پنڌ جي پرواهه مينگهواڙن وري وڏي مڙسي ڪري اڃي شهر جهليا آهن. هن پوئين بن ڏهاڪن ۾ جيترو مينگهواڙ شهرن ۾ اچي آباد ٿيا آهن، ايتري شايد ڪا ٻي ذات شهر آئي هجي. ڳوٺن جا ڳوٺ لڏي اچي مٺي ۽ اسلام ڪوٽ ۾ ويٺا آهن. مينگهواڙن ٻي وڏي مڙسي اها ڪئي آهي جو تعليم جي ميدان ۾ جتان وجهه مليو، پٽي سٺي به ٻچا پڙهايا اٿن. سو گهڻا تڻا نوڪرين واري روزگار سان آهن ۽ جي ڪو نياڳو پڙهي نه سگهيو يا مائٽن ۾ مرڳو حال ڪونهي ته پوءِ مينگهواڙن مان هر ڳوٺ جي هر گهر مان ڪونه ڪو ڪراچي وارين گارمينٽ فيڪٽرين ۾ درزڪي ڪم سان لڳي ويو. هزارن جي تعداد ۾ مينگهواڙ ڪراچي وارين گارمينٽ فيڪٽرين ۾ لڳل آهن. باقي رازا ته ٿر ۾ سڀ جا سڀ مينگهواڙ آهن. جڏهن وسڪارا پلا ٿيندا آهن ته ڪراچي واريون گارمينٽ فيڪٽريون به ويران ٿي وينديون آهن. مينگهواڙن جو ته وڏو انگ گارمينٽ فيڪٽرين ۾ آهي پر ٻيا ٽريا به اتي جام آهن. باقي جيڪي رود گذريل دور ۾ ٿيا ۽ چڪڙن مان بسون ٺهيون ته هاڻ ٿر ۾ اٺ به

اوترا ناهن رهيا. مٿان وري اٺ ڀِٽيھہ وڻ ٿو چري سو اٺ ۽ مينگھواڙ تي ڏڪار ايترو اثر انداز ڪونہ ٿو ٿئي. باقي ٿر ۾ لڏي آيل ۽ اڳي ويٺل مسلمان لڏپلاڻ ڪري ئي ڪونہ ٿو، هن جو مال بہ پيل ڪولهي ئي ڪاهي وڃن ٿا. پروڪي ٻوڏ ۾ جيڪي لاڙ ۽ ناري جا ماڻهو مال سوڌا پٽ ڪي چڙهيا، انهن جي مهربانين سان پر ڪانپوءِ ٿر جي ايڪڙ ٻيڪڙ ڳوٺن ۾ ماهو ڏڻ بہ اچي ويو آهي. هن بندي پاڻ هيل ڳوٺ جيئندي درس جي درسن ۾ ماهو ڏڻ ڏٺو. مينهن تہ آهي پاڻي جو پوئنرو سو ٿر ۾ ڪيئن جاليندو، اهو تہ ٿرين کي سوچڻ کپجي. ٻيو ڪو اهڙو خاص جانور ٿر ۾ آهي ڪونہ.

هاڻ انهي ٿر ۾ پوندڙ ڏڪار جي حوالي سان ڏاهن تہ اهو ٿا چون تہ جي گهٽ ڏڪار ٿر ۾ پيو تہ20 سيڪڙو لڏپلاڻ ٿئي ٿي، جي ٿورو شديد ڏڪار پوي ٿو تہ 30 سيڪڙو ۽ جي صفا ڪارو ڏڪار ٿر ۾ پوي ٿو تہ 40 سيڪڙو لڏپلاڻ ٿيندي آهي. اها لڏپلاڻ انهن ذاتين ۽ مال جي ٿئي ٿي، جنهن جو ذڪر پاڻ ڪري آيا آهيون. اتي ئي هڪڙي ٻي ڳالھ بہ ڪندا هلون اڪثر ڪري چوندا آهن تہ ڪيترا ئي مينهن پون پر ٿريو مينهن گهرندو ئي گهرندو. انهي جا بہ بابلا ڪجھ سبب آهن. پلي سال جي لاءِ اهو آهي تہ جي 200 ڪان 300 ملي ميٽر برسات يعني 8 ڪان ٻارنهن انچ برسات پوي تہ اهو سال پلو آهي، پر انهي لاءِ ايئن ڪونهي تہ ڪو ٻن ڏينهن ۾ ايتري برسات پئجي وڃي تہ اها پلي سال جي نشاني آهي. انهي لاءِ وري 100 ڪان 150 ملي ميٽر يعني چار ڪان 6 انچ جون ٽي برساتون 65 ڪان 75 ڏينهن ۾ مخصوص وقفي سان پون تہ اهو ئي پلي سال جي نشاني آهي. اهي بہ جولاءِ جي چوٿين هفتي ۽ اگسٽ جي پهرين هفتي ۾. اهي برساتون سلام ڪوٽ کان اپرندين سيم پاوي جو تڙ، سينهري درس، ٿاري جو تڙ ويندي تجوسر ۽ تارياڻي وڪڙئي تائين. اتي جي سيم هي بندو پنهنجي اکين سان ڏسي آيو آهي، صفا پلي آهي، پر ٿر بہ وڏو پيو آهي. 22 هزار اسڪوائر ڪلوميٽر آهي. جيڪو پاڻ واري سنڌ جو15.61 سيڪڙو جاگرافيڪل ايريا آهي. سو انهي ايترڙي ٽڪري تي بہ

برساتون پيون آهن، اجان تہ الائي ڇا ٿئي؟ مٿان وري ڪي اڪابر اها بہ ڳالھ ڪن پيا تہ موسمياتي تبديلين جي ڪري جيڪو وسڪارو وچ جون کان وچ آگسٽ تائين پنجهٽ کان پنجهتر ڏينهن هوندو هو، سو هاڻ وري وچ جولاءِ کان وٺي سيپٽمبر تائين هوندو. جي اها موسم جي تبديلي آهي تہ ٿر جا گھڻا فصل جيڪي اڳي پوکجن ٿا، اهي تہ ٿي ئي ڪونہ سگھندا. مثال انهي موسم ۾ ٻاجھر جو تہ تيلو ئي ڪونہ ٿيندو. مٿان وري ٿر جي 70 سيڪڙو زمين تي وڻ ۽ ٻوٽا آهن، اهي انهي موسم واري مينهن ۾ ساهہ پٽي سگھندا يا مرڳو ويندا سڙي، ڇو جو سيٽمبر کان تہ سيارو ٿو شروع ٿئي. اهي ڳالهيون ٿرين کي پريشان ضرور ڪنديون. سو اهو ڪلائيميٽ چئينج (موسم جي تبديلي) وارو ڦيرو بہ ٿرين کي ڏسڻ گھرجي، پنهنجي پوکي وارن فصلن کي تبديل ڪرڻو پوندو. جيئن گھڻن ماڻهن ٿر ۾ توريو ۽ ڪٽڪ بہ پوکي هئي، هاڻ وري اها موسمي تبديلي. اڳي وري ٿرين سان مصيبت اها هوندي هئي جو.ڏهن سالن جو جائزو وٺون تہ ڏهن سالن مان چار سال تہ چنڊ ئي ڪونہ ڪرندي هئي، ڏڪار هوندو هو، ٽي سال وري وچٿرا مينهن پوندا هئا، ٽي سال نارمل يعني گهربل مينهن پوندا رهيا آهن. هاڻ اهي تہ ٿيا ٿر تي پوندڙ ڏڪار، هاڻ اچو انهن جي حل تي تہ انهن ڏڪارن جو حل ڇا آهي؟

ڏڪار جو حل ڇا هوندو يا ڇا هجڻ گھرجي؟ اڳين فوجي حڪومت تہ بلوچستان ۾ مصنوعي ڪڪر بہ وسايا هئا، اهو تجربو الائي ڪٿين رهيو؟ پر چوڻ وارا اهو ٿا چون تہ مصنوعي ڪڪر وسائڻ جا پيا گھڻا نقصان بہ آهن. سو ڏڪار جو حل تہ اجان تائين ڪو ڀرپور نموني سان سامهون آيو ڪونهي پر انهي جي اثر کي گھٽ ڪري سگھجي ٿو. اڳي جڏهن سال 2000 ۽ 2001 ۾ 120 ملي ميٽر، 2001 ۽ 2002 ۾ 100 ملي ميٽر، 2002 ۽ 2003 ۾150 ملي ميٽر برسات پئي هئي ۽ مسلسل ٽي سال ڏڪار پيو هو ۽ ٿريا پريشان ٿيا هئا، انهن ڏينهن ۾ ڪجھ ڏاهن اهو ڏس ڏنو هو تہ جيڪڏهن ٿر ۾ ڏڪار جي شدت ۽ نقصان کي گھٽ ڪرڻو آهي تہ انهي لاءِ ٻيو ڪجھ نہ ڪجي، رڳو ٿر ۾ رابطي جا ذريعا ڏجن

ته اها شدت ڪنهن حد تائين گهٽ ڪري سگهجي ٿي. معنيٰ ٿر ۾ روڊ جي سهولت وڌ کان وڌ ڳوٺن ۽ واندين ۾ هجي. ٻي اها ڳالهه ٿي هئي ته ٿر ۾ پيو نه تڏهن به پيئڻ جي پاڻي جي سهولت هر ڳوٺ تائين مال توڙي ماڻهو لاءِ هجڻ گهرجي، ته اها به ڏڪار جي شدت کي گهٽ ڪري سگهي ٿي. اهي به وڏي ۾ وڏيون سفارشون ڏڪار جي شدت کي گهٽ ڪرڻ لاءِ هيون، انهي مان هڪڙي سفارش تي ڪنهن حد تائين ڪم ٿيو آهي، جو ٿر جي ڪافي ڳوٺن کي روڊ جي سهولت گذريل دور ۾ ملي آهي. باقي پاڻي واري سفارش تي ذرو به ڪم ناهي ٿيو. روڊ جي سهولت اڃان به رهيل سمورن ڳوٺن تائين پهچي. اهو روڊ ڏڪار جي شدت کي ايئن گهٽ ڪري سگهي ٿو ته هڪ ته جيڪو ماڻهو بئراج ڏانهن پنڌ ڪري؛ پنڌ ۾ ئي مال ماري مهيني ۾ نهٽي نبي سر ۽ نئوڪوٽ وٽان اچي بئراج ۾ داخل ٿيندو، اهو وري جي روڊ هوندو ته مال وجهندو ٽڪ ۾ ڏينهڪ وچي ساماري کان اڳتي ٿيندو، جلدي پهچي ويندو. ٻيو اهو ٿيندو جي پنهنجي سر هو ڪو بوهه ٻي وٺي ڪٽي وڃي ته انهي ۾ به وڏي آساني ٿيندي. انهي ڪانپوءِ جي ڪو سرڪاري يا غير سرڪاري ڏر ڪا واهر ڪندي ته انهي کي روڊ هوندو ته 23 سئوڳوٺن ۾ پهچڻ ۾ آساني ٿيندي. ٻيو جي مال ۽ ماڻهن لاءِ رڳو ٿر ۾ مٺي پاڻي جو مستقل بندوبست ٿي وڃي ته اهو رڳو پاڻي ئي وڏي لڏيندڙ آبادي کي روڪي سگهي ٿو. ماڻهو ۽ مال وڃن ئي پاڻي جي ڪري بئراج ڏانهن ٿا. ڇو جو برساتون نه پوڻ جي ڪري پار ته سڪيو وڃن پر زير زمين پاڻي به وڏيڪ کارو ٿيو وڃي. باقي امداد تي نه مال ۽ ماڻهو جي لڏپلاڻ کي روڪي سگهجي ٿو نه ئي وري اهو ڪو ڏڪار جو مستقل حل آهي. اڃان به جي ڪوئلي وارو ڪم هلي پيو انهي جي آسري تي ئي صحيح، پاڻ وارا ٿر جا سيٺ اسلام ڪوٽ ۽ مٺي ۾ ڪي گارمينٽ فيڪٽريون ئي لڳائن ته به ٿر ۾ گارمينٽ جا وڏا ڪاريگر موجود آهن. اهي اتي ئي روزگار لڳي وڃن تڏهن به ڏڪار جي نقصان کي گهٽ ڪري سگهجي ٿو. باقي جيڪي اهو ٿا سمجهن ته امداد ڏيڻ سان ڏڪار جي نقصان کي

گهٽ ڪري سگهجي ٿو نہ ڏيو. هڪڙو پلو ٿيندو پٽيلن جو ۽ ٻيو پلو ٿيندو ادارن ۽ سياستدانن جو مڙئي ڪک سائي ڪندا، ٻيا ٿيا خير. جيئن هينئر ورلڊ فوڊ واري اسڪول ۾ ملندڙ گيهہ جي ڏٻي ٿر جي تعليم جو ستياناس ڪري ڇڏيو آهي. ماستر ۽ مائٽ پيا گيهہ جي ڏٻن پٺيان هلن، اولاد ۽ شاگردن کي ڪمائي جو ذريعو ڪري ڇڏيو اٿن.

***

## اُبَ جتي آسرو نہ موگان جتي ميھہ

اڳي تہ ڏوڪرا وسڪاري جا ڏينهن شروع ٿيڻ ڪان مهاند ئي پيا سوڻ ٻولائيندا هئا ۽ نشانيون نهارڻ وارا پانڊرا ڪندا هئا. انهن پانپرن ڪانسواءِ وڏو ويساهہ وري ٽپڻي تي بہ ڪندا هئا. ايئن سمجهو پهريون پانپرو ئي ٽپڻو آهي. سو مهراج جي گهر جي واٽ رڳو لڳن ڪڍائڻ لاءِ ڪونہ هوندي هئي، پر موسمن جا احوال بہ اتان وٺندا هئا. انهي ٽپڻي تي جيترو ويساهہ هندو ڪندا هئا، اوترو ئي ويساهہ ڪجهہ مسلمان ذاتين جو بہ هوندو هو. انهي ٽپڻي ۾ وري ٻارنهن ميگهہ آهن. انهن ٻارنهن ميگهن ۾ هڪڙو منڊڙو ميگهہ آهي، باقي يارنهن ميگهہ سڄا آهن. هي جيڪو ڌرتي تي مينهن وسائي ٿو، اهو منڊڙو ميگهہ وسائي ٿو. جيڪڏهن بہ ميگهہ گڏجي مينهن وسائن تہ هٽي ملڪ ٻوڙي وجهن. هن ڌرتي تي ڪجهہ بہ نہ رهي. اهي ميگهہ رهن اندر لوڪ ۽ آڪاس لوڪ

۾ ٿا، پر اهي بہ مالڪ جي حڪم جا ٻندا آهن. انهن ميگهن ڪانسواءِ ٽپڻي ۾ اهو بہ هوندو آهي تہ انهي منڍڙي ميگهہ جو واسو ڪنهن جي گهر ۾ آهي. اڪثر ڪري ميگهہ جو واسو هوندو آهي، ڪنڀار جي گهر ۾، مالهي جي گهر ۾، واڻئي جي گهر ۾، ٻانڀڻ جي گهر ۾ يا راجپوت جي گهر ۾. جي ڪنڀار جي گهر ۾ واسو هوندو تہ بہ برسات سٺي پوندي، ڇو جو ڪنڀار جي چڪ جي پاسي ۾ چڪراٺون ڪڏهن بہ سڪندو ناهي ۽ سدائين اگهڻ تي مٽيءَ پسڻ جي اوسيئڙي ۾ هوندي آهي. جي مالهي جي گهر ۾ واسو هوندو تہ بہ مالهي جي واڙيءَ بہ برسات جي آسري ۾ هوندي آهي. مالهي جي گهر جي واسو هوندو، تہ برسات نارمل پوندي. واڻئي جي گهر ۾ واسو هوندو تہ بہ سٺو. جيڪو سٺو واڻيو هوندو آهي، اهو پنهنجي گراهڪ کي ڪڏهن بہ خالي ڪونہ موٽائيندو، ٿورو يا گهڻو سامان ضرور ڏيندو. انهي ڪري جي واڻئي جي گهر واسو آهي تہ ٿورو گهڻو مينهن ضروروسندو. جي راجپوت جي گهر ۾ واسو آهي تہ راجپوت وري ڇا ڪندو آهي، پنهنجي گهر جيڪو هوندو اهو بہ ٻين کي ڏئي ڇڏيندو آهي. انهي ڪري برسات پوندي صحيح پر تي سگهي ٿو هتي نہ وسي. ٻئڻ پئي پلا جي ميگهہ جو واسو آهي ٻانڀڻ جي گهر ۾ تہ پوءِ ڏڪار آهي. ڇو جو ٻانڀڻ جو ڪم آهي گهري وٺي اچڻ. انهي ڪانپوءِ آهي تہ روهڻي ڪٿي آهي؟ جبل ۾ آهي، جبل جي ڪناري تي آهي يا درياءَ ۾ آهي؟ جي روهڻي جبل ۾ آهي تہ بہ خير گهڻ برساتون. جي روهڻي جبل جي ڪناري تي آهي تہ بہ ورهيہ ٺيڪ آهي. پر جي روهڻي درياءَ ۾ آهي تہ پوءِ سڌي سنئين ٻوڏ آهي. روهڻي ڪانپوءِ آهي تہ منڍڙي ميگهہ جي سواري ڇا تي آهي؟ هڪڙي هوندي آهي هرڻ جي سواري جي هرڻ جي سواري هوندي تہ ڪٿي هوندي ڪٿي نہ هوندي. ڇو جو هرڻ جڏهن ڊوڙندي آهي تہ هن جي هر وک نو نريون هوندي آهي. انهي ڪانپوءِ هوندي آهي، پاڏي جي سواري، انهي پاڏي سواري ۾ برسات گهٽي پوندي. ڇو جو پاڏو هلڻ ۾ سست آهي. انهي ڪانپوءِ آهي هاٿي جي سواري، انهي ۾ بہ برسات ٺيڪ ٺاڪ هوندي. ڇو جو هاٿي ڊوڙي تہ تڪو

ٿو، پر انهي جي وک ايڏي وڏي ناهي. انهي ڪانپوءِ ڏکي جي سواري. انهي ۾ به نارمل برسات پوندي آهي. برهمڻ ڪا به اڳڪٿي ڪرڻ کان پهرين ٽپڻي ۾ اهو ضرور ڏسندو ته روهڻي ڪٿي آهي؟ واسو ڪنهن جي گهر آهي؟ سواري ڇاجي آهي؟ انهي ڪانپوءِ ئي برسات جي حوالي سان ڪا اڳڪٿي ڪندو. وڏيڪ اهو پڳت ڪاڪو نهالو مينگهواڙ ڪٺهار وارو ئي ٻڌائي سگهي ٿو.

ٽپڻي ڪانپوءِ پانپرو آهي اپ ۾ ڏسڻ. ٻلي ڪٽي اوٽتيهين اونڌهه هجي، پر تارن ۾ اها روشني نه هجي ته برسات گهٽي پوندي. چنڊ ۽ سج جي اڀرڻ واري واٽ ساڳي هجي. هون ته ٻئي اوڀر کان ئي اڀرن ٿا پر اوڀر ۾ به سج ڪڏهن ڪٿان ته ڪڏهن ڪٿان پيو اڀرندو آهي. ايئن ئي چنڊ ڪڏهن ڪٿان ته ڪڏهن ڪٿان پيو اڀرندو آهي، پر جي ٻئي هڪڙي هنڌان اڀرن ته وسڪارو ڀلو. ڪتيون جي سر تان لڙي ويون ته سمجهو هاڻ برسات ڪونهي، ڀلين اڃان موسم هجي پر برسات ڪونه ايندي. چوندا آهن انهي ڪانپوءِ هوا وارو پانپرو. هون ته اڳتيو فيٽائو آهي، پر سرامڻ ڪي اڳتيو ڻاهيندو آهي. جي سرامڻ جي مهيني ۾ اڳتيو واءُ لڳي ته سمجهه برسات ايندي. ٻيو جي سج اڀري سئون اڳتيو لڳو ته آڙنگ مچندو. اڳتي ئي تي آڙنگ مچندو صحيح پر وسندو ڪونه جي اڳتي ئي آڙنگ مچائي ڇڏيو. مٿان واهوندو يا اتر لڳو ته برسات آ ڪِ آ. پر جي اڳتي ئي جي مچايل آڙنگ مٿان ڪاڇي لڳو ته آڙنگ ڪجي ويندو. ڀلين ڪهڙو به مٿل آڙنگ هجي. ڪاڇي دير ئي ڪونه ڪندو. جي ٻلا ٻڌري ۾ اتر هوا لڳي ته سپ ڪڪر ڇهي پوندا. هيل ته ٻه ٻڌرا آهن، جيڪي هر ٽي سال ڪانپوءِ ايندا آهن. هيل ته ٻڌرو به اسو وانگر پيو وسي، پر هون ٻڌري جي لهاڻ ٿيندي، چاليهه ڪوه مٿي ۽ چاليهه ڪوه ويڪري، ملڪان ملڪ ساريڪو مينهن. اسو جي مهيني ۾ ساريڪو مينهن ڪونه وسندو رڳو اوهيرا هوندا، هڪڙي پٽ تي هوندو ته وري سامهين پٽ اوسي پئي هوندي، هڪڙي ڏهر تي هوندو ته ٻيو ڏهر اوسو پيو هوندو. اسو جي چنڊ ئي سپ جهٽيندي آهي، جنهن مان موتي سپجي ٿو. اسو جي چنڊ ڪانسواءِ ٻي چنڊ سپ ڪونه

جهڻيندي. ڪارو اصيل نانگ به اسو جي چنڊ جهڻيندو آهي، جيڪا زهر ٻٽبي آهي. آثار ۾ وري اڀون جام هلنديون آهن. اڀون رڳو مينهن جو آسرو هوندو آهي. جيستائين اڀون هلنديون پيون اوستائين آسرو ڪونه پلبو. پر موڳون مينهن جي پڪي نشاني آهن. اڀون ۽ موڳ پچن جا قسم آهن.

اڀ جتي آسرو نه موڳان جتي ميهه
ساسو جتي ساسرو نه سالا جتي نيهه

آسار ۾ وري چار مندون آهن. مگسر، ڪرڪت، آڏر، سوتم. انهن مان مگسر خالي نه وڃڻ ڪپي. آڏر لاءِ وري ايئن آهي جي گجيو ته وسيو.

آڏر گڙوڪو گهڻ بادل گهڻ ٻيج
نيڙا رکي ٻڙڌيا نه ڪوڙي رکي ٻيج

چوندا آهن ته ڪنوڻ سر اتر ٿي ته برسات آ ڪِ آ، پر جي ڪنوڻ آهي به اتر پر سر اتر ناهي ٿوري اوپر آهي يا ٿوري اولهه آهي ته پوءِ برسات اوڏانهن لڙي ويندي، ايندي ڪونه. لاڙي مينهن ايندو ڪونه جي آيو ته ٻوڙي ئي ٻوڙي. هون ته اڇن ڪڪرن ۾ گوگهه ۽ ڪارن ۾ مينهن هوندو آهي. ڏانگڙو جي سڪي تي ڪديائين ته برسات ڪندو پر جي ڏانگڙو وسندي مينهن ڪديائين يا وسي اوڪامڻ ڪانپوءِ ڪديائين ته مينهن ڪونهي سمجهه ويو. انهي ڪانپوءِ جي پلا مينهن اهڙو پيو آهي جو اوڪامڻ جو نالو ئي نٿو وٺي ته پوءِ ايئن ڪندا آهن جو ڪو ٻيلاڙي ۾ چايل مائي ڪاٺ جي ڏوئي سان ڪنهن ٿانءَ ۾ برسات جو پاڻي وجهي چئني ڪندن تي اڇلي. جي رات جو برسات پي پئي ۽ آسمان ۾ ڪٿي هڪڙو تارو نظر اچي پيو ته چا ڪري جوپنهنجي اوڙي پاڙي جي ست ڪاٺن جا نالا وٺي، چني کي ڳنڍ ڏيندي وڃي. اٺون ڪنهن چنّي جو نالو وٺي ڳنڍ ڏيندي ته برسات اوڪامي ويندي.

انهي ڪانپوءِ پانپرو آهي اڪاٽي جو، جنهن کي جهنگ جا ماڻهو هارين جو پرب به چون. انهي اڪاٽي جي ڏينهن چا ڪندا جو گهر جي اڱڻ ۾ ڪرو ناهيندا، انهي ۾ هر جنس رکندا، پوءِ ڏسندا ته ماڪوڙي ڪڻ ڪٽي ڪيڏانهن ٿي وڃي. ماڪوڙي جي ڪڻ ڪٽي

واپس گهر ڏانهن ٿي وڃي تہ سمجهو ڏان کونهي، هيل ورهيہ سٺو ناهي، ڪتان ڏان وٺي اچڻو پوندو. پر جي پلا ماڪوڙي ڏان کڻي گهر کان ٻاهر ٿي وڃي تہ پوءِ ڏان جام ٿيندو، ماڻهو هتان کڻي ويندا. ٻيو چا ڪبو آهي جو ڪچي مٽي جا چار پيالا ناهي اهي پاڻي سان ڀري ڇڏبا. انهن پيالن تي وسڪاري جي چئني مهينن جا نالا رکبا. سرامڻ بڊرو، اسو. پوءِ جيڪو ڀرين ٿٿو، انهي مهيني ۾ برسات ڀرين پوندي. جي چار ئي نتا ٿٿن تہ پوءِ گهوريو. انهي ڪانپوءِ وري بہ پيالا ناهي هڪڙي مٽي اڇي رڌ جي اُن جو ٻڙو، ٻي مٽي ڪاري رڌ جي ان جو ٻڙو، ٻئي ٻڙا هڪ جيترا رکبا. جي ڀرين اڇو ٻڙو پاڻي چوسي چوسي ٻڌي ويو تہ سمجهو ڪارو ڏڪار، جي ڪارو اُن جو ٻڙو ڀرين پاڻي چوسي چوسي ٻڌي ويو تہ سمجهو وسڪارو. سو ڪاري ڏڪار واري ڳالهہ آتان ٿي آهي. انهي ڪانپوءِ هارين جي ڪچهري ٿيندي آهي، پوءِ هر ڪو پنهنجو پنهنجو رايو ڏيندو آهي. بابا مونڪي مالاري سائوڙي ٻولي وسڪارو هيل آهي، ڪو چوندو مون ٻلا وڻ تي چڙهيل ڏٺي، ڪو ڪنڌي جي ڳالهہ ڪندو، ڪو ڪرڙ جي ٻر سپ رايا ڏيندا. انهن راين ڪي سامهون رکي آڪاڻي جي ڏينهن برسات لاءِ يعني وسڪاري ۽ ڏڪار جي اڳڪٿي ڪبي آهي.

ٻيو وري ٻارڙا ڪارڙو ڪونپارڙو بہ ڪندا آهن، جنهن ڪي مينهن ميڙ بہ چئبو آهي. ٻيو وري ٻارڙا گهنبڙيون کڻي ننڍڙا ڪاني جا هريا ناهي، ڳوٺ جي چوڌاري گهنبڙيون وڄائيندا ويندا ۽ ڪاني جي هرئي سان ڳوٺ جي چوڌاري ڪيڙي ڪندا ويندا. گوڙ جا بہ قسم آهن، ڪنوڻ جا بہ قسم آهن. لهاڻ جا بہ قسم آهن. ڪڪرن جا بہ قسم آهن. گونگي برسات، گونگي گوڙ، ٻڪراڙ ڪنوڻ. ٻڪراڙ ڪنوڻ تي ٻڪراڙ نالو انهي ڪري پيو جو چنڊ لڳڻ کان اڳ ۾ ٻڪري تڪڙي اوٺ جهليندي، پر جي ٻڪراڙ ڪنوڻ اٿي تہ اها ٻڪري کان بہ تڪڙي. انهي تي وري ٻي ٻيري.

***



ٻاڻ واري ھن خالد ڪنيار جا تہ، پنڌ ئي پنھنجا آھن. ڪڏھن صوفين وانگي ڌيان ۽ گيان جي دنيا ۾ غلطان، تہ ڪڏھن وري جوڳين وانگي جھرجھنگ لتاڙيندي ملندو. فطرت سان ھم آھنگي تہ ھن جو اصل پيشو آھي. انھي لاءِ تہ لڪ لتاڙيندي بہ نظر ايندو تہ ڪڏھن وري رولاڪ قبيلن جي حسب نسب ۽ پنڌ پيچرن جا مارڳ اوھاڙيندي انھن جي ڏيرن تي ڏسندا. اھو ئي سبب آھي جو خالد جوڳي سنڌ ۾ ھڪ مشھور ڏند ڪٿا "رٻارين دودي سومري جي سوڳ ۾ ڪارو ويس ڪيو آھي" جو پيرو ڪڍيو آھي تہ اھو ڪوڙ جو ڪاڪ محل آھي. اھڙا ڪيئي ڪاڪ محل ھن دوست ڊاھي پٽ ڪيا آھن. انھي ڪري اسان وارو ھي يار جھڙي تھڙي ڳالھ ۾ ھٿ وجھندو ڪونھي. جي ڪنھن ڳالھ جي اصليت پريان لڳو تہ انھي جو پيرو ضرور ڪڍيو آھي. خالد سنڌ جي جنھن خطي جو خمير آھي، انھي علائقي جي ٻولي ڏاڍي شاھوڪار آھي. ھن جي لکڻي Spoken language ۾ آھي. انھي ڪري اسم ۽ ضمير تي ڪم ڪندڙ درسي اديبن جي نرڙ ۾ ھي لکڻي گھنج وجھي سگھي ٿي. پر اھي ماڻھو جيڪي شيل، شڪار، خفت ۽ رولاڪين جا شوقين آھن، انھي لاءِ سونھي جو ڪم ڏئي سگھي ٿو. ھون جوڳين جا بہ ڪم ھوندا آھن. ھڪ جوڳ پچائڻ ۽ ٻيو رولاڪيون ڪرڻ. خالد جڏھن جوڳ پچائين تہ سنڌ جي صوفيائي رنگ ۾ سجايل ڪومل احساسن ۽ خيالن وارو ڪتاب "گودڙي" پڙھندڙن کي پيش ڪيائين، ۽ ھاڻ جڏھن رولاڪين ٿان وريو آھي تہ انھي خانہ بدوش، ڏڪاريل ۽ رولاڪ قبيلن جون ڪٿائون ڪڍي آيو آھي؛ جن سان اسين ويھڻ تہ ٺھيو پر ملڻ بہ گوارا نہ ڪندا آھيون. ايندڙ پيري جوڳي جوڳ ۾ ويھي ڌيان ۽ گيان سان خيال جي خدائي ڪيڙي يا ٻگري (ليپ ٽاپ) ڪلھي ۾ وجھي ڪيڏانھن بہ پنڌ پيو تہ ضرور ڪجھ نہ ڪجھ آڻيندو......

نصير ڪنير

مٺي





# سوره سنڌي ادب




## صاحب خان ـسورهـ ميرائي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488